ارپنا

ﭜيءَ وانگر ياءُ
خليل الرحمان مغل
جي نالي
فيض احمد فيض جي ستن سان،

مجھہ کر شکوہ ہے میرے بھائی کہ تم جاتے ہوئے
لے گئے ساتھہ میرے عمرِ گذشتہ کی کتاب،
اس میں تو میری بہت قیمتی تصویریں تھیں،
اس میں بچپن تھا میرا اور میرا عہد شباب،
اس کے بعد مجھہ کو دے گئے جاتے جاتے،
اپنے غم کا یہ دہکتا ہوا خون رنگ گلاب.

# فهرست

# صدا

## (پيش لفظ)

پنهنجين ڪهاڻين ساڻ اوهان جي هٿن ۾ آهيان.

ورهيه ٿيا، جڏهن ڏڙا ڏڙ ڪهاڻيون ڇپيون هيون ۽ مان امڙ جي پيرن ڪان ويهي ڪيس هر نئين ڇپيل ڪهاڻي ٻڌائيندو هُئس ته سندس جملا ٻي ساخته هوندا هئا. شاه سائين رح ڪي پريور نموني ڇاندي هُوء عجيب عجيب ڪامينٽس ڪندي هئي ۽ سندس جملن کي پنهنجي پلئه ۾ سانديي، مان حسب دستور سندس جُتيء جي ترِي ۾ لڳل مٽيء کي چمندو هئس. اهو عمل ايترو ته ڳجهو هوندو هو جو مان سمجهان ٿو ته اڄ ڏينهن تائين ڪنهن کي ان جي خبر نه هوندي. هڪ واري چيو هئائين:

"هڪ هڪ ڪهاڻي نه پڙهندو ڪر ... ڪڏهن سڀ گڏائي ٻڌاءِ نه..." ۽ اڄ جڏهن ڪجهه چونڊ ڪهاڻيون گڏجي رهيون آهن ته هوء مون کان موڪلائي، نازبوء جي ٻوٽي ويجهو مٽيء ۾ لڪل آهي. مون کي خبر آهي حسب دستور، پنهنجو ڪو سور ٻڌائڻ لاءِ مان جڏهن وٽس ويندس ته ڪتاب جي نئين ڪاپي به مون ساڻ هوندي. جُتيء جي مٽي نه سهي، تربت جي مٽي ته چمي سگهجي ٿي.

هڪ ليکڪ جي حيثيت ۾ مون سدائين موٽ جو آڌر ڀاء ڪيو آهي. جملا نرم خُو هجن يا تند و تيز... مون دل ساڻ ٻڌا هوندا ۽ ذهن سان قبول ڪيا هوندا. اتي اٿين به چئي سگهان ٿو ته مون وٽ ڪا به دعوا ڪانهي... ڪو وعدو ڪونهي جيڪو منهنجو پرمر رکي سگهي ته مان ڪو وڏو ڪهاڻيڪار آهيان ، يا بقول اسان جي هڪ دوست جي ته"تجربن جو چشميه آهيان" پر بهرحال گذريل اوڻيهن سالن ۾ مون پنهنجي ماءُ کان وٺي هر عام پڙهندڙ تائين، راءِ جو آڌر ڀاء ڪيو آهي.صرف هڪڙي ڪوشش شعوري ڪئي اٿم ته خدارا منهنجن ڪردارن جي اختصار تي نه وڃو... اهو ماتم، اها ڪربلا ته ڏسو جيڪا سندن اندر ۾ برپا آهي. ڪربلا جو ميدان صرف عراق ۾ آهي؟ اسان جي اندر ۾ ماتم نه ٿيندو آهي ڇا؟ پوءِ اهو پنڪو ڪهڙي ميدان تي ٿي ڪهڙي خاني ۾ فٽ ٿيندو؟

لکڻ جي شروعاتي سفر ۾ عزيزانِ مَن حسبِ روايت مون تي ڪنهن عظيم ليکڪ جي پوئواري ڪرڻ جو ٺپو هنيو هو، پر پوءِ وقت شايد اهو ثابت ڪيو ته اهو سڀ

اثين نہ هو ۽ آهستي آهستي منهنجي جاءِ بظاهر الزامن ڪان آجي ٿيندي وئي. مون ذاتي حوالي سان تمام آهستگيءَ سان پنهنجو سفر جاري رکيو آهي. منهنجو اندازو آهي تہ مان مستقل مزاج آهيان ۽ ڪجهہ واري شرط ۽ اعتقاد رکندڙ آهيان، تڏهن تہ ايترو طويل سفر مون طئہ ڪيو آهي.

هن ڪهاڻين جي چونڊ طارق عزيز شيخ ڪئي آهي. ڪُهاڻين جا سڄا سارا بہ مجموعا مڪمل ڪئي ۽ ڪجهہ اضافي ڪهاڻيون چونڊي شامل ڪيون اٿس. مون کي اولاد جيان پنهنجي هر لکڻي عزيز آهي ۽ انهن مان ڪا بہ گهٽ يا وڌيڪ هر گز نہ ٿو سڏي سگهان.

انهن سيني تي جي نظر ڪيان ٿو تہ هڪ نقاد جي حيثيت سان هڪڙي ڳالهہ چُٽڪو ڏئي ٿي تہ مون وٽ "زنانہ ڪردار" گهٽا آهن. منهنجين ڪهاڻين ۾ عورتن جي اندر ۾ ٿيندڙ وارتائن، ويساهہ گهاتين ۽ عذابن جو ذڪر گهٽو آهي. شايد اهو ان ڪري بہ آهي جو مان پنهنجي ماءُ سان گهڻو اٽيچ رهيو آهيان. يقينن هن جي وجود مون تي گهرا اثر وڌا آهن. اتي هڪ عرض اهو بہ آهي تہ حتي الامڪان جتي منهنجو ڪردار مذڪر رهيو آهي اتي بہ مون برابريءَ واري نسبت اختيار ڪئي آهي.

بهرحال، لکيم ٿو تہ ربط ڪونهي... جملا بي صدا آهن... نِڙي جڻ آواز ڪان خالي آهي. رڳو واتُ هلي رهيو آهي. جيڪي ڪجهہ بہ آهي، اوهان آڏو حاضر آهي. وڌيوَ تہ فقير کي دعا ڪجو ۽ جي ناپسنديده لڳيوَ تہ بدل هڻن کي ڏيان ۾ رکجو.

مولاءِ ڪُل جي مِهرَ اوهان تي قائم و دائم هجي. (آمين)

محمود مغل

ڄامشورو

24 9 1995

# خواهشون، حقيقتون، آئيڊيل ۽ سپنا

مان در جي ٻاهر بيٺو آهيان. لوهي گيٽ جي پرين واري عمارت وٽن ۾ گم آ. اجهو ڪجهه دير پهرين جڏهن گهنٽي وڄائي هئم ته تمام پري چرچ بيل جو آواز پئي آيو. وقت مفاصلن کي وڌائيندو ته آهي ته گهٽائيندو به شايد تنهنجي گهر ۽ تنهنجي گيٽ ۾ مفاصلو وڌي ويو آهي. اڄ الائي ڪيتري عرصي کانپوءِ تنهنجي در تي موجود آهيان. گيٽ پلرز جو رنگ ختم ٿي ويو آهي، ڪٿان ڪٿان ڏريل به آهن. هڪ پلر جي مٿان گيٽ لائٽ لڳل آ، اتان وائر اندر وڃي وڏن وڏن وڻن ۾ گم ٿي وڃي ٿي. مان کيسن ۾ هٿ وجهيو اتي ئي بيٺو آهيان.

وڏي گيٽ جو ننڍڙو در کليو ٿو. هڪ ٻار اندران منڊي ڪڍي پڇي ٿو.

"ڪير آهي؟"

"پٽ، انصاري صاحب آهي؟" مان هن ڏانهن مرڪي ٿو ڏسان. هو ڪجهه اڳتي ٿو وڌي اچي، کيس ڪارو ٽراوزرز ۽ گلابي ٽي شرٽ پيل آ، بلڪل تو جهڙو آ، شايد اهو ئي تنهنجو پٽ آهي.

"مان طارق انصاري آهيان چاچا...... ڊئڊي گهر ۾ موجود ڪونهي."

هو مون سان هٿ ملائڻ لاءِ ٿو وڌائي. مان چرڪي ٿو پوان..... چا، چا بيلا انصاري تو اتي به مون لاءِ مصيبتون ئي مصيبتون ڪڙيون ڪيون آهن. هن ننڍڙي جو لهجو، هن جو انداز......

گهڻو اڳ، تو ڏانهن ڏسندي چيو هئم "پنهنجو اولاد اٿيڪيٽس جو خاص خيال ڪندو جان. پاڻ کيس سڀ ڪجهه سيکاريندا سين. ننڍڙي وهيءَ ۾ ئي جڏهن هو هڪ زبردست مارل ڪئريڪٽر هوندو نه ته ماڻهو ڏسي چرڪي پوندا."

۽ اڄ جڏهن خوابن جو اهو تعبير سامهون اٿم، ته نه چاتو هئم چرڪندڙ مان ئي هوندس.

مان هن سان هٿ ٿو ملايان، هو منهنجي هٿ جي آڱرين کي پنهنجي ننهي هٿن ۾ جهلي مون ڏانهن ڏسندو رهي ٿو.

"ڊئڊي ڪراچي ويل آ، توهان کو ميسيج ڏيندا مان چٺي ڇڏيندم. توهان

فڪر نہ ڪجو، مان بلڪل ياد رکندو آهيان." هو مون ڏانهن وري غور سان ٿو ڏسي.

"يلا تنهنجي امي آهي پٽ؟" مان ڪانئس پڇان ٿو.

"توهان کي اميءَ ۾ بہ ڪو ڪم آهي ڇا؟" هو حيرت سان مون ڏانهن ڏسي ٿو. ۽ ان مهل اندران تنهنجو آواز ٿو اچي. ها اها تون ئي تہ آهين نہ. مان جيڪڏهن مري وڃان ۽ حواس ختم ٿي وڃن تہ بہ يقين اٿم، تنهنجو آواز پري کان سڃاڻي وڃان.

"طارق، ڪير آ پٽ؟" تون اندران پڇين ٿي. منهنجي اندر ۾ ڪا شي زور سان ڌڪ ٿي هڻي، الائي ڪيترن سالن کان پوءِ تنهنجو آواز ٻڌو اٿم. ننڍو هٿ ڇڏائي گيٽ تي اندر ٿو وڃي. سمجهيم تہ در تان ئي ٻڌائيندو تہ ڪو ماڻهو آ، جيڪو توهان سان ملڻ ٿو گهري، پر هو اندر وڃي ماءُ کي ٻڌائي پيو.

تو هڪ ڀيري چيو هو "مون کي اهي ٻار بلڪل نہ وڻندا آهن جيڪي ڇيخان ڪري ڳالهائين، منهنجو ڪوبہ ٻارُ يا ڀيڻ، زور سان رڙيون ڪري نہ ڳالهائيندو آ".

مون توکي ڏسي چيو هو "ڇگو جان، ٻارَ بہ اولاد کي اهوئي سيکاريندا سين، بس نہ!" تون شرمائجي وٺي هڻينءَ ۽.........

"اچو، اندر اچو"

ننڍڙو وري گيٽ مان ٻاهر ٿو اچي، مان هن سان گڏ اندر ٿو وڃان. گيٽ جي اهائي ساڳي دنيا آهي، ڪجهہ بہ تہ ڪونہ بدليو آ. ساڳيون گلن جون ٻاريون، ساڳيو اهو نم جو وڻ ۽ ساڳيون اهي ڏاڪڻيون. حياتيءَ ۾ ڀيريون پيرو پنهنجي ئي بنگلي ۾ اوپرن ماڻهن جيان اندر ٿو اچان سامهون در کي چنبيلي واريو بيٺي آ، پورو در خوشبوءَ سان ٻهڪي پيو، مان در ٽپي اندر ٿو اچان.

"هن پاسي" ننڍڙو هٿ جي اشاري سان ٻڌائي پيو. دل چيو تہ ڇوانس تہ چو ٿو ٻڌائين، هتي تہ پٽ جي هر بلاڪ ۾ منهنجي ۽ ڪنهن ٻئي جي لاڳاپن جي ڳنڍيل خوشبو آ. هتي ئي تہ مون سپنا ڏٺا هئا، بلند ترين عظيم تر، جن جو تعبير اڄ سامهون آ.

مان ڊرائنگ روم جو پردو هٽائي اندر ٿو گهڙان ڪجهہ بہ تہ ڪونہ بدليو آ. اهي ئي ساڳيا گلابي رنگ جا پردا، گلابي صوفا، گلابي گلم ۽ هر شئي گلابي....... فرق صرف ايترو آ، جو اڳي ڪپڙن جا رنگ ميرُون هئا، هاڻي اهي بہ

گلابي آهن، پنهي پتين تي شيڊلييرس لڳل آهن ۽......

"توهان ويهو، امي اچڻ واري ٿي هوندي." ننڍڙو مون کي هڪ صوفي ڏانهن اشارو ڪري پاڻ ٻاهر هليو ٿو وڃي. بيلا، هي ٻار ڪيترو نہ آئيڊيل آ، تنهنجو ۽ منهنجو آئيڊيل. ڪيترا نہ مينرس ۽ ائٽي ڪيٽس هن کي اچن ٿا. تون وعدي جي پڪي نڪتينءَ. جنهن شيءِ جو ارادو ڪيئي ان کي حاصل ضرور ڪيئي.

مان صوفي تي آهلجي ٿو پوان. ڪنڌ ٽيڪ تي رکي مان چوطرف ٿو ڏسان، سامهون شوڪيس ۾ مختلف ٽانو ۽ رانديڪا پيا آهن، شوڪيس جي مٿان........ ها اتي ئي تنهنجي پٽ جو هڪ پورٽريٽ پيل آ، مان پورٽريٽ تان نظرون هٽائي ٿو وٺان. خدايا، هيترو عذاب، هيترا ڏجها. ڇا بيلا، تو اڄ تائين مون کي معاف نہ ڪيو آهي؟ مان ان پورٽريٽ ڏانهن ڏسڻ نہ ٿو چاهيان خبر اٿم، ان جي هيٺان منهنجو نالو ئي لکيل هوندو. اهو مون جو ئاهيو هو.

"هان اچي وٺ. مستقبل جي مهمان جو پورٽريٽ" مون ڪاغذ تنهنجي ڪچ ۾ اڇلايو هو. تون ان مهل لوئي پايو آتشدان جي ويجهو ويٺي هئينءَ.

"ڇڏيو بہ." تون شرمائجي وئي هئينءَ.

"چو پلا.... هان" مون توکي چيڙايو هو، "ڏس بيلا، ڪيڏي نہ مڪمل تصوير آ. يقين ڪر.... پڪ اٿم، پٽ يا ڌيءَ جيڪي بہ ٿيو نہ، توتي ويندو. اڄ کان اها پورٽريٽ سنڀالي رکجانءِ، ڇري آخر اولاد ڪنهنجو هوندو؟ مصورِ اعظم منصور علي خان جو!"

"جيڪڏهن ائين ٿي ويو نہ من." تو مون ڏانهن ڏس چيو هو "تہ پوءِ پاڻ اهو پورٽريٽ، شوڪيس جي بلڪل مٿان رکنداسين."

"چو ڪونہ ٿيندو، بلڪل ٿيندو. ڪيئن نہ ٿيندو؟"

مون توکي چيڙايو هو ۽ تون..... تون ان مهل دنيا جي حسين ترين مخلوق لڳي رهي هئينءَ. مان اڄ بہ انهن لمحن کي محسوس ڪري سگهان ٿو ۽ اڄ تہ شدت سان ڪري ٿو سگهان ڇو جو اڄ مان پنهنجي ئي ڊرائنگ روم ۾ ويٺو آهيان.

"چاچا، اهو منهنجو پورٽريٽ آ. امي پهرين هڪ انڪل کان ٺهرايو هو، جڏهن مان بلڪل ننڍڙو هئس. سنو آ نہ. من کي پينٽنگس ڏاڍيون وڻنديون آهن." ننڍڙو وري بہ الاءِ ڪڏهن اچي ويٺو آ.

تہ ڇنبو بيلا تو هن کي ڪيئن نہ زبردست نموني سان ريجهايو آ. ڪاش مان بہ ائين ئي ريجهي وڃان ها.

"ها، ها پٽ ڏاڍو سٺو آ. بلڪل تو جھڙو آ. هونهن."

مان هن ڏانهن ڇتائي تو ڏسان. هن مان تہ تون تي ليئا پائين. ڪير هوندو جيڪو ان کي محسوس ڪري نہ سگهندو.

"طارق پڙهندو آن پٽ؟" مان هن کان سوال تو پڇان. پنهنجي ڳالهائڻ تي پاڻ ئي حيرت زده آهيان.

ڇا پيو چوان؟ ڇا تو چوڻ چاهيان.

"ها چاچا، مان فورٿ ڪلاس ۾ آهيان. اميءَ جي ئي اسڪول ۾. توهان بہ پڪ پنهنجي ڪنهن پٽ وغيره جي سلسلي ۾ آيا هوندا. ها نہ! اميءَ جي اسڪول ۾ ٻارنهن سٺو ڇوڪرا آهن چاچا." هو ٽنگون لوڏيندي بيحد پيارو ٿو لڳي. تہ بيلا، تو نوڪري بہ شروع ڪري ڇڏي. ائين تہ نہ ڄاتو هيم، موٽ ۾ توکي ان روپ ۾ بہ ڏسندس. شايد مالي حالتن..... پر...... انصاري تہ تمام امير آ.

"امي، مون کي پڙهائيندي آ نہ، تہ ڏاڍو مزو ايندو آ چاچا! مان هن کي ڪلاس ۾ مئڊم ۽ گهر ۾ امي چوندو آهيان. عجيب ڳالھ آ نہ"

هو الاءِ ڇا ڇا ٿي چوي ۽ مان. مان تہ الائي ڪٿي وڃي پهتو آهيان.

"بيلا، يلا جيڪڏهن مان پنهنجي اولاد لاءِ ڏهہ لک ۽ ٻيو سڀ ڪجهہ ڇڏيان تہ سٺو آهي. اها ڊگري تہ ڪونہ ڪم ڪندي" مون توکي چيڙايو هو.

"نہ. مان پنهنجي اولاد کي پڙهائيندم." تو پنهنجي ڊگريءَ کي ان ڏينهن چنبڙي صاف پٽي ڪري رکيو. ڊگري ڏانهن ڏسندي چيو هئم "هاءِ ويچاري عورت ڪيترو بہ پڙهي وري بہ ٻار ۽ مڙس ۽ گهر."

"چو. ضروري آ ڇا تہ ڊگري سونهن لاءِ ئي هجي. هي جو هيتريون ساريون عورتون پيون ڪمائين پوءِ؟" تو پرون ڳتي پڇيو هو.

"انهن لاءِ تہ مجبوري آ نہ چري ڪانہ ڪا. خدا توکي پناهہ ۾ رکندو، مان جو ڪمائڻ لاءِ ويٺو آهيان" مون توکي گهوريو هو.

"چڱو، نيڪ آ پر جيڪڏهن تو منهنجي اولاد لاءِ ڪجهہ نہ ڪيو تہ مان پاڻ نڪري ڪنديس سمجهيءِ"

"چڱو يلا ٺهيو!" مون توکي دڙيو هو ۽ تو ڪنهن فرمانبردار پر ننڍ شاگرد

جيان مار کائڻ لاءِ ڪنڌ جهڪايو هو ۽.......

"رڳي ٽنگون نہ لوڏ پٽ" ننڍڙي کي تون تي چئين، چرڪي ٿو پوان. پريان در مان تون اندر داخل ٿيندي ويجهو ٿي اچين. مان مڙي ٿو اتي ٻيهان. تون مون کي ڏسي ڪجهہ لمحن لاءِ اتي ئي بيهي ٿي رهين. ٻيلا، مجبوري ڪيڏي نہ عجيب شيءِ آ. ڪنهن ڏينهن مان تنهنجي سڄي سرير جو مالڪ هئس، اڄ مان توکي صرف پري کان ئي ڏسي ٿو، سگهان ڪنهن جپاني يا چائينز سهڻي ڊيڪوريشن پيس جيان.

"تون" تون پٽڪين ٿي. سڄو جسم لرزش ۾ اٿئي، ڏڪڻي پري کان بہ محسوس ڪري سگهجي ٿي، "منهنجو مقصد آ توهان......."

دل چيم توسان شڪايت ڪيان تہ "توهان" چو چيئي، "تون" چو نہ چيئي پر دل تہ دل آ نہ، هميشه فضول ئي سوچيندي آ. ڪڏهن ڪا موقعي مهل جي سوچ بہ ڪئي اٿس ۽ خاص طور تي منهنجي دل.

"ويهو." تون مون کي اشاري سان ويهڻ لاءِ ٿي چئين. مان ساڄئي صوفي تي ديهي ٿو رهان. تون ننڍڙي جي پرسان ٿي ويهين. هو تنهنجي شال جي ڪنڊ کي هٿن ۾ جهلي گلن کي غور سان ڏسندو ٿو رهي. مان توڏانهن ڏسان ٿو. تون هن مهل گلابي وڳي ۾ آهين. چا، اڄ عذاب جي هر سلسلي مان گذرڻو پوندو؟ ڇي چاهي؟ مون کي تہ ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي.

"ٻيل، گلابي ڪپڙا پائيندي ڪر. بلڪل گل پري لڳندي آهين."

پنهنجو اهو جملو اڄ تائين ڪنن ۾ گونجيم ٿو. توکي ڪهڙا بہ ڪپڙا چونہ هجن موڊ ٿيندو هئو تہ گلابي ڪپڙا پاراٿيندو هئس، منهنجي ڪمزوري جو هئي- پوءِ تون گلابي ڪپڙا پائي منهنجي سامهون وينئي هئينءَ. ان زماني ۾ ۽ هن ۾ ڪيترو بہ فرق آ. اڄ تنهنجو موهہ منهنجي لاءِ حرام آهي. اڄ مان توڏي ڏسي بہ نہ ٿو سگهان. تون هاڻي مسز انصاري جو آهين- مان خيالن مان پڻڪي، حقيقت ۾ ٿو اچان- تون سامهون وينئي هٿن جي آگرين کي ملائي جڪڙي مهٽيو ٿي چڏين- ننڍڙو اتي ٻاهر تو هليو وڃي- شايد ڪجهہ ڪيڏڻو هوندس.

مان ڳالهائڻ ٿو چاهيان، لفظ نہ ٿا اڪلجن-

"ٻيلا، منهنجو مقصد آ، مسز انصاري....... مان....."

مان ڪجهہ ٿو چوڻ چاهيان، نڪريم ڪجهہ ٿو. مان ماٺ ڪري اکيون پوري ٿو چڏيان- ڪجهہ پلڪ سانت آ- تون بہ ڪجهہ نہ ٿي ڳالهائين. مان ئي ٿو همٿ ڪيان "مسز انصاري، دراصل مان....."

"انصاري صاحب، ڪراچي ويل آهن توهان کي انهن ۾ ڪو ڪم آهي ڇا؟" تون پاڻ تي قابو پائي ٿي ڳالهائين- آواز وري به لرزش ۾ اٿئي- ڪنڌ مون وٽان ڦريل ۽ ڳچيءَ جو خم وڌيل آ- مان ڪنڌ جهڪائي تنهنجي سامهون ويٺو آهيان- توسان گهڻو ڪجهه ڳالهائڻ ٿو چاهيان- همت ڪري چئي ٿو ڏيان.

"بيلا مان......."

"منهنجو نالو توهان....." تون ڪجهه چوڻ ٿي چاهين چئي نه ٿي سگهين، مان ئي ٿو ڳالهايان.

"مون کي پنهنجي نالي وٺڻ کان روڪڻ ٿي چاهين ڇا- خدارا مون کي نه روڪ- ڪجهه پل مون لاءِ صرف بيلا ٿيندينءَ؟" منهنجي آواز ۾ لرزش آ- اندر جو عذاب شدتن سان نمودار ٿيڻ وارو آ، "مون کي هڪ ڀيرو موقعو ڏي بيلا، صرف هڪ ڀيرو"

"اهڙين صرف افسانن ۾ ٿيندو آ منصور صاحب، ۽ مان افسانن جي هيروئن نه آهيان" تنهنجو لهجو زهر سان ڀُر آ. توکي ڇا سمجهايان، ڪيئن چوان؟.

"بيلا مان توسان ڪجهه ڳالهائڻ ٿو گهران، مون کي تو ۾ هڪ ڪم آ."

"اجان ڪرڻ لاءِ ڪو ڪم ۽ ڳالهائڻ لاءِ ڪا ڳالهه بچي آ ڇا"! تو ٺوڪ ڪئي. نه ڄاتو هئم ته وقت اهڙي به ڄاڙ ڪندو جو تنهنجي واتان اهڙا لفظ ٻڌڻا پوندم.

"دراصل بيلا....... مان ڊينمارڪ مان صرف ان ڪري موٽيو آهيان جو تنهنجي هڪ امانت مون وٽ رهيل هئي. صرف ان مون کي موٽايو آهي." مون کي اڃا به پڪ آ، جيڪي ڳالهائڻ ٿو چاهيان، نه ٿو ڳالهائي سگهان. تون چپ آهين. ڪاوڙ ڪجهه جهڪي ٿي وئي اٿئي. مان هڪ جملو ڳالهائي وري چپ ٿو ٿي وڃان. ڪجهه ترسي تون ئي ٿي ڳالهائين.

"امانتون حقن سان واسطو رکنديون آهن منصور صاحب، نه منهنجو حق توهان ۾ آهي نه وري مان ڪا امانت ئي پائڻيان ٿي."

مون کي تڙپ وٺي ٿي وڃي "بيلا خدارا ڪجهه لمحن لاءِ مون کي توهان ۽ توهين نه چئو. مڃان ٿو مان هاڻي تو لاءِ ڪجهه به نه آهيان، پر هڪ دوست ئي سمجهه ڪئي".

منهنجين اکين ۾ پاڻي پرجي ٿو اچي، تون روئي ٿي ڏئين مون کي به ڳل آلا ٿا لڳن. مان صوفي کي ٽيڪ ڏئي اکيون پوري ٿو ڇڏيان. گهڻو اڳ بيلا ۽ مون

جڏهن شادي ڪئي هئي تہ زندگيءَ جا سڀ رنگ جڻ اسان وٽ ئي اچي مڙيا هئا. ڪا تمنا هئي تہ اولاد جي. سال گذريا اولاد نہ ٿيو. آخر معائنو ڪرايوسين تہ مون ۾ نقص هو. مان علاج سان بہ ٺيڪ ٿي نہ ٿي سگهيس. اسان جون خوشيون زهر ٿي ويون. بيلا ڪجهہ ڪچندي ڪونہ هئي، پر مان تہ عذابن کي محسوس ڪندو هئس. ۽ آخر ڪار هڪ ڏينهن هن مون کي جڻ طعنو ڏئي ڪڍيو. "منصور، اهي انسان بہ ڪهڙا نہ خوش نصيب آهن. جن جي گهرن ۾ گل ڪڙندا آهن، هتي تہ اجڙيل ٻاريون ئي مقدر ۾ آهن" ۽ ان ڏينهن ئي مون فيصلو ڪيو هو، هن جي زندگيءَ مان نڪرڻ جو. ڪڏهن ڪڏهن صرف هڪ لفظ ئي اداڪيءَ ۾ پوري قيمت ٻڌائي ڇڏيندو آ. مون هن لاءِ سڀ ڪجهہ لکيو ۽ طلاق ڏيئي ڊينمارڪ هليو ويس. سال گذري ويا، پويان خبر پيم، بيلا شادي ڪئي آ، ڪيس هڪ پٽ ڄائو آ، گلن جون ٻاريون گلن سان پرجي ويون هيون، مون آئيڊيل اولاد چاهيو تہ نہ مليو، بيلا کي تہ مليو نہ!

مان ڏورانهين ديس ۾ بہ سندس خوشين جو اندازو ڪري ٿي سگهيس. محبت بہ ڪيتري نہ عجيب شيءِ آ جو مفاصلا بہ ڪڏهن قربتون ٿيو وڃن.

حياتي اڪيلي آ ڇا ڪجي؟ منهنجي جيون ۾ تہ هر هنڌ تنهنجيون يادون ئي پکڙيل آهن، مان توکي محسوس ڪري سگهان ٿو. ٻانهن ۾، گلن جي ٻارين ۾ ڪلندي، ڳائيندي ۽...... جڏهن مون توکي ڇڏي وڃڻ جو فيصلو ڪيو هو، ان کان بہ ڏينهن پهرين، ڊرائنگ روم ۾ تون وينئي ڪا شي پيري رهي هئينءَ ۽ مان پريان سيٽيءَ تي ليٽيو پيو هئس. توکي ۽ مون کي علڻ فقير ڏاڍو وڻندو هو، مون اٿي هن جو رڪارڊ اسپول تي چاڙهيو هو.

"نڙي پوندا تاريئين جڏهن ڳاڙها گل تڏهن ملنداسين"

تون ڪم ڇڏي، مون ڏانهن هلي آئي هئينءَ الاءِ ڇو مون توکي ٻانهن ۾ جڪڙي ڇڏيو هو. پڪ هئم، تہ ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ تون تون ڪانہ رهندينءَ توهان ٿي ويندينءَ ۽ ڊينمارڪ وڃڻ کان ڪجهہ ڪلاڪ پهرين اسپول تي مون ڏنو ساڳيو لانگ پلي پيل هو.

"منصور تون ڊينمارڪ کان ڪڏهن آئين" تون پڇين ٿي. مون کان جڻ ڇرڪ ٿو نڪري وڃي.

"ڪجهہ ئي ڏينهن ٿيا." مان مختصر جواب ٿو ڏيان.

"پاڪستان ڪنهن ڪم سان آيو آهين؟"

تو هاڻي ڳوڙها اگهي چڏيا آهن، ڳل آلاڻ جي ڪري هلڪا گلابي ٿي ويا
اٿئي، بلڪل فريش پئي لڳين.

"ها، توسان ملڻ آيو آهيان." مان ڳيت تو ڏيان شايد پاڻ تي اچان به
ڪنٽرول ڪونهيم.

"توکي هتي نہ اچڻ گهرجي ها منصور-"

"چو مون لاءِ هاڻي تو وٽ ڪجهہ ڪونهي ڇا؟" مان تو ڏانهن غور سان ٿو
ڏسان.

"نہ، مون توکي بلڪل وساري ڇڏيو آهي" دل تي ڇٽي پيچان وساريو ٿي
اٿئي، تہ پوءِ هي هر ڪا شيءِ گلابي ڇو آهي . ورهين گذرڻ ڪان پوءِ بہ اهي رنگ
ڇو نہ بدليا آهن، اهو پور ٽريٽ ڇو اتي پيل آهي.

"مون سان، هاڻي بلڪل محبت ڪانهي؟" مان نہ ڄاڻ ڇو پڇي ٿو ويهان.

"نہ..... بلڪل نہ"

تون سختيءَ سان انڪار ٿي ڪرين لهجو بناوٽ سان پرپور اٿئي، مان
آرٽسٽ آهيان، انسان جي پلڪ پلڪ کي محسوس ڪري سگهان ٿو، ايترو بہ
سمجهي نہ سگهندس ڇا. مان مرڪي ڳالهہ کي لنوائي ٿو ڇڏيان.

"ڪريم ڪافي اچان بہ پيئندو آهين، ڪن عادت بدلجي وئي اٿئي." تون
پڇين ٿي.

"ڪجهہ ٿي تہ ڪو نہ بدليو آ- بيلا سڀ ڪجهہ ٿي تہ ساڳيو آ" مان
وراڻيان ٿو.

"مان ٺاهي ٿي اچان."

تون ٻاهر هلي ٿي وڃين. مان اٿين ٿي وينو آهيان، خالي خالي.

منهنجي موٽ دراصل جائداد لاءِ آهي. ٽي مهينا پهرين، ڊاڪٽر چارلس ٻڌايو
تہ مان آهستي آهستي ختم ٿي رهيو آهيان. بدن ۾ بلڊڪينسر شامل ٿي وئي اٿم.
ٻڌي ڏاڍي ڪل آيم. ڪيڏو نہ زبردست مرض آ، بلڪل تنهنجي درد جيان. صرف
مون کي ٿي ختم ٿو ڪري، ٻئي کي تہ نقصان نہ ٿو پهچائي نہ.

چڱي طرح ياد اٿم هڪ پيرو تو ۽ مون ڪيترو نہ زبردست جهيڙو ڪيو
هو.

"ڏس بيلا، اولاد کي وڌ ۾ وڌ ڇا کپي. صحيح تعليم، زبردست پرورش
۽....."

"نہ تہ پاڻ ھن عام مائٽن وانگر تورئي آھيون، گھٽ ۾ گھٽ ڏھہ لک...."

"ھان، ڏھہ لک رپيا" مون وات ڦاڙي تو ڏانھن ڏٺو ھو.

"ھا جان، ڏھہ لک. پئي، ڏس نہ ھو جوان ٿيندو، پاڻ مرڻ جھڙا ٿينداسين تہ پوءِ ڪجھہ تہ ھجي نہ ھن لاءِ گھٽ ۾ گھٽ ڏھہ لک رپيا، بنگلو، ڪار، جائداد ۽......"

تون الائي ڪھڙين خواھشن ۾ گھيرجي وئي ھئينءَ.

اکيون سوچ ۾ پرپور ھيٺ ۽ مون توکي ويجھو ڪندي چيو، "چڱو پلا، ڏھہ لک بہ ڏينداسين. بنگلو، ڪار، بس نہ. پوءِ ڪٿي مرنداسين."

ان مهل تو منھنجي چپن تي پنھنجو ھٿ رکيو ھو ۽........

"منصور، تون ڪو ڪم چٽي رھيو ھئين."

تون ڪافيءَ جا مگ ٽيبل تي رکندي، سنٽون ٿيندي، وارن کي پٺتي ڪندي تي پڇين.

"ڪجھہ ڪٿي آيو آھيان، تنھنجي اولاد لاءِ. تنھنجو پٽ ماشاءَ الله ڪافي پيارو آ. ھي ڪجھہ سوڪڙيون آھن ھن لاءِ" مان خيالن مان ھڪدم ٻاھر تو اچي وجان. تو ڏانھن ڏسندي مان کيسي مان ڪاغذ ڪڍي توکي ڏيان ٿو. تون وٺي پڙھي، مون ڏانھن حيرت سان تي ڏسين.

"ھي ڇاھي منصور؟ ھي ڏھہ لک رپيا، ھي جائداد، ھي..... ھي طارق ڇا ڪندو؟"

"عرصو ٿيو پيلا، تو ۽ مون سوچيو ھو، پنھنجو آئيڊيل اولاد جوان ٿيندو تہ پاڻ مرڻ لاءِ تيار تي وينداسين. پوءِ ھن جي لاءِ گھٽ ۾ گھٽ ڏھہ لک رپيا ۽ ھي جائداد ڇڏينداسين. مان اولاد حاصل ڪري نہ سگھيس، توکي تہ مليو نہ. ھي گڏ ڏٺل سپنن جو تعبير آ. ڏس نہ، آئيڊيل جوان ٿيڻ وارو آ، مان مرڻ لاءِ تيار تي رھيو آھيان" مان يڪساھي الاءِ ڪيترو ڳالھائي ويو آھيان، ساھہ پرجي آيو اٿم، تون يڪو تي مون کي ڏسين.

"منصور، مان ھي نہ تي وٺي سگھان، انصاري ڇا چوندو ۽ ھونئن بہ......" تون ھبڪين تي.

"ڏس پيلا، انصاريءَ لا مون ھن ۾ خط ڇڏيو آھي. مان اڄ ھتان واپس وجان پيو."

”ايترو جلدي؟“ تون پڇين ٿي.

”ڇو، مون کي رهائڻ ٿي چاهين ڇا. دراصل مان پڇي آيو آهيان بيلا، صرف طارق لاءِ، تنهنجي ۽ منهنجي آئيڊيل لاءِ. مون کي اوڏانهن موٽي وڃڻو آهي.“

”توکي ڪهڙي بيماري آ.“

”ڪجهه به ڪونهيم، وهمي ڊاڪٽر آهن. مڪمل علاج ڪان سواءِ ڇڏين ڪونه. سو ڪٽي آئڊمٽ ڪيائون. بهرحال ان ڳالهه کي ڇڏ تون.... اوهه، ڪافي به ٺڌي ٿي وئي.“

مان ڳالهه بدلائي ٿو ڇڏيان ڪافي پيئندي، نظر اوچتو اسپول تي ٿي وڃيم. مان اتي لانگ پلي ڏانهن ٿو ڏسان. ساڳيو ئي رڪارڊ آ. متيءَ ۽ دز سان پرپور شايد ڪير اسپول کي هٿ به نه لائيندو آ. سال پهرين لڳل علڻ فقير جو ”تڏهين ملنداسين.“

مان مڙي ٿو ڏانهن ٿو ڏسان، تون نگاهون ڦيرائي ٿي وڃين.

”پڌو اٿم، نوڪري به ڪندي آهين بيلا“ مان ڪنڌ ڦيرائي ٻئي پاسي ڏسندي ٿو پڇان.

”ها، بس ائين ئي وقت گذاريءَ لاءِ“ تون هلڪي نموني سان مشڪين ٿي. مان توکي چڱيءَ طرح سڃاڻان بيلا. تو اڄ به ان خواب لاءِ پاڻ کي پتوڙڻ شروع ڪيو آهي، مون کي ياد آ، تو چيو هو نه ته، تون اولاد لاءِ نه ڪندين ته مان ڪنديس، شايد انصاري....“

”منصور، هيئن آ نه ته، اڄڪلهه جي دور ۾ عورت ۽ مرد ٻنهي کي ڪمائڻو ٿو پوي. ڇا هي جيڪڏهن مان.....“

مان تنهنجو جملو ڪٽي ٿو ڇڏيان. نه ٿو چاهيان ته تون ڪو ٻيو بهانو ڪرين، ”مان هلان.“ ڪافي ختم ڪري اٿان ٿو، تون ڪاغذ واپس ٿي ڏيڻ چاهين.

”ڏس منصور“

”بيلا- مان ايترو پري کان آس ڪري آيو آهيان، صرف آس ڪري. دل نه ٽوڙ- هڪ ڳالهه ٻڌائيندينءَ؟“

”ڇنو“ ڪاغذ ائين ئي جهليو بيٺي آهين.

”مون کي وساري ڇڏيو اٿئي؟“ مان وري به الائي ڇو ٿو پڇي ويهان.

”ها، چڱي طرح سان.“ تون ڪنڌ ڦيرائي ٿي چوين.

"ڇگو مان هلان ٿو."
مان ٻاهر نڪري ٿو اچان. اندرئين در ڪان ٻاهر.
نندڙو ٻاهر سائيڪل پيو هلائي.
"توهان وڃيو پيا چاچا"
"ها پٽ،" مان هن ڏانهن غور سان ٿو ڏسان.
"بيلا هي تہ بلڪل تون پٽي ٿي لڳين." مان مڙي تو ڏانهن ٿو ڏسان. تون ڪنڌ جهڪائي ٿي ڇڏين، محسوس ٿو ڪيان اندر اڌ ٿو ٿئيم. توسان بہ، شايد اهائي حالت آ، مان نندڙي ڪي ڪڇ ۾ ڪٽي، هن جي ڳل سان پنهنجو ڳل ٿو مهٽيان. منهنجي ڏاڙهي هن جي ڳل کي چهي ٿي، هو ڳل ڪي مهٽي ٿو، مان ڪيس هيٺ لاهي، ڳل ڪي پٽي ٽرائوزر ڇڪي ٻاهر ٿو نڪران، پويان ڏاڪڻ تي تون بيٺي آهين، نندڙو بہ تو ڏانهن هليو آيو آهي. مان ڪنڌ ڦيرائي گيٽ مان ٻاهر نڪري ٿو اچان.
"اڄ خواب پورو ٿيو اٿم. بيلا، تنهنجو آئيڊيل اولاد هاڻي جوان ٿيندو تہ ڪاٻہ پريشاني ڪيس حاصل نہ هوندي. هو جوان ٿيندو مان مرڻ لاءِ تيار آهيان. ڇو جو پاڻ ڇيو هو نہ، تيستائين ڪونہ مرنداسين جيستائين ڏهہ لک، جائداد ۽ ڪجهہ پيو نہ ڇڏيون. مان وعدي تي قائم آهيان. بيلا مان هاڻي ختم بہ ٿيان پيو تو تڏهن بہ اطمينان سان. مان هلندو ٿو رهان، اڳتي، اڳتي...... اچان بہ اڳتي."

# شڪست

هن چؤطرف هڪ نگاهه وڌي. اجان سج مٿانهين عمارتن کي ڪونه ٽپي سگهيو هو، ان ڪري اتي ڇانو هئي. هن وري زمين تي ٻهاري ڏيڻ شروع ڪئي. ڪجهه پريرو هن جون ڪجهه ٻيون ساٿياڻيون به ساڳئيءَ ڪرت کي لڳيون پيون هيون. هن پڙي جي ڪنڌ ورائي، سيني وٽ چوليءَ جي ڳچيءَ ۾ وڌي. ڪجهه لمحن لاءِ هن جون ٻانهن کي پرينڊڙ ڪنگڻيون ڪڙڪي پيون ڪجهه لمحن کان پوءِ ڪڙڪو ٻهاري جي گوڙ ۾ گم ٿي ويو ٻهاري هلائيندي به ڪنگڻيون وڄيون پئي، پر هن ڪرڙو ڪجهه اهڙو زور سان ٿي هنيو جو آواز دٻجي پئي ويو.

هن پَڙي جي ڪنڌ، سيني وٽ وجهندي، پنهنجي سيني ۾ ڏٺو. فخر جو احساس جڻ سندس رڳ رڳ ۾ سمائجي ويو. سندس بدن، عورت جي خوبصورتين جو مڪمل شاهد هو. هوءَ هئي ته ڪولهڻ، پر سونهن پرين جهڙي هئس. سيني ڏانهن ڏسندي، ڪجهه لمحن لاءِ سندس هٿ بيهي ويو. ڪڙڪو بيئو ته پريان ٻهاري ڏيندڙ رڪميءَ هن ڏانهن ڏٺو. هوءَ پنهنجو پاڻ، پاڻ ۾ ئي گم هئي. رڪمي ڪجهه پڪ هن ڏانهن ڏسندي رهي، پوءِ رڙ ڪري چيائين "او ننڍري، ٻوهر ڪڏي وٽ، بزار کلڻ واري آ".

هوءَ اوچتو جاڳي پئي. چرڪي رڪميءَ ڏانهن ڏٺائين ۽ پوءِ تيز تيز ٻهاري ڏيڻ لڳي. سندس عمر پنجٽيهن کان چاليهن جي وچ ۾ آ. رنگ ڳورو ۽ بدن لچڪ ۽ موهه سان ڀريو اٿس. عمر جي وچين حصي ۾ آ، جوين ايترو ڀرپور ڪونهيس، پر غور سان ڏسبس ته اها ڳالهه چڱيءَ طرح محسوس ٿيندي ته هوءَ ڪنهن زماني ۾ بلاشڪ حسن جي راڻي هوندي.

هن جون ٻئي ٻانهون اڇين ڪنگڻين سان ڀريل آهن ڪي ڪنگڻيون آهن، ڪي ڪڙا، هٿ جي پٺيءَ تي ديل جو نشان اڪريل اٿس. سائو سائو اهو نشان، هن جي هٿ جي سونهن ۾ اجا به اضافو ٿو ڪري جڻ ڪنهن اڇي اجري ڪپ تي ڪو هلڪو سائو ڪائيءَ جو ذرو ملي. هوءَ مرڪي پنهنجن هٿن ڏانهن ٿي ڏسي.

بازار جو اهو ٽڪرو، جتي هوءَ ۽ هن جون ساهيڙيون پٽ تي ويهي پنهنجي

پنهنجي سامان جو وڪرو ڪنديون هيون، صاف ٿي چڪو هو. هن پرسان رکيل ڳوڻ جو ٻڌل منهن کولڻ شروع ڪيو. روز پٽ تي شيون پٿاري وڪڻڻ کان پوءِ، ان مهل جڏهن بازار بند ٿيندي هئي، هو سڀ اهي بچيل شيون ڳوڻ ۾ وجهي بند ڪري، گهر کڻي ويندڙيون هيون ۽ پوءِ وري صبح جو دوڪان کلڻ مهل اها ٻوري ساڻن گڏ هوندي هئي.

ٻوري کوليندي هن جا هٿ وري ڍرا ٿي ويا. خيالن ئي خيالن ۾ هوءَ الائي ڪٿي وڃي پهتي. هڪ هٿ ٻوريءَ ۾ ۽ هڪ هٿ ڪاڏيءَ تي رکيو، هوءَ الا ڇا ڇا سوچيندي رهي. هڪ دفعو وري رڪميءَ کيس هوش ۾ آندو.

”ڏس نندري، ڪوابن کي ورچڻ تي گهرين ته گهر وڃي رلي پاءِ. هٿ نه ماڪڙ مار. ها، هٿ اچين تي ته وڪرو ڪر وڪرو. واندي نه ويهه.“

هوءَ کيس چڙبيندي پنهنجي هنڙيءَ ڏانهن هلي وئي. رڪميءَ جي چڙٻن کيس هوش ۾ آندو. هن ڳوٹي کولي وچائي ۽ ٻوريءَ مان مختلف ٽپڙ ڪڍي، پاسي کان سجائڻ شروع ڪيا. ڦڻيون، مساگ، سيون، لپ اسٽڪون هلڪا سلڪا صابڻ ۽ الائي ڇا ڇا. هن سامان ٺاهي، ٻوريءَ کي ڇوٽو ڪري ويڙهي، وڇايل ڳوڻ جي مٿان رکيو ۽ پاڻ ان تي ويهي رهي.

مختلف ماڻهو هن جي سامهون لگهندا رهيا. هن مهل بازار ڪجهه ڪجهه کلي هئي. هن جي سامهون ۽ پنيان وارا دڪان کلي رهيا هئا. دڪاندار دڪانن جي شٽرن کي کوليو پئي ته عجيب قسم جا مليل جليل- آواز پيدا ٿي رهيا هئا.

”اها ڦڻي گهڻي آ.“

هڪ نوجوان ڇوڪرو هن جي سامهون بيٺو هو. سوٽ قميص ۽ اکين تي چشمو.

”ڪهڙي؟“ هن پڇيو.

پڇڻ تائين نوجوان جو مڪمل جائزو وٺي چڪي هئي.

”او...... هوءَ.“

هو جهڪيو. ڦڻي کڻڻ لاءِ اڳتي وڌيو ته هوءَ به وڌي آئي. نوجوان جون نگاهون هن تي پٽڪڻ لڳيون. هوءَ جهڪي ته جسماني ايار به واضح ٿي ويا. هو هڪدم گهبرائجي ويو. نندريءَ مرڪندي ڦڻي کنئين ۽ هن ڏانهن وڌائي.

”اچي، ڏيڊ ريئي جي آ، وٺندين؟“

هن مرڪندي نوجوان ڏانهن ڏٺو. ڇوڪري ڪجهه نه ڪڇيو. هوءَ سڌي

تي وينئي. ويهندي ويهندي چالاڪيءَ سان چوليءَ کي تورو أيو ڪري ڇڏيائين. ڇوڪري ڪيسي مان ٻئون ڪڍيو ۽ پئسا ڪڍڻ لڳو. ننديءَ ڦٽي نوجوان ڏانهن وڌائي، هن پئسا ڏانهنس وڌائي هڪ دفعو وري چوليءَ ڏانهن ڏٺو ۽ ڦٽي ڪٽي هليو ويو.

پنهنجي سڄي برادريءَ ۾ هوءَ سيني ڪان گهٽو ڪمائيندي هئي. پهرين پهرين هوءَ ٻه ٻين جيتري ڪمائي ڪندي هئي، پر پوءِ هڪ ڏينهن هن تي راز ڪليو هو سندس سونهن جو. جڏهن هن کي اوچتو ئي اوچتو اهو احساس تي ويو تہ ڪيترائي چهرا صرف هن کي ڏسڻ لاءِ ڪانئس شيون وٺندا آهن، نہ تہ اهي ساڳيون شيون تہ ٻين وٽ ٻہ موجود هيون، ان ڏينهن ڪان وٺي هن ڪمائڻ جو نئون گر سکيو هو.

مختلف گراهڪن کي شيون ڏيڻ مهل هوءَ جهڪي پنهنجي بدن ۾ خم پيدا ڪندي هئي. ڪا شيءِ وڌائڻ مهل، ڪجهہ ڏيڻ مهل، هن جا مرڪندڙ چپ ۽ چلڪندڙ سونهن، وٺندڙن کي ماري وجهند اهئا. هوءَ پنهنجي سونهن ڪان هر طرح سان باخبر هئي ۽ ڪيس ان مان ڪم وٺڻ جو پورو پورو ڍنگ هو. گراهڪن سان ڳالهائڻ مهل هن جو هٿ پنيءَ وٽ پهچي ويندو هو، چولي ڪجهہ ٻري تي ويندي هئس، جسماني خم واضح تي ويند اهئا ۽ پوءِ وٺندڙ اتان ڪجهہ نہ ڪجهہ وٺڻ تي مجبور هوندو هو. هوءَ پنهنجي ڪاميابيءَ تي نازان هئي، ڪنهن وٽ ٻہ تہ سندس جيترو وڪرو نہ ٿيندو هو.

ڪڏهن ڪڏهن هوءَ خيالي دنيا وسائيندي هئي. سوچون ورائيندڻيون هئس. اڄ ٻہ اها ئي حالت هئس، ان حالت ۾ رڪمي هن کي هوش ۾ آڻيندي هئي، پر هوءَ مجال جو مڙي. ان ڏينهن وڪرو ٻہ گهٽ ٿيندو هئس ۽ گهر وڃي رڪميءَ جا ڳالهائڻ ٻہ ٻڌندي هئي. بازار ۾ اهو ٽڪرو هنن جو هو. ڪوبہ گراهڪ اندر ايندو هو ءِ اتان لنگهندو هو تہ هو ان کي گڏجي پڪاريندڻيون هيون. ان ۾ هوءَ سدائين ڪٽي ويندي هئي.

ڪجهہ ڏينهن ڪان وٺي هن محسوس ڪيو هو تہ هن وٽ گراهڪ هائي گهٽ پئي آيا. ڪجهہ ڏينهن ڪان قبيلي جي نئين ڇوڪريءَ جو هٿ ڏاڍو هليو هو. سندن قبيلي ۾ رواج هو تہ ڇوڪري گهٽ ۾ گهٽ پندرهن سالن جي ٿئي تہ پوءِ بازار ۾ وڃي وڪر وڪڻي. رمنا ٻہ پندرهن ورهيہ، هن سال ئي ٽپيا هئا. هوءَ حسين نہ هئي، پر سندس ڳالهائڻ، نقش، ۽ بدن ڀرپور هئا. نندريءَ کي الائي ڇو هن ڪان

خوف ايندو هو.

هوءَ وري سڌي ٿي ويٺي. ڪيترا ئي گراهڪ لنگهيا پئي. ٻيون هن کي ڪيڏي ڪيڏي مهل سڏ ڪري رهيون هيون. هوءَ به سڏڻ لڳي.

"او بابو، او سائين، چوڙيون ڪپنو، ڪڙا ڪريد ڪندا."

اڄ نه جڻ ڪو هن ڏانهن آيو ئي نه پئي. هن جي ڪنن ۾ رمنا جا لفظ لهي آيا. اڄان ڪالهه ئي نه وڪري تي سندن جهيڙو ٿيو هو. هوءَ ان ڳالهه کي برداشت نه پئي ڪري سگهي ته ڪا ڪالهوڪي ڇوري، ڪانئس وڏي وڃي. هن ڳوٺ وڃي رمنا کي الائي ڇا ڇا چيو هو، جنڊن مان جهلي لوڏا ڏئي دڙڪا ڏنا هئائينس. رمنا صرف هڪ جملو چيو هئيس.

"نندري، وڙهين ڇو ٿي؟ مون توکي ڇا ڪيو؟"

۽ ان مهل سڀ هن جي ڪڍ پئجي ويون. خود رڪميءَ به رمنا جو پاسو ڪنيو هو.

"تو کي رمنا ڇا ڪيو نندري؟ هن ته پاڻ لاءِ ڪمايو، توکي ته ڪونه ڇيائين ڪجهه."

هوءَ چپ ٿي وئي هئي. ڪجهي به ڇا ها. ۽ پوءِ صبح جو ڪم تي ايندي رمنا هن کي ويجهو اچي چيو هو.

"تون هاڻي ڪلاس ٿي وئي آهين نندري، سڦا ڪلاس" هاڻي تنهنجي ڪمائڻ جا ڏينهن ناهن. تو کي جيڪي ڪمائڻو هو، تو ڪمايو، هاڻي منهنجو ٽيم آ. مون کي به ڪمائڻ جو ڍنگ اچي ٿو.

نندري ڪجهه به ڪجي نه سگهي هئي. ڪجهه لمحن لاءِ جڻ ڏڪڻي وٺي وئي هجيس. هن پنهنجو پر پور جائزو ورتو هو ۽ محسوس ٿيو هئس ته سندس وجود مان جواني نڪري وئي هئي. هوءَ اڃا به جوان هئي، پر سندس مقابلو رمنا سان نٿي ٿي سگهيو.

هن رمنا جون ٽوڪون ٻڌي، ڪجهه سوچڻ نه ٿي گهريو. مساڳ ۽ ٻيون شيون گهٽيون واپرائڻ شروع ڪيون هئائين. رمنا وري به هن تي ڪلندي هئي، زهر پري مرڪ. پر هن هار نه ٿي مڃي.

"نندري، ڊگهيون سيون اٿئي، سوڙ کي سبڻ واريون." هن ڪان ڪنهن پڇيو. هوءَ وري چرڪي پئي. ڏنائين،. سامهون روشن بينو هو. هو سندس چاتل

سچاتل گراهڪ هو. هن مرڪندي انڪار ڪيو.

”نہ. ڪونهن. پر ترس يلا، مان پچان ٿي.“

هن رڪميءَ کي سڏ ڪيو. هوئنئن ائين ئي ٿيندو هو، هن وٽ جيڪڏهن ڪا شيءِ نہ هوندي هئي تہ هوءَ ان کي ٻين کان وٺي گهرائي ڏيندي هئي.

”او بابو، ڇا کپئي؟ مون وٽ اچ.“

روشن ان بازار جو پراڻو گراهڪ هو. سدائين ننڌريءَ کان سامان وٺندو هو. ننڌريءَ کي پڪ هئي تہ هو ڪيڏانهن نہ ويندو. هن رڪميءَ کان سيون گهريون.

”رڪمي، ڊگهيون سيون تہ ڏي.“

”هتان اچي کڻي وڃ.“

هوءَ اتي سيون کڻي موٽي تہ روشن اتي ڪونہ هو. هن ڏٺو، پريان رمنا روشن کي سيون ڏئي رهي هئي. اهو ئي ساڳيو نمونو، اهو ساڳيوئي ئي بدن جو خم، ڪليل سينو، چلڪندڙ حسن ۽ الائي ڇا ڇا. روشن، رمنا سان مرڪي ڳالهائي رهيو هو. هوءَ بہ ڳالهائيندي رهي.

گراهڪ جي وڃڻ کان پوءِ هن ٺوڪ طور ننڌريءَ ڏانهن ڏسي، ڪنڌ ٿيري ڇڏيو.

ننڌريءَ جي اندر ۾ ڇڻ ڪا شيءِ ٽٽي پئي هجي. هن کان ڄڻ اهو سڄو فن وسري ويو. هن جي دل چيو رمنا کي ڄنڊن کان جهلي ڪا مار ڪڍي، پر هوءَ اتي ئي ماٺ ڪري ويهي رهي. اکيون پرجي آيون هئس. هن کي لڳو، ڄڻ هوءَ هارائجي وئي هجي.

هٿ وڌائي پنهنجي چوليءَ کي پنيان سوڙهو ڪري بدن ڍڪي ڇڏيائين. سامهون ڪيترا ئي گراهڪ پئي آيا. هن بہ ٻين وانگر سڏڻ شروع ڪيو. سڏ ڪندي هن کي محسوس ٿيو، ڄڻ سندس آواز بدلجي ويو هجي.

# جھونا مارڪيٽ ۾ ٻه جھونا ماڻهو

هو بزار مان لنگهي رهيو آهي. چئن ئي طرفن غور سان ٿو ڏسي. اڳيان، پويان، ساڄي ۽ کابي. هن کي اڄڪلهه جو ”سستو مال“ وٺيوآهي ۽ ان مقصد لاءِ ئي هو هر هڪ گاڏي ڏانهن ڌيان سان ٿو ڏسي. بازار ۾ ڏاڍو گوڙ آهي، خاص طور تي گاڏن وارا ته ڪاڪڙو پيا ڪاڙين. هو شور کي پسند نه ڪرڻ جي باوجود به هلڻ تي مجبور آهي. ڪيس پٽس لاءِ ڪجهه ريڊي ميڊ قميصون ۽ امريڪن جين جون ڪجهه پئنٽون وٺڻيون آهن. عام دڪانن تي ته اهي هزارن ۾ ڳالهائينديون آهن، پر جھونا مارڪيٽ جي گاڏن تي اهي سستيون مليو وڃن. هو واچ ڏسي ٿو: ”پوڻا ٻارنهن ٿيا آهن. خير مون وٽ ته ڪافي ٽائيم آهي، آرام سان ڏسندو هلان ڪهڙي ٽڪر اٿم.“

هو گاڏن کي تاڙيندو اڳتي وڌي ٿو. ڪيڏيءَ ڪيڏيءَ مهل ڪنهن ڪنهن گاڏي تي، جيڪڏهن ڪا جهلڪ نظر اچيس ٿي ته ان کي وڃي ڦقولي ٿو، پر وري پسند جي شيءِ نه ملڻ تي مايوس ٿي اڳتي ٿو وڌي.

هو پڪي عمر جو آهي. لونڊڙين وٽان اڇا وار، مٿي جي ڪارن وارن لاءِ چغلي کائي رهيا آهن ته هن ڪيس ڪيو آهي. نقش هلڪا ۽ رنگ سانورو اٿس، هو هڪ عام مرد آهي. دل ئي دل ۾ چور ٿو پائني ”جيڪڏهن هتي ڪو واقفڪار ڪنهن گاڏي تي قميصون ڦقوليندي ڏسي ورتو ته ڇا چوندس؟“

پر وري پاڻ کي مطمئن ٿو ڪري ”ڇا وري ڇا چوندس. ٻڌائيندوسانس ته ان گاڏي تي ڪلهه منهنجو پٽ پئسا ڪيرائي ويو هو، سي ڪٺڻ آيو هئس. پر اڄڪلهه گاڏن تي ڪير ٿو پئسا ڪيرائيندو وتي. مون کي ڪو مضبوط بهانو ڳولڻ گهرجي. پر مان بهانا ڇو ڳوليان. ڪنهن ڏسي ورتو ته به پئي ڏيئي بيهندس ٻيو ڇا؟“

هو ڪلها جهٽڪي بيفڪرن وانگر هلڻ ٿو لڳي. وري سوچون ذهن ۾ ٽپي پونس ٿيون: ”ڪنهن کي خبر ته ڪونه پوندي ته ڪو مان جھونا مارڪيٽ ۾ قميصون وٺڻ آيو هوس. پر ڪنهن کي ڪهڙي خبر ته مان هتي ڇو آيو آهيان. پوءِ مان ڇوٽو شڪ ڪيان ته ڪو مون تي ڪلندو.“

هو خيالن کي جهٽڪي هڪ گاڏي تي پيل قميص کي هٿ ۾ جهلي هن

جي ٽڪن وغيره کي جاچڻ ٿو لڳي. گاڏي وارو ڇوڪرو هن کي ڏسي، هوڪن ۾ واڏارو ٿو ڪري ڇڻ هن کي انتظار ٿي هن جو هو.

"انگريزي مال، ڀريون ڀيرو. سڻو جو مال ٿي ٿي رييا."

هو هڪ ٻه قميصون اٿلائي پٿلائي مس ٿو ته ڪيس ڪلهن تي ڪنهن جو هٿ ٿو محسوس ٿئي. ڇرڪي پويان ڏسي ٿو. ڪو همراه سڏيس پيو، "مريد صاحب."

هو مڙي ڏسي ٿو، غلام حسين بيٺو هو.

"غلامون تون، تون هتي ڪيئن." هو ڪکو وکو ٿي غلامڻءَ سان ملي ٿو. دل ئي دل ۾ سوچي ٿو، هن کي به هينئر ۽ هتي ئي ملڻو هو.

"بس سائين روزگار لاءِ بيٺل آهيان، هي گاڏڙو منهنجو ئي آهي."

هو واتڙو ٿي ٿو وڃي.

"تنهنجو آهي." پڇيس ٿو.

"ها سائين جڏهن توهان جي بدلي ٿي وئي هئي ته پوءِ مان به رٽائر ٿي ويو هوس، هاڻي هي ڌنڌو ڪندو آهيان."

"ڏادو سٺو. ڏادو سٺو." هو دل ئي دل ۾ کسڪڻ جي سوچ ٿو ڪري.

"سائين ٻلا ٻار وغيره خوش آهن."

"ها، بلڪل نيڪ آهن. تون ٻڌاءِ وقت ڪيئن پيو گذري." هو نه چاهڻ جي باوجود به پڇي ٿو.

"مڙئي الله جو شڪر آهي. توهان ڪيڏانهن پئي ويؤ؟"

"اتي ئي مڙئي ڪجهه..... شيونگ ڪريم وغيره وٺڻ آيو هئس، هتان لنگهيس ته گاڏي تي نظر پيم، الاءِ ڇو دل چيو ته هٿ لائي ڏنم."

"ساڳي ڳالهه آهي سائين، جيڪا شيءِ وٺيو سا ڪٺو. توهان جو پنهنجو گاڏو آهي."

"خدا نه ڪري جو مان گاڏو هلايان." هو دل ئي دل ۾ ٻجان ٿو کائي.

ڪجهه دير ترسي هن چيو، "چڱو مان هلان."

"ائين ڪيئن سائين، چانهه ڇڪو ته پيئو."

"نه نه، مان هلان ٿو." هو کسڪڻ ٿو چاهي، سوچي ٿو؛ هون..... هن کي خيال به هاڻي آيو ته چانهه جي صلاح به ڪبي آهي. مان بلڪل ڪونه پيئندس.

"نه سائين ترسو ته، مس مس ته اسان غريبن وٽ آيا آهيو."

غلامڻءَ هن کي منٿون ڪندي، هوڪا ڏيندڙ ڇوڪري کي پاڻ ڏانهن سڏيو. "ڇورا، اها چانهه ته وٺي اچ، صاحب لاءِ، بلڪل مسڪيدار" ۽ پوءِ هن کي

ڏسندي چيائين "منهنجو پٽ آهي صاحب، ڏنڊي تي لڳايو اٿم، هونئن نوڪريءَ ۾ ڇا ٿو ملي."
"ها، بلڪل."
"هڪڙي." چوڪري ٻيءَ ڪان پڇي ٿو.
"ها، بابا هڪڙي، هڪڙي." غلامون پٽ کي چڙبي ٿو. چوڪر ڇانهن وٺڻ هليو ٿو وڃي. غلامون ساٿس ڳالهائيندو بہ رهي ٿو تہ وچ ۾ هوڪا بہ ڏيندو ٿو رهي. ڪيس عجب ٿو لڳي.
"سائين معاف ڪجو، رڙيون نہ ڪيون تہ ڏنڊو ئي نہ هلي."
غلامون بہ ڄڻ محسوس ڪري ٿو وٺي تہ صاحب کي ڳالهہ نٿي وڻي.
"سائين، اوهان هن ٿلهي تي ٽي ويهو، توهان جي لائق تہ نہ آهي پر......"
هو ڇٽن ئي طرفن ڏسندي پاڻ ڪکو وکو ٿو ٿئي. ڪيس هاڻي ماڻهن جون نظرون عجيب ٿيون لڳن، ڄڻ هو ڪيس هڪ گاڏي واري جي ڇانهن پيئڻ تي ٽوڪون ڪندا هجن، هو چپ ٿي پاسي واري ٿلهي تي وڃي ويهي ٿو. غلامون هن جي طبيعت کان واقف هو، هن، هن کي ڪجهہ بہ ڪونہ چيو، وري پاڻ هوڪا ڏيڻ لڳو، "ٽي رپيا، ٽي رپيا ولايتي مال ٽي رپيا"
بازار ۾ چڱي رش هئي. غلامونءَ جو گاڏو ماڻهن سان ڀريو پيو هو. مريد پاڻ کي الائي ڪيئن محسوس ڪرڻ لڳو.
غلامون هوڪا ڏيندي، ڪڏهن ڪڏهن هن ڏانهن ڏسي مرڪي ٿو، جواب ۾ هن کي بہ مرڪڻو ٿو پوي، اهو مرڪڻ هن کي عذاب ٿو لڳي. ماڻهو ڇا سوچيندا هوندا، هاڻ تہ ڦاٽو آهيان پوءِ ٺٽڪڻ ڪهڙو.
هو اکيون پوري سوچن ۾ گم ٿي ٿو وڃي.
ڪافي عرصو اڳ هو هڪ آفيس ۾ هيڊ ڪلارڪ هو. هن جا ماتحت ڪلارڪ ۽ هو ماڻهن کان "خرچي" وٺڻ ۾ ڪابہ "ڪفايت" ڪونہ ڪندا هئا. غلام حسين هن جي سيڪشن جو پٽيوالو هو، جيڪو پڻ هنن جو حال ياٺي هو. هن سيني ڪلارڪن کي ڇٽي پنهنجا Percent مقرر ڪري ڇڏيا هئا. هو پاڻ بہ غلامونءَ جي سفارش ڪندو هو نہ تہ ڇا ڪري، هن جي وٺڻ مهل غلامون ڄڻ سر تي بيٺو هجي. گهميو ڦريو پيو هن جي ٽيبل تي ايندو هو، "مريد صاحب، ڇانهن تہ نہ ڪبي، مريد صاحب هيئنڻ، صاحب هونئن." پوءِ مجبور ٿي هن کي چوٽو پوندو هو، "هن در تي بيٺل پٽيوالي کي بہ مڙئي پنج رپيا ڪن ڏئي ڇڏجو، صاحب وٽ فائل کڻي ايندو ويندو آهي."
۽ غلامون اهو ٻڌي اتان کسڪي ويندو هو، هو بيٺو تہ در تي هوندو هو پر

سندس ٽيڏي اک ڪلارڪ جي هٽن تي ۽ ڪن هن جي ڳالهائڻ تي هوندا هئا تہ هيُ ڪبوتر ڪي منهنجي سفارش ڪري ٿو يا نہ.

هو عام طور تي پنهنجن گراهڪن کي ڪبوتر چوندا هئا ۽ جنهن مهل اهو ڪبوتر پنهنجو ڪم ڪرائي اڏامڻ لاءِ در وٽ ايندو هو تہ غلامون ويجهو اچي هن کي سلام ڪندو هو. "صاحب، سلام."

ان سلام ڪرڻ مهل هن جي اکين ۾ عجيب روشني هوندي هئي ۽ چپن تي عجيب مرڪ ۽ ڪبوتر جڏهن هن کي ڪجهہ ڏئي اڳتي وڌندو هو تہ غلامون هن کي سليوٽ ڪندو هو.

هن جا سليوٽ صرف ڪبوترن لاءِ هوندا هئا. ڪلارڪن کي هو سنڌي سلام ڪندو هو يعني فقط سلام عليڪم" چوندو هو ۽ ان مان "صاحب" لفظ ڪڏهن ڇڏيندو هو. مريد کي ڪبوترن تي ڏاڍي ڪل ايندي هئي، خاص طور تي جڏهن هو ڪلارڪن کي ڏيڻ کان پوءِ غلامونءَ کي ڪجهہ ڏيندا هئا. پنج ڏهہ رپيا تہ ڳالهہ ڪانہ هئي پر هن جي منهن تي عجيب رنگ هوندو هو. الاءَ ڦرڻ جو الاءِ ان ڦر سبب هٽ ايندڙ ڪمائيءَ جو.

"سائين چانهہ." غلامونءَ جو پٽ چانهن جو ڪوپ جهليو بيٺو هو. خيال وڪري وچنس ٿا. هو ڇوڪري کان پڇي ٿو،

"پٽهين ڪونہ پيئندو ڇا؟"

"سائين توهان پيئو، ابي جي چانهن بہ تي ويندي" ان مهل غلامون بہ اچي ويو.

"سائين ٻي وٺبي، توهان پيئو. او ڇورا هوڪو تہ ڏي نہ."

هن پٽ کي ڇڙٻيو ۽ پٽس وري هوڪن ڏيڻ ۾ لڳي ويو.

"ميان غلامون، ڪمائي چڱي ٿيندي آهي؟"

"بس سائين، مڙئي ڪجهہ ، اڳ جيتري تہ نہ بس مڙئي."

"هونئن توهان جا پيا ڪيو؟"

"مان رٽائر ٿي ويو آهيان، هاڻي پنهنجا باغ اٿم. جن جو خيال ڪندو آهيان، مڙئي گذر ٿي ويندو آهي."

"بس سائين الله جا شڪر آهن."

غلامون مرڪڻ لڳو. هن جون نظرون وري گاڏي تي ٽڪڻ لڳيون، سوچڻ لڳو. "هوءَ ڳاڙهي شرٽ ڪهڙي نہ سٺي آهي، ڪٿي وٺان پر غلامون جا چوندو."

غلامون هن جي نظرن کي تاڙي ٿو وٺي. "سائين هي ڏاڍي سٺي قميص اٿو، ڪپيوَ."

"نه نه، مان هي ڪپڙا ڪونه پائيندو آهيان."

هن ٿڪو ٿڪو مرڪيو. "مڙني ان جو رنگ سٺو هو ان ڪري پئي ڏٺم."

ڪنڌ هٺي پاسي ورائي چانهه جا جلدي ڍڪ ڀرڻ ٿو لڳي. پاسي ڪان ٿورو پريرو هڪ آئينن جو دڪان آهي، ماڻهو هن جي ير واري دڪان وٽ لنگهندي آئيني ۾ پنهنجي شڪل ضرور ٿا ڏسن. "هون" نه ڏسن ته ڇا ٿي پوين. هو عجيب ٿو يانئي. چانهه جلدي ختم ڪري هن چيو. "چڱو مان هلان ٿو."

"يلي سائين پر پيرو نه پڄجو."

"چڱو." هن موڪلايو.

"سلام صاحب."

غلامونءَ هن کي جهڪي سلام ڪيو، سلام ڪرڻ مهل مريد کي هن جون اکيون ۽ چپ ساڳي مرڪ مرڪندي نظر آيا. ڪبوتر کي ڏسڻ واري مرڪ، نظرن جي مرڪ، چپن جي مرڪ ۾ ڪجهه گهرڻ جي پراڻي تمنا. مريد چرڪي پيو.

گهڻو ڪجهه سمجهي ويو ڪيسي ۾ هٿ وجهي، ٻه ٽي رپيا ڪڍي غلامونءَ ڏانهن وڌايائين.

"نه سائين، نه مون خرچي وٺڻ بلڪل ڇڏي ڏني آهي."

"اچي رک، هان وٺ." هو زور ٿو ڪري.

"نه سائين بلڪل نه." غلامون انڪار ٿو ڪري، مريد وڌي اهي پئسا زبردستي هن جي ڪيسي ۾ وجهي ٿو ڇڏي.

"ڪائي ڳالهه ڪانهي. چڱو مان هلان ٿو. مولا مالڪ."

هن هلڻ چاهيو ته پويان ڪڙڪو ٿو ٻڌي، مڙي ڏٺائين ته غلامون فوجين وانگر پير ملايو بيٺو هو، هن جيئن ئي مڙي ڏٺو ته هن پير کي زور سان زمين تان کنيو ۽ مرڪندي هن ڏانهن ڏسي سليوٽ ڪيو.

هو اڳتي وڌي ويو، سامهون اوچتو آئينن وارو دڪان اچي ويس. هو نه چاهڻ جي باوجود به آئينن ۾ ڏسي ٿو. سندس منهن الاءِ ڪهڙي احساس سان پُر آهي، هن کي پنهنجو منهن اوپرو ٿو لڳي، ڄڻ اهو ڪنهن ڪبوتر جو هجي. هن کي ائين ٿو لڳي ڄڻ هن جي اندر وارو هيڊ ڪلارڪ هن تي کلندو هجي.

# سوچون، بند مٺ ۾ ڪاري پٽنٽ وارو

هو ٽڪڙو ٽڪڙو پليٽن کي پالٽيءَ جي بالٽيءَ مان ٻوڙي، اڌ هٽريو ڪري، پاسي کان رکندو پئي ويو. پٽس گاڏي کي آهستي آهستي ڌڪڻ شروع ڪيو. هنن گاڏو اسڪول جي حدن ۾ آندو. ان وچ ۾ هو برابر گاڏي سان گڏوگڏ هلندي پليٽون ڌوئيندو رهيو. ٻيا گاڏي وارا به هنن سان گڏ هلندا اندر آيا. هر ڪنهن لاءِ جڳهه مقرر هئي. هنن به پنهنجو گاڏو، پنهنجي جڳهه تي بيهاريو، رسيس ٿيڻ ۾ ڪجهه منٽن جي نه دير هئي.

هن جو پيءُ اوٻاريل پٽاٽن جا ٽڪر ڪرڻ لڳو. هو به ننڍڙين پلاسٽڪ جي گينديُن ۾، گاڏڙي جي هيٺئين خاني ۾ رکيل لفافن مان لوڻ، ڪٽيل ڪارا مرچ ۽ ڪٽاڻ وجهڻ لڳو. پٽس هن ڏانهن ڪرڙين نگاهن سان ڏٺو، ڪيس شايد اڄ پٽ جا انداز مختلف نظر اچي رهيا هئا. هو ماٺ ڪري ڪنڌ جهڪائي پنهنجي ڪم ڪي لڳو رهيو.

هو اڃان نوجوان ٿي رهيو آهي. چوڏهن پندرهن سالن جي وهي ڪن ڪن لاءِ وچولي هوندي آهي، هو جوان هوندا به آهن ته ذهني طور ٻالڪپڻ اندر ٽپ پيو ڏيندو اٿس. هو به ان ٿهيءَ مان آهي. هڪ چولن واري جي پٽ هجڻ جي ڪري هو پڙهي نه سگهيو آهي. بقول سندس پيءُ جي "پڙهڻ ۾ هڪ آفيسر ڪرسيءَ تي ويهي جيتري ڪاري ڪمائي ڪري ٿو، اسان محنت ڪري هن کان ٻيڻو ڪمائي ٿا سگهون." ۽ شايد ان مقصد جي ڪري ئي ڪيس پٽس نه پڙهايو هو.

هن جا هٿ ڊرا ٿين ٿا ته پٽس سڏ ٿو ڪريس.

"اڙي رڌ، وري ڇا ٿيو هٿ جلد هلاءِ. رسيس ۾ ڪو، ڪوهن جي مسافري آ ڇا."

هو تيزيءَ سان مصالحي جون گينديون ڪيي، ابريل پٽاٽن جي ڪاٽ جي پرسان ٿو رکي. هٿن کي ڳاڙهي ڪپڙي سان صاف ڪري، هيٺ رکيل برف مان ٽڪر ڪپي مٺ ۾ ٿو وجهي. جاڻ ٻار ۽ چوڪرا آيا، جاڻ چولن کائڻ کان پوءِ پالٽيءَ لاءِ پڳا.

ان وچ ۾ خيال ٿو اچيس ”اڄ هوءَ بہ تہ آئي هوندي. جي آئي هوندي تہ پڪ چولا وٺڻ لاءِ پٽيوالو موڪليندي. اڄ مان بہ پٽيوالي کي ڪونہ ڏيندس. هونئن، ابو روز پٽيوالي کي پليٽون ڏيندو آ. اڄ مان پاڻ کڻي ويندس.“

هو دل ۾ هن سان ملڻ جو احساس ڄاڻي خوش ٿو ٿئي.

هو هن اسڪول جي پرائمري سيڪشن جي ماسترياڻي هئي، سندس حسن سڄي اسڪول ۾ مشهور هو. هرڪو ماڻهو هن جي راهن ۾ ڇڻ اکيون وڇائيندو هو. خود بہ ان راز کان چڱي طرح واقفيت جي ڪري، هن جي هلڻي چلڻي، ناز ۽ انداز سان پرپل هوندي هئي.

هوءَ روز هنن کان چولن جون پليٽون گهرائيندو هئي، اهي ٽي پليٽون هوءَ ۽ هن جون بہ ساهيڙيون سامهون وراندي ۾ ويهي کائيندون هيون. هرڪو ايندڙ ويندڙ شايد حسن جي تپش هجڻ جي ڪري مجبور ٿي اتي ويهي رهندو هو. هوءَ بہ ڏاڍي ناز انداز سان چولا کائيندي هئي ۽ رسيس ختم ٿيڻ مهل ڪوبہ پٽيوالو، نصروءَ وارن کي خالي پليٽون ۽ پئسا ڏئي ويندو هو.

”نصرو“ پٽس کيس سڏي ٿو.

”جي بابا.“

”اڄ تہ يارنهن بہ ٿي ويا، پر رسيس اڃان ڪونہ ٿي آ!“

”الاءِ بابا.“ هو وراڻي ٿو.

سوچي ٿو يارنهن بہ ٿي ويا، وقت ڪيئن نہ ٿو اڏامندو وڃي. اڄ تہ ڄڻ جهٽ يارنهن ٿي ويا ها، اڄ مون کي هن کان پڇڻو جو آهي، مان......

هن جا خيال وکري وڃن ٿا. پٽس پاسي کان لنگهندڙ پٽيوالي کان پڇي ٿو.

”علي احمد، رسيس ڪانئين بجي ٿيندي، يارنهن تہ ٿي ويا.“

”بس مڙئي ڪجهہ منٽ دير ٿيس. وڏو صاحب راؤنڊ تي نڪتو آهي نہ، سو پاڻ واري صاحب سان گڏ ڪلاسن جي چيڪنگ پيو ڪري. ڪري وٺي تہ رسيس شروع.“

هو اهو وراڻي تکو تکو اسڪول ڏانهن هليو ٿو وڃي. نصرو جو پيءُ ٽماٽن کي گول چلن وانگر ڪپڻ ٿو شروع ڪري. نصرو پاڻ ماٺ ڪري ڏاکڻ تي ويهي ٿو رهي.

خيال وري اچي گهيرو ڪنس ٿا. ”اڄ نہ هوءَ، چولا ڪائيندي تہ مان

چوندومانس، مون کي توهان سان هڪڙي ڳالهه ڪرڻي آهي. هوءَ چوندي:
”ڪهڙي؟...... چؤ.“ ۽ پوءِ مان هن کي سچي ڳالهه ڪري ٻڌائيندس، پوءِ ته
الائي ڇا چئي. الائي هن کي ڳالهه وڻندي الائي نه. ڪٿي ماريندي ته ڪونه. نه نه
ماريندي..... هوءَ ايتري نازڪڙي ته آهي، ڪيئن ڪنهن تي هٿ کڻندي. مان هن
کي وڻندس؟.... چو نه وڻندس اڃي جوان ٿيو آهيان. رنگ به پورو اٿم. ڪپڙا ميرا
آهن ته ڇا ٿيو. اوٺئين ابي جي ڳالهه وانگر ڪمائي ته هن کان گهڻي اٿئون. پوءِ مان
هن سان شادي....“ ذهن تي پيءُ جو ڪافي اثر اٿس. ننڍڙي هوندي کان ئي پيءُ
سان گڏ ان ڏنڌي تي لڳل آ.

ان مهل رسيس جي گهنٽي ٿي لڳي. مختلف ٻارڙا، ڊوڙندا ٻاهر نڪرن ٿا.
وڏا وڏا شاگرد به آهستي آهستي ميڙ ڪندا ٿا وڃن. هن جو پيءُ اتي ئو بيهي رهي.
هو الائي ڪيڏيءَ مهل اسٽول تي چڙهي وينو هو. نصرو پاڻ به جلدي جلدي
پليٽون ٺاهڻ شروع ڪري. ڪنهن کي گول گپا ته ڪنهن کي چولا. هو هڻ
هٿان ٻه لڳي ئو وڃي. پٽس طبعيت جو مانيٺو آ. گهڻو ڪونه ئو ڳالهائي، هن کي
ئي سچي جهڳي هٿئي تي پوي. ٻارن کي پاسي ڪرڻ، ٽيڙن جو خيال رکڻ. سيني
خفن جي باوجود به هن جو ذهن پرائمري اسڪول ڏانهن لڳو ئو رهي. ڪيڏيءَ
مهل تي هوءَ نڪري، ڪيڏيءَ مهل چولا گهرائيندي ۽ ڪيڏي مهل.....

اوچتو ڪو ٻار هُن کان شيءِ گهرن لاءِ چولي جي ٻانهن کي ڇڪيس ئو.
هن جي هٿن ۾ پريل گول گپن جي پليٽ ابتي ٿي تي وڃي. چاٽ جو پاڻي هن جي
چولي کي رنگين ڪري ئو ڇڏي. ٻارڙو پيجي ئو وڃي.

سوچي ئو ”هاڻي ڪيئن ويندس. اڄ ڪٿي نه ئو وڃان. نه نه، اڄ ضرور
ويندو سانس. مس مس ته ارادا......“

ان مهل، پٽس ڪيس ٻيون ڪجهه پليٽون ٺاهڻ لاءِ ئو چئي. هو اجا گول
گپن واري ڪاري ۾ هٿ تي ئو وجهي ته پريان هوءَ به اچي تي بيهي رهي. ساڳيون
ٻه ساهيڙيون گڏ اٿس.

ان مهل، هڪ پٽيوالو هنن ڏانهن تکو تکو ئو اچي.

”نصرو، بي بيءَ وارن لاءِ پليٽون ٺاهي؟“

”نه، تون هل مان ٺاهي ئو پهچايان.“

”ها، اڄ هنن پاڻ چيو آ ته نصروءَ کي چئو ته پليٽون پاڻ پهچائي وڃي“ هو
چئي هليو ئو وڃي.

نصرو دل ئي دل ۾ خوش ٿيڻ ٿو لڳي. "اڄ هن خود مون کي سڏايو آهي، واهہ قادر واهہ جون سٽايون ڪيٿي."

هو جلدي جلدي پليٽون ٺاهڻ ٿو لڳي. اهي ٺاهي، پيءُ کي ڇٽي هو هن ڏانهن هليو ٿو اچي. جيڪي پٽ جي پلر وٽ ٽيڪ ڏيون بيٺيون هيون.

"نصرو، اڄ دير ٿي وئي، ڇولن اچڻ ۾؟" هوءَ پڇي ٿي.

"بس بيبي، دير ٿي وئي." هو مرڪي ٿو. هن کي ۽ هن جي ساهيڙين کي پليٽون ٿو ڏئي. هٿ ڏڪندي ٿا محسوس ٿينس،؛ دل ۾ هورا ڪورا اٿس. "ڪيئن چوان، ڇا چوان. هينئر تہ هو بہ بيٺيون اٿس."

ان مهل، هن جون ساهيڙيون هن کي ٺونٺ ٿيون هڻن "اٺي ڇٺينس."

"چوانس."

"ها، ها، ٻڇين ڇو ٿي."

"نصرو، ڳالهہ ٻڌ." هوءَ هن کي سڏي ٿي هو اڳ واري سس پس ٻڌي دل ئي دل ۾ خوس ٿو ٿئي. "الائي مون کي ڇا چوڻو اٿس؟"

"جي" وراڻي ٿو.

"تنهنجو ڇولو، خراب ٿي ويو ڇا" هوءَ هن جي ڇولي ڏانهن اشارو ٿي ڪري.

"ها، مڙئي هڪ ٻار جي ٻانهن لڳڻ ڪري ڇاٽ هارجي وئي هئي" هو ڪنڌ جهڪائي ٿو چڏي. "قسم سان مان تہ صاف سٿرو رهندو آهيان."

هوءَ ٻڌتر ۾ آهي. ڪجهہ چوڻ چاهيندي بہ ڇٽي نہ ٿي سگهي.

ان مهل هن جي هڪ ساهيڙي نصروءَ کي ڇٽي ٿي.

"ٻڌ، تو ۾ هڪڙو ڪم آهي."

"ڪهڙو؟" هو اڳتي وڌي ٿو اچي. آلائي ڇا چوي.

ان مهل هوءَ ٿي اڳتي وڌي اچي "نصرو."

وري بہ ٻڌتر ۾ آهي.

"بي بي چوءِ مان هرڪو ڪم ڪندس."

هو دل ئي دل ۾ خوش ٿو ٿئي. پڪ ڪو ڪم چوندي ۽ مان ڪندس تہ ڪيتري نہ خوش ٿيندي. ان مهل هو اڳيان وڌي بند مٺ ڪولي ٿي.

"نصرو، هي سامهون بيٺل ڪاري پٽنٽ واري کي ڏئي اچ. شابس اهو هڪڙو ئي ڪم آهي تو ۾."

هو مٿ ۾ غور سان تو ڏسي. هڪڙو ڳاڙهو لفافو هيٺو ٽيٽو ٿيو پيو آهي. اندر ۾ الائي ڇا تو ٿئيس. اکيون پرجي ٿيون اچنس. هو نڙي وٽ الائي ڇا تو محسوس ڪري.

"ڇو، ڪم ڪونہ ڪندين؟" هوءَ هن کان پڇي ٿي. اکين ۾ وري بہ اميد اٿس تہ هو هي ڪم ڪندو.

هو ڪجهہ لمحن لاءِ اکين ٿي ڪنڌ جهڪائي بيٺو آ. سڏڪن کي روڪڻ جي ڀرپور ڪوشش پيو ڪري.

هوءَ پريشان ٿي وئي.

"ڪندس بيبي، حاضر." هو ڪنڌ جهڪيل ئي تو رکي، مٿي نہ تو ڪڻڻ چاهي. هن جو هٿ اکين ئي وڌيل آ. نصرو چٺن ئي طرفن ڏسي، ڪنهن کي بہ پاڻ ڏانهن نہ ڏسندو ڏسي، چپ چاپ خط وٺي ڪاري پٽنٽ واري ڏانهن وڌڻ تو لڳي.

# ٻارن جو عالمي سال

اوچتو ڇت ۾ ڏسندي مون کي محسوس ٿيو تہ ڪو ڪتي جي ڪنڌ کي پاڻ ڏانهن سيري پيو. مون ڇت تان نظرون هٽائي اوڏانهن ڏٺو. منوُن اکين مان پڇيون ڪيندي، مون ڏانهن ڏسي رهيو هو.

دل ۾ پڪ ڪا هورا کورا هئس، ڪجھ پڇڻ ٿي چاهيائين.

مون پڇيو: "ڪا ڳالھ آهي منون؟"

"نہ" هن پاسو ورايو.

"صبح ساڻ ننڊ ڦٽي وئي اٿئي ڇا؟"

"نہ"

"اڄ تہ ننڊ ڪر. اسان غريبن لاءِ هڪڙو موڪل جو ڏينهن ئي ننڊن ڪرڻ لاءِ هوندو آهي، تون ۽ مان ان ڏينهن واندا جو هوندا آهيون. نہ توکي ڪجھ وڻٺو هوندو آهي ۽ نہ وري مان ئي توکي ڪجھ وٺي ڏئي سگهندو آهيان. ڪٽي توکي اڄ جو تہ ڏک ڪونہ ٿيو آ تہ اڄ بہ مان سڄو ڏينهن گھر ۾ گذاريندس."

"نہ"

"تہ پوءِ؟"

هو ڪجھ ڪونہ ڪڇيو. ماٺ ڪري ڪتي جو هڪ ڇيڙو ڇڪي منهن تي وجهي ڇڏيائين. مان هن جي طبيعت کان چڱي طرح واقف آهيان، هو منهنجو پٽ آهي، اٺن سالن جو منون مون کي ساهہ کان بہ وڌيڪ پيارو آهي. هر پيءُ ۽ ماءُ کي پنهنجو اولاد پيارو هوندو آهي. اسان زال مڙس بہ رڳو هڪڙو ئي ٻار هٿ ڪري سگھيا آهيون، نہ ٻيو گهرجي تو ۽ نہ ضرورت ئي اٿئون.

جمعي جو ڏينهن اسان لاءِ واندڪائي جو ڏينهن هوندو آهي. ان ڏينهن ڪارخانو بہ بند هوندو آهي ۽ منهنجو هيڪلو پٽ بہ اسڪول ۽ ڪمن ڪارين کان واندو هوندو آهي.

هن وري ڪتي جي ڪنڌ منهن تان پري ڪئي. ڇرپر تي مون بہ ڪنڌ ڪٽي ڏٺو. هو ۽ مان هڪ ئي ڪتي ۾ ويڙهجي سيڙهجي پٽ تي سنل هئاسين. اڄ صبح

جو الائي چو منهنجي ننڊ ڦٽي هئي ۽ هينئر هن کي بہ الائي چو ننڊ نہ پئي آئي.
مون کي ڪجهہ بہ نہ ٿي چيائين. ماٺ ڪري ڇت جي پڳل سرين کي ڏسندو
رهيو. هو منهنجو اولاد آهي، مان سندس نس نس کان واقف آهيان. سمجهي ويس
تہ هو ڪجهہ پڇڻ ٿو چاهي.

"ڪجهہ سمجهڻو اٿئي منون."

"نہ بابا."

"تہ مون کي ڪجهہ سمجهائيندين يلا."

"ڇا سمجهايانءِ." هن وڏڙن وانگر پڇيو.

"سمجهائيءَ کان سواءِ ٻيو سڀ ڪجهہ سمجهاءِ" هن کي ڪلائڻ چاهيم.
هو الائي چو اداس هو.

"مان راتوڪي پڪوڙن جي ويڙهيل پنيءَ تي غور ڪري رهيو آهيان،"

هن ڪٽي هيٺان پڪوڙيل هٿ ٻاهر ڪڍيو. هٿ ۾ رات ڪاڌل پڪوڙن
ويڙهيل ڪاغذ هئس.

جمعي جي رات مان، منهنجي زال ۽ منهنجو پٽ سياڳي رات ڪري
ملهائيندا آهيون. اُن رات اسين سوا ريئي ۾ ڪابہ شيءِ خريد ڪري، ڪارخاني
جي سيٺ جي روح کي ختمو بخش ڪري ڪائيندا آهيون. سيٺين جا ڪروڙين
ڪرم آهن، ايترو تہ ڏين ٿا جو هفتي ۾ هڪ گولڊن نائيٽ ٿيو وڃي.

اڄ رات بہ اسان سوا ريئي جا پڪوڙا ڪاڌا هئا ۽ هينئر منون پنهنجي هٿن ۾
پڪوڙن وارو ويڙهيل ڪاغذ جهلي سٽل هو.

"اهو ڪاغذ پڪوڙا ڪائي، هٿ صاف ڪري اڇلائي ڇڏڻ لاءِ هوندو آ
منون. ان تي غور نہ ڪبو آهي. غور ڪرين تہ بصر پٽاٽن تي ڪر. جيڪي اڄ
ڪلهہ مهانگا ٿي ويا آهن."

"مان هن پني جي لکيل خبر تي غور ٿو ڪيان" هن منهنجي ڳالهہ تي
ڪوبہ ڌيان ڪونہ ڏنو.

"اهو پنو سٽيو آهي ۽ اسان غريبن جو معدو سٽيين تحريرن کي هضم
ڪري نہ سگهندو آهي." ڇت جي سرين ۾ ڏسندي چيائين "اڄ کان ٻارن جو
عالمي سال شروع ٿي رهيو آهي."

"هرڪو سال شروعات ۽ آخر تي ٻدل هوندو آ منون، تو ۽ مون جهڙا
انسان ڪٻاڙيءَ جي دڪان تي پراڻن سالن جي آخري ڏينهن جون تصويرون اخبارن

۾ ڏسي، هلندڙ سال جي آخري مهيني ۾ ان جي پڪ ڪندا آهن."

"بابا، منهنجي ڳالهه نه اڏاءِ" هن ڪاوڙ ڪندي چيو. اڪيون ڪجهه ٿمجي آيون هئس.

"مان ڪا شيءِ ڪونه اڏائي سگهندو آهيان. اڏائي سگهان ها ته پوءِ پاڻ ائين پراڻي سرائي جاءِ ۾ نه رهون ها، پوءِ مان Pan Am اڏايان ها ۽ تون ڪنهن به ڪنوينٽ ۾ پڙهين ها، مان تنهنجي ڳالهه ڪيئن اڏائيندس."

مون حد کان وڌيڪ ڳالهائڻ تي چاهيو. سوچيم هن کي عالمي سال تي سوچڻ نه ڏيان. هو آخر به ٻار آهي نيٺ ته عالمي سال تي ٽيندڙ خوشين ۾ حصو وٺڻ تي ضد ڪندو. ان مهل مون لاءِ ڏچو ٽيندو. مان هن کي روڪي نه سگهندس ۽ پوءِ غريب جو ٻار هجڻ جي ڪري هو جڏهن ڏڪارجي ويندو ته سندس دل ٽٽي پوندي. مان ڪيس الائي ڪيترا ڀيرا ميريٽ ۽ امارت ۾ فرق ٻڌائي چڪو آهيان. پر لڳي ٿو هو هن ڀيري ڪونه مڙندو. ضرور ڪٿي نه ڪٿي وچي شريڪ ٽيندو. آخر ته ٻار آهي ۽........

"بابا، هن سال ٻارن کي هر هنڌ ترجيح ڏني ويندي. هو ڪٿي ڪهڙا به هجن هر هنڌ افضل هوندا، ٺيڪ آ نه بابا."

"افضل يا ته عارباٺي آهي يا سومرو...... مان ڪنهن به ٽئين افضل کي ڪونه سڃاڻان."

"بابا، مان عالمي سال تي ٻارن جي اهميت تي ٿو ڳالهايان." هن رڙ ڪئي. چڙ وڌي وئي هئس.

"رڳو وڏن ماڻهن جا ٻار اهميت رکندا آهن منون. غريب جي ٻارن کي اهميت رکڻ جو ڪوبه حق ڪونهي."

"هي سال غريبن کي پنهنجا حق ڏياريندو."

"تون عالم فاضل نه ٿي. اهميت حيثيت سان سنئون سڌو لاڳاپو رکندي آهي. غريب جي ڪهڙي اهميت، جڏهن هو ڪا حيثيت ئي نه ٿو رکي."

"پر، غريب ٻار کي هينئر حيثيت ڏياري ويندي."

"ڪهڙي." مون ڪانئس پڇيو. هو منجهي پيو.

"هر غريب ٻار کي............."

سوچڻ لڳو.

"غريب ۽ امير جو فرق تون چڱي طرح ٿو سمجهين، مان توکي وڌيڪ ڇا

سمجهايان."

هن ڪجهہ نہ ڪڇيو. ماڻ ڪري ڪاغذ جي تحرير کي وري پڙهڻ لڳو. هن سان ڳالهائڻ دوران منهنجا پير ڪٽي کان ٻاهر نڪري ويا هئا. سيءُ ٻي لڳم. مون پير ڇڪي اندر ڪيا. اسان ٻئي گهر ۾ اڪيلا هئاسين. منهنجي زال ڪجهہ ڏينهن لاءِ پنهنجي ماٽن ويل هئي ۽ هتي مان ۽ منهنجو پٽ. پٽ تي ليٽي پيٽي راڪ اٿنڊ رول ڪري رهيا هئاسين. حقيقت ۾ مان بي- اي جي ڊگريءَ هٿ ڪرڻ کان پوءِ بہ هڪ ڪارخاني ۾ ٽائيم ڪيپر آهيان. منهنجو پٽ صبح جو اسڪول پڙهندو آهي ۽ شام جي شفٽ ۾ ننڍڙو دڪان هلائيندو آهي. زماني جي گردشن ايترو تہ قرضي ڪرائي ڇڏيو آهي جو اڃان اڌ قرض بہ مس لٿو آهي. منهنجو پٽ منهنجو صلاحڪار آهي. انن سالن ۾ ٿي هو تمام ذهين آهين. هرڪا ڳالهہ الاءِ ڪيئن ڪوٺي ڪڍي وٺندو آهي.

هو ماڻ ڪري اخبارون پڙهندو رهيو. ڪاني ٽڪر هو. مون کي پڪوڙن واري تي چڙ اچڻ لڳي. سوا ربئي جي پڪوڙن تي ايترو ڪاغذ ويڙهڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي.

اوچتو هن ڪنڌ مٿي ڪندي رڙ ڪئي.

"بابا"

"جي پٽ."

"بابا، مان تقريبن ۾ شريڪ ٿيڻ ٿو گهران؟"

سوچيم آخرڪار ريچڪ ڪنيس نہ. هاڻي ڇا چوانس.

"ڇا ڪندين؟" پڇيم.

"مان مئگزين ۾ ڪهاڻيون لکندس، اخبارن ۾ مقالا لکندس، تقريرون...... ها بابا، مان نيشنل سينٽر ۾ وڃي تقرير بہ ڪندس اتي مذاڪرو آ، ٻيا ٻار بہ ايندا."

"ڀلي وڃي ڪجانءِ پٽ."

دل ۾ چيم هن کي حقيقت ٻڌايان، اهي موقعا رڳو وڏن ماڻهن جي ٻارن لاءِ هوندا آهن، اسان جهڙن ماڻهن جو اولاد وڌ ۾ وڌ نيشنل سينٽر ۾ ڪرسيون سيٽ ڪري سگهي ٿو. ڪيس اسٽيج تي ويهڻ جو ڪهڙو حق!

"بابا، مان ڪهاڻيءَ سان گڏ پنهنجو فوٽو بہ ڏيندس."

هن اکيون ٽمڪايون، منهنجو اندر جهرڻ لڳو. خدايا، غريب جي اولاد کي

تہ گهٽ ۾ گهٽ حقيقت کان واقف ڪري پيدا ڪرين ها، هي هيڏا وڏا سپنا، خواهشون ۽.......

"منهنجا پيءُ" هن وري سڏيو. جڏهن بہ خرچي وغيره وٺڻي هوندي اٿس تہ ائين ئي سڏ ڪندو آهي.

"ٺيڪ آ، نہ"

"ڇا پٽ؟" مون ڪٽي کي پاڻ ڏانهن سيريو.

"اهوئي نيشنل سينٽر ۾ تقرير ڪرڻ. پر..... پر بابا...."

اوچتو هن وري اخبار کنئين.

"هتي تہ لکيو پيو آهي تہ داخلا صرف پاس تي آهي. اها پاس ڪنهن وٽ هوندي؟" هن اخبار پڙهندي پڇيو.

"اها ڊائريڪٽر Issue ڪندو آهي پٽ ۽ صرف ميمبرن لاءِ هوندي آهي."

"پوءِ تون ڇو نہ ٿو ميمبر ٿئين؟"

"مان ٿئين گريڊ جو ٽائيم ڪيپر آهيان ۽ اتي صرف سترهين گريڊ کان پاسون شروع ٿينديون آهن. مون کي پاس نہ ٿي ملي سگهي."

"ڇو نہ ٿي ملي سگهي!" هن غور سان مون ڏانهن ڏٺو.

"بابا، پاس وٺ نہ" هن ضد ڪيو. هيلتائين هن جو سڄو وجود ڪڏهن وساميو پئي تہ ڪڏهن ٻريو پئي. هن سيني ڳالهين کي هن الاءِ ڇو اڇي ڇيڙيو هو.

الاءِ ڇو مون کي چڙ اچي وئي، چڙ‌بندي چيومانس "تون اهي ڪم نہ ٿو ڪري سگهين. منون، نہ تون سينٽر ۾ وڃي سگهين ٿو ۽ نہ وڃي اتي تقرير ڪري ٿو سگهين، تقرير ڪي مخصوص ٻار ڪندي ٿي سنا لڳندا آهن ۽ تون انهن مان ناهين، اسان جهڙا انسان جيڪڏهن تقريرون ڪرڻ ويندا تہ پوءِ دڪان ڪير هلائيندو پٽ؟"

هن ڪجهہ چوڻ لاءِ وات کوليو پر ڪيس شايد ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي وئي هئي. هن پنو اڇلائي ڇڏيو.

ڪجهہ دير سوچي، چيائين "مان ڪوبہ ڪم ڪونہ ڪندس بابا. مان اڄوڪو ڏينهن نند ڪري، سيالي کان پنهنجي ڪم کي لڳي ويندس. عالمي سال ڪهڙو اسان تي منيون پري لٿائيندو، جو اسان پنهنجو پورهيو ڇڏي رلندا وتون."

مون غور سان هن ڏانهن ڏٺو

هن ڇڪي ڪٽي جي ڪنڌ منهن تي رکي ڇڏي.

# ٽڏي جنگ

هن سامهون ڏٺو، ٽڏو ساهہ کڻي، دري جي لوهائين پڙڇ کي ٽيڪ ڏئي ڇڏيائين. سامهون لڳل شيشي مان هوا اندر اچي سندس وارن کي ڊاهي وئي هئي. هن هڪ هٿ سان رئي کي مٿي تي ٺاهيو. بس ۾ ڏاڍو گوڙ هو، ڪجهہ مسافرن جو، ڪجهہ لتا منگيشڪر جي وڄندڙ رڪاڊن جو. هن جو ساهہ منجهڻ لڳو. سامهون ايندڙ هوا، هن کي الاءِ ڪيئن لڳڻ لڳي. هن دريءَ کي بند ڪرڻ لاءِ هٿ وڌايو، پر ۾ وينل ظفر هن ڏانهن جهڪندي پڇيو:

”ڇو هوا نہ ٿي وڻي ڇا–؟!“

”وڻي ٿي.“

هن سنئين سڌي نموني وراڻيو. هيستائين ڪوشش ڪري هر ڳالهہ جي جواب ۾ ٿوريءَ مرڪ جو ڳانڍاپو وڌائين ٿي.

”طبيعت تہ صحيح آ نہ–!“

”ها“

”پوءِ دري ڇو بند ڪيئي.“

”ائين مڙئي“ هن هاڻي هلڪو مرڪيو ٿڪي مرڪ، ظفر سڌو ٿي وينو ۽ هن وري ماٺ ڪري پڙڇ کي ٽيڪ ڏئي ڇڏي.

ڪافي دير ٿي وئي هئي، هن کي بس ۾ چڙهي. جيڏي مهل هو چڙهيا هئا، ان مهل بس ۾ هيڪڙ ٻيڪڙ ماڻهو هو. آهستي آهستي بس پرجڻ لڳي هئي ۽ کيس ان مهل چڙهندڙ ماڻهن جي نظرن کي محسوس ڪندي عجيب فخر جو احساس ٿيو. ڄڻ هوءَ ڪن بدشڪل ديون وچ ڪا خوبصورت پري هجي، پرسان ظفر جو وجود (سندس مڙس). کيس ائين لڳو هو، ڄڻ هوءَ ڪنهن محفوظ دائري ۾ هجي ۽ الائي ڪيئن اهو سڀ ڪجهہ هڪ اڻ وڻندڙ احساس ۾ تبديل ٿي ويو هو. جڏهن هڪ ٻئي اسٽاپ تان، هڪ جوڙو بس ۾ چڙهيو هو. ان جوڙي جو مرد ڪجهہ عجيب هو. باقي مائي ڏاڍي حسين هئي. نقش ڀرپور ۽ منهن ٻهڪندڙ، هو ٻئي بلڪل هنن جي اڳيان واري سيٽ تي اچي وينا هئا. ظفر جي سامهون مرد هو

۽ سندس سامهون عورت، چڙهڻ مهل مرد جي ڪلهن تي هڪ ننڍڙو ٻار هو. هن جي ويهڻ سان هو وچ ۾ تي ويٺو. ڪيڏي ڪيڏيءَ مهل سيٽ جي پٺ واري لوهي پڙچ تي هٿ هڻي ظفر ۽ ڪيس ڏسي وات مان آواز پئي ڪڍيائين. ظفر ڀهرئين ننڍڙي کي ويچارا ڏنا هئا. موٽ ۾ هن به پنهنجو منهن ڇپو ڪيو ۽ ريشمان کي اهو سلسلو نه پئي وڻيو. جيڏي جيڏي مهل ظفر، ٻار جا ڇيٻارا پئي ڪڍيا ته هن موٽ ۾ پنهنجي ماءُ کي ٻانهن ڪان پئي ڇڪيو ۽ جنهن وري مڙي ظفر کي تي ڏٺو. ريشمان کي سندس نظرن ۾ الائي ڇا پئي ڀاسيو.

هوءَ گهران الائي ڇا سوچي نڪتي هئي. اڃا ڪجهه ڏينهن اڳ ئي ته ظفر کان ۾ پڇڪيو هوس.

"خبر آ ڇا-؟"

"هون-" هن اونهون ساهه کڻي ڇمڪندڙ اکين سان ڏانهنس ڏٺو.

"اڳي جڏهن مان ڪراچيءَ مان آئوٽ بيڪ ڪندو هوس نه، ته جڏهن ليڊيز سيٽ تي ڪنهن جوڙي کي ويهندو ڏسندو هوس ۽ جڏهن مرد عورت کي شيشي واري طرف ويهاري ڪا پريور ڳالهه چوندو هو ته منهنجي دل چوندي هئي ته ڪاش! اهو مان هجان.....!"

"ڇو.؟"

"اڙي بيوقوف! ان مهل عورت جا رنگ ڏسڻ وٽان هوندا آهن. جڏهن هن جي ڪن ۾ ڪا خوبصورت ڳالهه ڪبي آ."

"هوندو-" هن لنوايو هو.

"هوندو نه، آهي."

هن زور ڏنو هو. "ڇگو آهي بس بابا،"

"ٻڌ،" هوءَ اوچتو ڇرڪي پئي.

پڙچ تي ائين ئي ڪنڌ رکڻي ڪافي دير تي ويٺي هيس، ٻاهر تيزيءَ سان وڻ ڀوئتي سرڪي رهيا هئا ۽ اندر اهوئي گوڙ هو ۽ اهو ساڳيو ئي نظارو هو. دريءَ ڪان ويٺل عورت ۽ پرسان ويٺل مرد، ڪنهن خوبصورت ڳالهه ڪرڻ لاءِ آتو.

"جي"، هن هڪدم وراڻيو. سوچيائين الائي ڪهڙي خوبصورت ڳالهه هوندي.

"هيءُ ٻار ڪيڏو نه خوبصورت آ" ظفر کيس چوندي پنهنجي نظرن کي نه موڙيو هو.

اڻين ئي ننڍڙي کي ڏسي رهيو هو.

”هون“ ٻار پيارو آهي يا سندس ماءُ-؟ اڻين چو نہ ٿو چوي تہ ماڻس تي وٺي.

هن دل ئي دل ۾ سوچيو. پر اهو جملو ڪيئن اڪلي ها.

”اها، ڏاڍو پيارو آ. ڳل تہ ڏسينس ڪيڏا نہ نرم اٿس.“ هن پنهنجو پاڻ کي Normal ڏيکارڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي.

وري بہ اها چپ. ظفر وري بہ ماٺ هو. ريشمان کي مونجهہ ٿيڻ لڳي. گهران جنهن سفر جو سوچي نڪتي هئي. هي تہ ان جي بلڪل ابتڙ هو، سامهون وارو جوڙو بلڪل خاموش هو. مرد ڪنهن اردو ڊائجيسٽ جي مطالعي ۾ مصروف هو ۽ مائي ٻار جي ڀڻيءَ کي گهيرو ڪيو ويٺي هئي. جيڪو وچ ۾ سيٽ تي ويٺو هو. اڻين ويهڻ سان سندس اڌ منهن ريشمان طرف ۽ سڄو رخ ظفر طرف تي ويو هوس. ريسمان جا خيال وري ڀٽڪڻ لڳا.

”هون، چپ- رُوج تہ ڪيئن نہ بيدرديءَ سان استعمال ڪئي اٿائين بہ صحيح ڪانهي. باقي رڱو نقش سٺا اٿس تہ ڇا ٿي پيو.“

”ٻچڙي سويل ڪيئن نہ ٻانهون مٿي ڪري سينو ڪڍي وارن ۾ ڪانٽا ٿي وڌائين. اهو بہ نہ پيو شرم اچيس، تہ پويان غير مرد ويٺا آهن. پر غير مرد بہ ڪٿي اک ڪڍن. مجال آ جو مڙن.... هي ظفر بہ تہ آ نہ، ڪيئن نہ گهر ۾ قسم ڪڻندو آهي تہ شاديءَ کان پهريائين تو کان سواءِ اڻين هوس، هونئن هوس. اڃا ٿي مهينا مس ٿيا آهن شاديءَ کي تہ ڪيئن نہ متجي ويو آهي. هون! ”ڏوڙ ڏاڻين. اٿي چاٺي“ هن رن جو ڪهڙو ڏوهہ پنهنجو مرد جو اهڙو هوندو تہ پرائيءَ کي ڇا ڪبو....!“

هوءَ مائيءَ تان نظرون هٽائي، سامهون درن مٿان تاڪين تي لکيل جملا پڙهڻ لڳي.

”آرام سي اترين، آپکي آمد کا شکريہ“

ٻئي عدد فلمي شعر هئا ۽ هڪ جملو هيو بہ هو تہ ”آڌي سواري کو سيٽ نهين مليگي.“ آڌي سواري“ ڪيس وري الائي ڇا ٿيڻ لڳو. هن سامهون ويٺل ٻار کي ڏٺو. اسان کي بہ جيڪڏهن اولاد هجي تہ ”اهڙو“ پر اهڙو چو. ان ٻچڙيءَ جي تخم مان ڇاول آهي. ان جهڙو چو-؟ پر مان اهو چو ٿي سوچان، هو ٻار آ معصوم، هن جو ڪهڙو قصور، پر مون کي ٿي ڇا ويو آ، چو ٿي مان اهڙيون سوچون ذهن ۾ رکان.

ڪنهن ڪتاب ۾ پڙهيل هڪ جملو ئو ياد اچيس. هر ڪا عورت پنهنجي مرد کي پنهنجي ذاتي ملڪيت سمجهندي آهي. پوءِ جيڪڏهن اها ڪنهن ٻئي جي هٿن ۾ ويندي ڏسي ته سندس وجود ۾ ٽڏي جنگ شروع ٿي ويندي آ، اهائي جنگ جنهن جو Seize Fire ڏاڍو ڏکيو هوندو آهي.

ڪٿي منهنجي اندر ۾ اها ٽڏي جنگ ته شروع ڪانه ٿي ويئي آ. مون کي ٿي ڇا ويو آ، اڄ ته هي سفر به انگهي پيو آ. هڪ ته هيءَ عيد جو موقعو به عجيب آ. هر ٻن منٽن تي اسٽاپ اڄ ته جڻ ۴۰ ميلن تي نه وڃٿو آ. جڻ ڪي هماليه سر ڪرڻي آ. پر اهو مون کي ائين ڇو ٿو لڳي! ان ڪنيءَ رن جي ڪري، پر مان ان ڪان ڇو ٿي نفرت ڪيان. ڇا ٿي ڪري هوءَ مون کي...... مون سان نه ته ظفر سان ته ڪري ٿي. پر ڇا-؟ اک ٽيٺ ٻيو وري ڇا-! پر.......

اوچتو هڪدم بس بيهي ويئي هن ٻاهر ڏٺو. ٽنڊوالهيار هو هن علائقي جو مکيه اسٽاپ. بس بيهي ويئي ته ڪيترا مسافر لٿا ۽ چڙهيا. گوڙ ڏاڍو وڌي ويو. الائي ڪيترا ننڍڙا ڇوڪرا. بس ۾ ڊوڪي آيا.

ڪوڪ، اسپل، فنٽا، ٿڌيون بوتلون......!

سنبوسا، پڪوڙا، ڇولا، ڊٻل، چونرا.......!!

"ڪوڪ هلندي"، ظفر پڇيس.

"نه"

"ڇو ٺيڪ ته آهين؟؟!"

"ڇو ڇا ٿيو اٿم"، ڪجهه نرم ٿيندي چيائين.

"الائي ٿوري پيلي ٿي لڳين-!"

"نه نه، ڪجهه ڪونهي ٿيو، توهان پيئو."

"نه- مان، ائين ڪيئن پيان- نهيو،"

هوءَ ڪجهه نه ٿي ڪڇي. ظفر سوچيو، "چوندي نهيو ڪٿي پيون تا." پر ڪيس ماٺ ڏسي پاڻ پرسان واري لهي ويل مسافر جي سيٽ تان اخبار کڻي پڙهڻ لڳو.

سامهون وارن پاڻ لاءِ پيپسي ۽ ننڍڙي لاءِ فنٽا گهرائي هئي. هوءَ الائي ڇا ٿي محسوس ڪري.

هيءُ ظفر آهي ئي تصوراتي، سوچيندو هوندو ته هر جوڙو ڪوڪس پيئندي ڪيئن ٿو لڳي. ڪاش! ڪٿي مان ها ڪيان ها.

هوءَ ظفر ڏانهن مڙي ٿي ڏسي. هو اخبار ٿو پڙهي. سندس انداز مان تہ ڪا ڳالهہ ڪانہ ٿي سجهي. الاءِ هوءَ ڪاوڙيل آهي. ڪن نہ هوءَ ور بہ ڪجهہ نہ ٿي ڪچي.

ماٺ ڪري سامهون ڊرائيور جي سامهون لڳل "اِنورڊ آئيني" ۾ ٿي ڏسي.

هيڏو ننڍڙو آ پر ڪيئن نہ سڄي بس جي مسافرن جا چهرا ان ۾ نظر تا اچن. ائين ئي جيئن عورت جي دل ۾ سندس مرد جا عيب ثواب ڍڪيل هوندا آهن . هن بس جي مسافرن جيان ڪچا ڪچ پريل، هونءَ بہ تہ هر ڪائي عورت مجبور ئي هوندي آهي. مون ڪي بہ اجوڪي ڳالهہ ڪي ڇڏڻو ئي پوندو. اُها ڪا ڀهرين ٿورئي آهي. الائي ظفر ڪيترن ئي سان اک ٽيٽ ڪئي هوندي.!! پر هيءَ سڀ ڇا آهي، مون ڪي ڇا ٿي ويو آ.

هوءَ وري ذهن کي جهٽڪي دريءَ کان ٻاهر ٿي ڏسي الائي ڪيڏي مهل بس وري هلڻ شروع ڪيو. هن سامهون واريءَ جي مڙس ڏانهن ڏٺو. بيحد خاموش ۽ مغرور پئي لڳو.

ايڏو تہ سهڻو آهي، پوءِ بہ ظفر کي ٿي ڏسي. اک ٽيٽ سان، اهڙيون رنون! رب سائين ڪو پڇين.

هن ٻارڙي ڏانهن ڏٺو جنهن هٿي فنٽا گلاس ۾ لاهي پيئڻ شروع ڪئي هئي بوتل شايد، بس هلڻ مهل واپس ڪري ڇڏي هائون. گلاس اڃا اڌ هو. ڪيڏيءَ مهل پئي پيو تہ ڪيڏيءَ مهل نہ! ڪڏهن بيٺو ٿي تہ ڪڏهن ويٺو پئي.

مرد جي منهن تي اڻ وڻندڙ تاثر پئي اُڀريا. مائيءَ هر هر ٻار کي سنڀاليو ٿي. پر هن سان بہ عجيب حالت هئي. ٻار جي ڪپڙن جي ٿوڪري سنڀالي يا-ٻار. هن وري اکيون پوري ڇڏيون.

ڪيس لڳو هوءَ جڻ اندرئي اندر ۾ ٽيندڙ جنگ وڙهندي هجي. "هيءَ رن پرچائي تہ ٻار پئي، پوءِ مڙي مڙي اسان کي ڇو ٿي ڏسي-"؟!!

هن وري بہ پڙچ کي ٽيڪ ڏئي ڇڏي. الائي ڪيئن لمحا سرڪن تا. ٻاهر ڇا ٿو وهي واپري، هوءَ ڏسڻ نہ ٿي چاهي. اکيون پوريل ئي اٿس. الائي ڪيتري دير کان پوءِ ڪيس لڳي ٿو جڻ هو پهچڻ وارا ئي آهن. هوءَ دريءَ کان ٻاهر ٿي ڏسي ٻاهر شهري علائقو شروع ٿي ويو آهي. هوءَ پرسان رکيل ڇٻيءَ ۾ سامان کي خيال سان ٿي ڏسي. ڪيس ڀهرئين اسٽاپ تي لهڻو آهي. ظفر هن ڏانهن مرڪي ڏٺو. ريشمان موٽ ۾ مرڪندي سامهون واريءَ مائيءَ کي ڏٺو. هوءَ هن کي ئي ڏسي

رهي هئي. ريشمان کي پاڻ ڏانهن ڏسندي ڏنائين ته ڪنڌ ڦيري ڇڏيائين. ريشمان کي جهڪ اچڻ لڳا، او- ائين. نه ڪيجاڻ اڪ.!!

سامهون واري مرد کين ڏسي وچ رستي تي رکيل بيگ کي پاسيرو ڪرڻ لاءِ جهڪيو. سندس جهڪڻ تي بيئل ٻار جي هٿ مان گلاس ڇڏائجي ويو. گلاس ٻه ٽوري ڦتا رهيل هئي. مرد جي ڪلهن وٽ هلڪو نارنگي رنگ ڇانئجي ويو. هن بيگ کي ڇڏي، مائيءَ کي گهوريو.

"بيوقوف! روڪيو هيوماڻ نه، هن مان هٿ نه ڪيجاڻ، ڪرايئي نه خواري." هن جو لهجو نه هو ڄڻ ٽاندا هئا جيڪي اڇلايائين پئي. ريشمان کي لڳو ڄڻ هو هڪ خوبصورت آتشدان هجي.

مائيءَ جو ڪنڌ جهڪي ويو. ماٺ ڪري ڇيڙيءَ مان رومال ڪڍي مرد جي ڪلهي کي صاف ڪرڻ لڳي. ظفر، ريشمان کي ڏسي، بس بيهڻ تي مرڪي ٻهريان لهڻ جو اشارو ڪيو. هوءَ لٿي ته پاڻ بيگ کڻي سندس هٿن وارو تيلهو ٻه ڪانئس ڪان ورتائين.

"هلو، سرڪار- هٿن خالي، ٻار لاءِ بندو ئي ڪافي آهي" بس اچا بيٺي هئي، ڪجهه مسافر لٿا پئي. ريشمان مڙي دريءَ ڏانهن ڏٺو، پوڙهان عورت هنن ڏانهن ڏسي رهي هئي. ريشمان کي سندس نظرن ۾ الائي ڇا نظر آيو جو هن هڪدم ڪنڌ ڦيري ظفر سان ڳڻ هلڻ شروع ڪيو. ڪيس ائين لڳو ڄڻ سندس وجود جي ٽڌي جنگ ان هڪ نظر سان (Seize Fire) تي وئي هئي.

# احساس

ڪنڊيءَ جي لوڙهي پريان جڻ ماتم متل هو. گوڙ جي ڪري آسمان تقريباً مٿي تي ڪچي آيو هو. ٻيا تماشائي ٻاهر لوڙهي جي پريان ڪلن ۾ ڪيرا لڳا پيا هئا. اندر تاڙيءَ جو ٻڙڪو ۽ گار جو ٽڙڪو لڳو پيو هو. اها ڪدڙن جي مڙهي هئي، جنهن ۾ اڄ حاجي خيريءَ ڪدڙي اچي گوڙ ڪيو هو. گارين سان گڏ هو تاڙيون به وڄائيندو پئي ويو. اندر ٻيا ساٿي هن کي خاموش ڪرائڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪري رهيا هئا، پر هو بار بار اپو تي پئي ويو، اصل هٽ ئي نه پئي آيو.

"اڙي، اهو مارل جو ڦر ملي ته سهي" هن وري تاڙي هنئين "خبر نه ڏيانس ته ڪدڙي جي مار خبر نه چار، هوندا ماءُ جا لاڏلا، اڙي اسان کي ٿا تنگ ڪن، پيٽيان اسان....."

هن ڪجهه وڌيڪ چوڻ چاهيو، پر نازل هن جي منهن تي هٿ رکي ڇڏيو "بس ڪري حاجي، هاڻي ڪٿي تڏو تي."

"اڙي پر مان" هن وري سٽون ڏني، پاڻ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي. نازل هن کي مضبوطيءَ سان جهليو، هو اتي ئي ويهي رڙيون ڪرڻ لڳو.

"هن ڀيري ڇڏيومانس ته حاجي خيريءَ مان نالو مٽرائي، ڀيٽو خان رکرائيندس، ملي ته سهي."

هن وري تاڙي هنئين، پر اوچتو چپ تي ويو. سامهون هنن جو گرو پئي آيو. حاجي هاڻي اٿين ڪچي جيئن پٽ. سامل جي اچڻ سان، هرڪو ٽڙي پکڙي ويو. هو به ماٺ ڪري ويهي رهيو.

ڪدڙن جي اها مڙهي، شهر کان گهڻا سال اڳي ٻاهر وسيل هوندي هئي پر پوءِ آبادي وڌندي وڌندي هنن حدن تائين اچي پهتي هئي. هينئر به جڏهن هي مڙهي وچ ۾ نه ته به ڪنڊ پاسي تي هئي، اتي اهڙا جهيڙا عام هئا. تقريباً روز ڪونه ڪو ڪدڙو ڪنهن نه ڪنهن سان وڙهي ويهندو هو. پوءِ اهو جهيڙو تاڙيءَ جي ٻڙڪي ۽ گارين جي ڏمر جي ڪري چوڏس ڪنهن خوشبوءَ وانگر وکيرجي ويندو هو.

مختلف ڪدڙا پنهنجين ڪوٺين مان نڪرندا وچ تي اچي گڏ ٿيندا هئا، جتي

جهيڙو پيو هلندو هو. پر پوءِ گهڻو ڪري سندن گُرُو، سامل جي اچڻ سان اهو جهڳڙو ٺري ويندو هو. جهيڙي واريون ٽريون به ڏينهن رڻل هونديون هيون ته ٺئين ڏينهن وري پرچي ويندون هيون، آخر چڪر جو ڪڏهن ڪڏهن گڏ ڪندا هئا.

سندن چڪر هفتي ۾ به ٿيندا هئا. هڪ خميس تي ٻيو سومر تي. اهو سچو ڏينهن هو سڀ گڏجي شهر جو گشت ڪندا هئا ۽ شهر وارن کان "مهراج" وصول ڪندا هئا. شهر وارا به ساڻن چڱيءَ طرح واقف هئا. پوءِ ڪٿي پان، ڪٿي پڪوڙا، ڪائيندا پيئندا. هو سڀ پنهنجو پنهنجو ڪوٽ وٺي ايندا هئا. انهن سيني ۾ حاجي خيري ڪاوڙ جو تکو هوندو هو. شل نه ڪير ڪچي، بس پوءِ چندن ۾ هٿ هوندا هئا حاجيءَ جا ۽ همراه هوندو هو چڪرن ۾. سڀ حاجي کان لنوائيندا هئا. مڙهيءَ جو هرڪو رهواسي هن کان ڪن ڪندو هو.

سندن مڙهي به عجيب هئي، چئن ئي طرفن تي ٺهيل ڪکائون جهوپڙيون هونديون هيون، هڪ وڏو ميدان هو ۽ بس ليپو لڳل هڪ وهنجڻ جاءِ ۽ ڪاڪوس وغيره هو. هو سڀ پنهنجو پنهنجو کاڌو الڳ الڳ پچائيندا هئا. ها چانهن سيني جي گڏ چڙهندي هئي.

اها ٽپهريءَ جي مهل عجيب هوندي هئي، جڏهن هرڪو پنهنجو پنهنجو پيالو کڻي اتي اچي ويهندو هو. سڄ جا پاڇا لڙي چڪا هوندا هئا. اڌ چانو ۾ پنجن ڇهن کٽن تي هو ويهندا هئا ۽ هڪڙي الڳ کٽ تي هنن جو گُرُو سامل ويهندو هو. گُرُو جو ڪمرو به الڳ هو، جنهن ۾ هو اڪيلو رهندو هو نه ته هوئنن هر ڪوٺڙيءَ ۾ ٽي ٽي چٽا رهندا هئا.

سندن گر طبيعت جو مانو هوندو هو. سامل فقير جي طبيعت رب سائينءَ عجيب خلقي هئي. هو ڪنهن کي اکر ڪونه ڪچندو هو، ها، منهن ۾ عجيب رعب هئس. ان ڪري وڙهندڙ بڪ جهڪ ڪندڙ به ڪيس ڏسي چپ ٿي ويندا هئا ۽ اهوئي سبب هو، جو اڄ حاجي اجميري به چپ ٿي ويو هو.

چڪر مهل سندن به ٽوليون ٿي ويندون هيون. هڪ ٽوليءَ ۾ حاجي خيري ليڊر جي حيثيت سان هلندو هو. ٻنهي مان هڪ ٽولي ڏکڻ اولهه طرف ته ٻي اتر اوڀر طرف ويندي هئي. گشت مان واپسيءَ تي هو اچي هڪ هوٽل وٽ گڏ ٿيندا هئا جتان پوءِ هو گڏجي مڙهيءَ ڏانهن موٽندا هئا. اها هوٽل چوڪ جي ڏکڻ طرف هئي، پاسي ۾ شاهي بازار هئي. جيڪا پڻ ان چوڪ تي اچي ختم ٿيندي هئي.

گھٽو ڪري حاجي خيريءَ وارا چڪر پورو ڪري اچ هوٽل واري ڪان چانهن پي، پوءِ مڙهي ڏانهن ويندا هئا. هونئن به سندن موٽ شاهي بازار ڪان ٿيندي هئي. سندس چڪر مهل ڪيترائي ٻار ڪين چيڙائيندا هئا. حاجي خيري پاڻ ته چپ هوندو هو. باقي سندس ٻيا ساٿي هوا ۾ هٿ لهرائيندي ۽ ٺاڙيون وڄائيندي سندس پويان ايند اهئا. حاجي پاڻ نه سرخي پائوڊر ڪونه ڪندو هو. باقي ٻين سيني کي لالي، سرخي ۽ پائوڊر خوب ٺقيل هوندو هو.

حاجي پنيان ايندڙ ٻارن جي چيڙائڻ جي ذري به پرواهه نه ڪندو هو. پر ڪجهه ڏينهن کان شهر مان آيل هڪ ڇوڪرو سندن ڪڍ جڻ هٿ ڌوئي پيو هو، خاص طور تي اسارو حاجي ڏانهن هوندو هئس. هو جيڏانهن جيڏانهن ويندو هو، ڇوڪر تيڏانهن تيڏانهن ايندو هو. شهري ٻار هو، ان ڪري چيڙائڻ به خوب پئي آيس. بس هن جا نعرا هوندا هئا ۽ ٻارن جون رڙيون. خبر پئي ته اهو مارل جو پٽ هو. اها هڪڙي شريف عورت هئي، پٽ الاءِ ڪنهن تي ويو هئس. پٽس جو لاڏلو هو ۽ هونئن به ماڻهو ان ڳالهه جي ته ڪا پرواهه ئي ڪونه ڪندا آهن ته ڪدڙا به ڪي انسان آهن، سو ڇوڪرو ڏينهون ڏينهن زور هو. هاڻي ته ٻچو ٻچو سندس چيل نعرا ورجائڻ لڳو هو، "ٻوٽي کپي يا ڇيڇڙو" هڪ ٻار پڇندو هو.

"ڇيڇڙو- ڇيڇڙو."

۽ اڄ به حاجيءَ کي اهائي ڪاوڙ هئي ته اهو ڇوڪر مون کي هٿ لڳي ته مزو چکايانس.

۽ پوءِ الاءِ ڪيئن هڪ ڏينهن ڳالهين ئي ڳالهين ۾ حاجي جڻ آئوٽ ٿي ويو هجي.

"هن ڇوري جو ڳاڙهو وات بند نه ڪيم نه ته" هن پسو ورايو ان مهل ڪيترائي ڪدڙا اتي وينا هئا. نازل، متو ۽ جمنو وغيره سڀ حاجيءَ جون ڳالهيون غور سان ٻڌي رهيا هئا.

"جيڪڏهن نه بند ڪري سگهيس ته گر جو قسم هي مڙهي ئي ڇڏي ڏيندس. هڪ وارو رڳو مليم ته ڪن نه بند ڪيانس، ڇپ نه پٽيانس ته حاجي نالو ڪانهيم" هن گوڏي تي ٿاپ هڻندي، جڻ سندس گوڏو ڪو دهل جو سائو پاسو هجي.

سيني کي خبر هئي ته حاجي هن مڙهيءَ جو سالن کان رهاڪو آ. مڙهي ڪيئن ڇڏيندو، پڪ ان ڇوڪري جون پاڙون پٽيون ۽ ٿيو به ائين، اڄ اهو مارل جو

پٽ نيٺ حاجيءَ جي ور چڙهي ويو.

اچوڪي چڪر ۾ حاجي سيني ڪان پريان پئي آيو، ٻيا ڪدڙا هن ڪان اڳيان هئا. مارل جي پٽ کي خبر پئي تہ هو وري پنهنجي ڪرت کي لڳي ويو اچ تہ حاجي بہ سائن گڏ ڪونہ هو، هن جا نعرا وڌي ويا.

"ٻوٽي ڪٻي يا ڇيڇڙو".

"ڇيڇڙو- ڇيڇڙو."

حاجي پويان اچن ڪپڙن سان آيو پئي، اچ هن رئو بہ ڪونہ پاتو هو، ڇوڪري کي خبر ئي نہ پئي سگهي هئي. جيستائين ٻيا ٻڌائينس تيستائين حاجيءَ جو هٿ سندس ڳچيءَ ۾ پئجي ويو هو.

"هاڻي ٻڌاءِ، ڇيڇڙو ڪيئي ڪن ٻوٽي ڏيان؟" حاجي جو لهجو سخت ٿي ويو. هٿ ڳچي وٽ سختي سان ڪپي ويس، ڇوڪري جا دوڏا نڪري آيا، ماڻهو پري ڪان ڏسندا رهيا ڪنهن کي بہ ويجهو اچڻ جي همت نہ ٿي.

نازل ڪدڙو وري ڊوڙندو آيو.

"ڇڏ حاجي ڇڏ ڇوڪري کي." هن لڏندي لمندي چيو، حاجيءَ هٿ ڍرا ڪيا پر ڇڏيائين ڪونہ.

"هاڻي ٻڌاءِ موئا" هن هڪ هٿ سيني تي هنيو. "اڙي مون سان مستي ڪندو هئين..... ڪدڙي سان....... خبر اٿئي ڪدڙي جي مار خبر نہ چار. اسان ملنگ، تو اسان کي تپايو. اچ تہ مان توکي ڪونہ ڇڏيندم." هن نازل کي ڌڪي ڇڏيو. ڇوڪري کي ڪنن مان جهلي چماٽ هڻڻ تي ئي هو، ڇوڪر ڪان رڙ نڪري وئي.

"امان ڙي، آئيندي ڪونہ ڪندس، بس آئيندي نہ ڪندس، اچ بخش ڪر آئيندي ڪونہ ڪندس."

حاجيءَ وري بہ نہ ڇڏيس، ڪنن مان جهلي بہ لوڏائي ڏنا هئين تہ ڇوري تيسي مان چئي وڌو "پنهنجو پٽ هجئي تہ پوءِ بہ ايئن مارينس."

الائي ڪيئن حاجي جا هٿ ڍرا ٿي ويا، منهن تي عجيب احساس اچي ويس ڪنن ۾ چڻ هوا جهڙا هلڪا لفظ هجن "اولاد..... پنهنجو اولاد."

هن جو ڪنڌ جهڪي ويو. جهڪي ڇوڪري جي ڳاڙهي پاپڙي کي چمي ڏئي ڳراٽڙي پائي هليو ويو. ڇوڪري جي جند واهہ جي ڇٽي هئي، هرڪو حيران هو تہ حاجيءَ هن کي ڇڏيو ڪيئن.

ٻئي ڏينهن صبح جو خبر پئي حاجي خيري مڙهي ڇڏي هليو ويو.

# ٺمڪ

قاسم، ماءُ ڏانهن ڏٺو. مائس منجيءَ جي پائي کي ڪنجيءَ سان چلهي رهي هئي. هوءَ بِئي چپ هئا. هو مات ڪري پٽ کي ڏسڻ لڳو. منهن گهنجيل هئس، ڪاوڙ اکين مان جڻ ٽپا ڏئي نڪرڻ لاءِ آتي هئس. هن پنهنجون اکيون پٽ تان هٽائي ماءُ تي ڪپائي ڇڏيون. مائس وڏو ساهه کڻي، پنهنجو ڪنڌ ڦيرائي ڇڏيو. ڦيرائڻ جي باوجود به ڪنڌ جو خم وڏي ويو هئس.

هن ٽڏو شوڪارو هڻندي چيو "پوءِ"

مائس مات ڪري ساڳي حالت ۾ ٿي ويٺي رهي. اکين مان لاچاري بکي رهي هئس. قاسم کي ماءُ جي حالت جو ٽڪو به احساس نه هو.

"امان، مان توهان کي آهيان، آخر ڪيستائين هو اٿين بيحيائيءَ جو بازار ڪوليو ويٺو هوندو."

"ابا،" مائس مس مس ڪچيو "ڇا ڪيانس، جوان پٽ آهي، ڏاڙهيءَ سان. ڪيئن روڪيانس"

"تون نه روڪينديئنس ته مان ڏاڙهي پٽيندومانس، اها ڪهڙي شرافت آهي، گهر ۾ نيائيون سيائيون آهن، اٿين ٺهه ٺهه ڪندي مزو ٿو اچيس ڇا؟"

"ابا، آخر هاڻي ٿي ته شادي ڪٺي اٿس، اجا ٿي هفتا مس ٿيا اٿس."

"ته ڇا ٿي پيو. شاديون اسان به ڪيون، اسان کي به زالون پياريون آهن، پر ان جو مطلب اهو ٿورئي آ ته هوڏانهن ڪمري جو در بند هوڏانهن ٺهه ٺهه شروع. رات جو سمهه تڏهن به جوئس ۽ پاڻ اندران پيا ڪلندا، منجهند جو اچ ته به اها ڪچ ڪچ لڳي پئي آهي، آخر ڪو ديد ڪو شرم به اکين ۾ اٿس يا نه؟"

هو ماءُ کي دڙيندو رهيو، هوءَ مات ڪيو منجيءَ جي پائي جي ڪرڙيل حصي کي ڏسندي رهي. اندر ۾ الاءِ ڇا هئس، باهران ته مڪمل ضابطو پئي ڪيائين. ان مهل ڪمري جو در ڪليو. ناصر، ٻاهر نڪري، دالان مان نڪرندو، گهڙا منجيءَ ڏانهن هليو ويو.

قاسم ماءُ کي ڏٺو، هوءَ پٽ کي ويندو ڏسي رهي هئي.

ياٿس ڪجهہ پري ويو تہ هن ماءُ کي چيو ”مان وچان ٿو سمهڻ، سمجهائي ڇڏينس تہ آئينده اهين نہ ٿيڻ گهرجي، مان اها بيهودگي وڌيڪ برداشت ڪونہ ڪندس“

اتان اٿي هو سڌو پنهنجي ڪمري ۾ هليو ويو. در زور سان بند ڪري ڇڏيائين، وڌو نڪاءُ ڪري شايد ماءُ کي پنهنجي ڪاوڙ جو اظهار ڪري پئي ڏيکاريائين.

هن جي ماءُ اٿين ٿي منجيءَ تي ويٺي هئي.

ناصر پاسي کان لنگهيو، ماءُ ڏانهن ڏنائين تہ مرڪي ڏنائين.

”چو امان، ننڊ نہ ٿي اچيو ڇا. هينئر تہ ڪافي ڪاڙهو آهي، ڪمري ۾ وڃين سمهو نہ.“

”ها پٽ، وڃي سمهان ٿي، تنهنجي بہ ننڊ ڦٽي آهي ڇا؟“ هن دل جي طوفان کي لڪائي ڇڏيو.

”نہ امان، هو..... سلما کي اڄ لڳي هئي، پاڻي پيتم تہ سوچيم ان لاءِ بہ کڻي وڃان“ هو ڪجهہ شرمائجي ويو. آخري جملو چئي تہ الاءِ ڪيئن اڪليو هئائين. گلاس مان پاڻي ڪجهہ چلڪي پيو هو. ماٺس مرڪي ڏنو.

هو ماءُ کي ڇڏي ڪمري ڏانهن هليو، در وٽ پهتو تہ ماٺس سڏ ڪيو.

”ناصر“

”جي امان“ هن مڙندي ورائيو.

”پٽ.... هو.... سلما کي پاڻي ڏئي، ٿورو ٻاهر اچجانءِ... تو ۾ هڪ ڪم اٿم“ هن همت ڪري چئي ڏنو.

”مون ۾ امان“

”ها، تو ۾“

”چڱو بہ منٽ.“

هو در کولي اندر هليو ويو. هوءَ اٿي ويٺي رهي. پٽ جي ڪوڪي ۾ ٽنگيل تسبيهہ کڻي الله الله پڙهڻ لڳي.

ناصر جي شاديءَ کي اڃان ٽي هفتا کن مس ٿيا هئا. نئين نئين ۽ پسند واري شادي ٿي هئس ان ڪري زال سان قرب مڙئي گهڻو هئس. رات جو بہ وينا زال مڙس دير تائين پاڻ ۾ ڪلندا ڳالهائيندا هئا ۽ا ها ڳالهہ وڏي ياٿس قائم کي نہ پئي وڻي. هينئر بہ هن ماءُ سان اهوئي ڪجهہ ويني چيو. هوءَ قائم کي ڪجهہ

ڪونہ چئي سگھي هئي، حالانڪ ڪيس خبر هئي، تہ جڏهن هن نئين نئين شادي ڪئي هئي تہ ڇا گهٽايو هئائين. حقيقت ۾ قائم چالاڪ ماڻهو هو. هو ڪلندو هو تڏهن بہ آهستي جيئن ٻاهر آواز نہ اچي.

ناصر، ماءُ وٽ اچي زور سان ڪنگھيو. "امڙ، اڇي ويو ڇا ڪو جهوٽو" هو اتي ئي پٽ ۾ ويهي رهيو.

"اتي ڇو ٿو ويهين، ڪپڙا ڪِن ٿي ويندئي، اتي منجي ڪٺي اچ" هن پٽ کي ٻانهن کان وٺي اٿاريو، ڏاڍو لاڏلو اولاد هئس.

"ڇڏ امان" هن ٻانهن ڇڏائي "اتي چڱو آهيان، ميرا ٿيا تہ سلما ڪٿي ڌوئي ڏيندي ٻيو ڇا؟"

"نياڳا، اڃا هن جي هٿن جي ميندي ئي ڪانہ سڪي آ تہ مان ڪائنس ڪم ڪرائيندس، چڱيون ٿو وايون واتان ڪڍين."

هو وات ڪولي ڪلندو رهيو. وڏا وڏا ٽهڪ پئي ڏنائين، رنگ ڪلڻ جي ڪري ڳاڙهيٽڙو پئي ٿيس. هوءَ ماٺ ڪري پٽ کي ڏسندي رهي.

اوچتو سندس ڪلڻ کي ڄڻ بريڪ لڳي وئي هجي.

"امان توهان کو ڪم چيو ٿي مون کي."

"ها پٽ، هو...." هوءَ سوچ ۾ پئجي وئي. چوانس نہ چوانس ۽ ان مهل اوچتو الاءِ ڪيئن قائم جي ڪمري مان ٽهڪن جو آواز آيو، هو ۽ جوٽس الاءِ ڪهڙيءَ ڳالهہ تي کلي رهيا هئا. هوءَ چرڪجي پئي "ڇاهي ناصر؟"

"ڪجھ نہ امان، هو، ادا ۽ ڀاڄائي ڪنهن ڳالهہ تي کليا هئا، خير توهان کو ڪم پئي چيو." هو معصوم نموني سان ماءُ ڏانهن ڏسي رهيو هو.

هن جي ماءُ ڏانهنس ڏسندي رهي. سندس دل تان ڄڻ وڏو بار لهي ويو.

وڏو ساهہ ڪٺي چيائين "ڪم وري ڪهڙا هوندا پٽ. تنهنجا ٽهڪ ٻڌئي ڏينهن ٿي ويا هئم، ان لاءِ گهرايومائين تہ ڪجھ پل مون سان بہ گذارين، هونئن تہ واندڪائي ئي ڪانهي."

# ڪوهيڙي ۾ ويڙهيل يادون

مان ڪافي هائوس جو در بند ڪري ٿو ڇڏيان. ڪڙڪي تي ويٺل مون کي غور سان ٿا ڏسن، مان لنوائيندو ڪنڊ واري ٽيبل تي وڃين ٿو ويهان. ذهن عذابن ۾ گرفتار اٿم. مان پاڻ کي هيڪلو ٿو ڀانئيان. ڀرلي ڀڪيل دنيا ۾ جڻ مون کي اهو احساس ڏياريندي هجي ته هن جو مون سان ڪوبه واسطو نه هجي ۽ جڻ مان هن جو ماٽيلو پٽ هجان.

بيرو مينو (Menu) ڪنيو بيٺو آهي "آرڊر سر."

منهنجي ذهن ۾ هڪدم تون ٿي لهي اچين، ها..... شيري تون، پنهنجين تمام تر جاودانين سميت، پنهنجين تمام محبتن ۽ نفرتن سميت ۽ پنهنجين سيني ادائن سميت. هونئن به مون توکي وساريو ئي ڪڏهن آهي.

"مومي- پاڻ اڄ ڪولڊ ڪافي پيئنداسين" تو بيري کي پاڻ ڏانهن ايندي ڏسي چيو هو.

"چري آهين ڇا. ٻاهر سيءُ انسان کي قلفي بڻائي ٿو ڇڏي ۽ تون ڪولڊ ڪافي پيئڻ ٿي چاهين."

"ها، بس مان پيئندم" تو ضد ڪيو هو.

مون زبردستي بيري کي چيو "ڪافي.... دو"

"نه نه هڪ ڪولڊ....."

"نه به ٻئي هاٽ"

"نه هڪ ڪولڊ هڪ هاٽ"

۽ بيرو ويچارو حيران ٿي ويو هو. "سر- ڪيا لائون؟" هن کي اسان جا هڪ به سمجهه ۾ نه پي آيا.

"جاؤ، ديکتي نهين ميني ڪولڊ ڪافي ڪها هي، بس دونون ڪولڊ لانا. اسي ڀي پيني پڙي گي." تو مون ڏانهن ڏسي وڏي ادا سان بيري کي دڙڪايو هو.

"سر" بيرو الاءِ ڪڏهن کان بيٺو آهي.

"اوهه..... ڪولڊ ڪافي"

مان هن کي آرڊر ڏئي اکيون پوري ٿو چڏيان.

هتي ايوبيہ ۾ سيءُ بہ تمام گهٽو آهي. اجهو آتشدان ۾ ٻيري ڪجهہ ٻيون ڪاٺيون وڌيون آهن، ڪاٺين جي مٿان صندل ٻرڪيل آهي ان ڪري انهن جو دونهون ڌپ نہ ٿو ڪري. ٻاهر رڄ لڳي پئي آهي. رستا ويران آهن. ڪو ڪو ماڻهو ڪيڏي ڪيڏي مهل جڏهن اندر اچڻ لاءِ در کولي ٿو تہ شيشن جي پريان منتظر سيءُ جو جهٽڪو اندر ڌوڪي پوي ٿو ۽ پوءِ وينل جڻ سيءَ کان بچڻ لاءِ سڏا ٿي ٿا وجن. پر پوءِ در بند ٿيڻ ڪري، سيءُ منجهي پوي ٿو، گرميءَ سان مقابلو ڪري نہ ٿو سگهي، ختم ٿي ٿو وڃي. بلڪل ائين جيئن منهنجو پيار تنهنجين نفرتن سامهون بيهي نہ سگهيو.

سامهون واري اها ٽيبل جنهن تي اڳي تون ۽ مان گڏ ويٺا هئاسين، هڪ جوڙي سان ڀريل آهي. ڇوڪرو مرڪي ڇوڪريءَ جي هٿن تي هٿ ٿو رکي، هوءَ شرمائجي هن جي ڊگهي ڪوٽ ۾ منهن ٿي لڪائي ۽ مان نظرون هٽائي ٿو وٺان، مٿان هو اهو محسوس نہ ڪري وٺن تہ ڪير هنن کي ڏسي پيو نہ تہ.....

”مومي- تنهنجو ڪوٽ ڪيترو نہ گرم آهي“ تو پنهنجو منهن منهنجي ڪوٽ ۾ لڪايو، مون تنهنجي هٿن کي پنهنجن هٿن ۾ جهلي دٻايو هو.

”۽ سينو“ مون شوخيءَ مان پڇيو هو.

”ان ۾ تہ مان ويٺي آهيان نہ“.

تو اشاري سان دل کي ڏيکاريو، مان وڌي ويس، تو تي جهڪيو ئي هئس تہ تو اشارو ڪري چيو هو ”خيال ڪر، هو سامهون وارو ڏسي پيو.“

۽ ان سامهون واري دريءَ جي ڀرسان ٽيبل تي هڪ ماڻهو ويٺو هو، جنهن اسان کي ڏٺو پئي. هو شايد اڪيلو هو، مون کي هن تي افسوس آيو. تون سڌي ٿي ويٺي هئينءَ ۽ پنهنجو هٿ منهنجي هٿ مان ڇڏائي ورتو هيئي ۽ اڄ جڏهن مان اڪيلو آهيان تہ ڇوڪري جي همدردي سهڻ نہ ٿو گهران ۽ نہ ئي وري هنن جي بدل هٿن کي ڇوڙڻ ٿو گهران. شل هنن جو پيار وڌي. شال اها ڇوڪري تو وانگر بيوفا نہ هجي ۽ هن نوجوان کي ڇڏي نہ وڃن، ائين جيئن تو مون کي ڇڏيو، تمام تر محبتن سميت.

”ڪافي سر“

”اوهہ“ مان خيالن ۾ گم هئس. ٽيبل تي ٻانهون اهڙي نموني سان رکيون هئم جو Tea Spots رکڻ لاءِ جاءِ ڪونہ هئي. ڇرڪي ٿو پوان. ميز تان ٻانهون

ڪٿي اکين جي اشاري سان هن کي رکڻ جو چئي مان ڪنڌ ڦيرائي دريءَ کان ٻاهر تو ڏسان Lift Chairs بند لڳيون پيون آهن. سيءَ جي ڪري گهٽين ۾ ڪوهيڙو جمي ويو آهي، ان حالت ۾ ڪير لفٽ چيئر ۾ چڙهندو.

هتي ڪل ٻاونجاهه چيئرز آهن. ها، ۵۲... تون ۽ مان به ته بلڪل آخري Chair ۾ ويٺا هئاسين نه. هتي ڪوبه نمبر نه هوندو آ. ٻه ماڻهو ٽڪيٽون وٺي اچي قطار ۾ گئلريءَ وٽ بيهندا آهن. لفٽ چيئر بيهندي ڪانهي، بس ان جي اچڻ مهل ماڻهو ڪاٺ جي رستي تي اچي بيهندو آهي ۽ ويجهو اچي ته ٽپ ڏئي ان ۾ چڙهي پوندو آهي. مون کي ياد آهي ته تنهنجو منهنجو وارو به ته آخري گاڏيءَ تي ئي آيو هو ته تون خوش ٿي هئينءَ.

"يا ته ٻاڻ 52nd ۾ ويهنداسين يا وري 1st ۾."تو مرڪيو هو "مومي مادرن تاسن ۾ گهڻو ڪري پهريون ۽ آخري پتو پيڪنگ مهل يڪا هوندا آهن. بس ٻاڻ به چڻ ته يڪو هٽ ڪري وياسين، اِيٽ جو نه ته ڪاري جو سهي."

"ها، شيري، مون ته اِيٽ جو يڪو هٽ ڪري ورتو آهي." مون تنهنجي نازڪ وجود تي نظر وڌي هئي.

"ڪٿي آهي؟" تو پڇيو هو. ايستائين گاڏي اچي وئي هئي، تو چڙهڻ کان پوءِ وري پڇيو هو ۽ مون چيو هو "هتي، هينئر، بلڪل منهنجي پاسي ۾." ۽ تون شرمائجي وئي هئينءَ.

ان شام تو ان چيئر ۾ ايٽ ۽ ڪاري جا يڪا جدا جدا ٺاهيا هئا ۽ مون توڏانهن غور سان ڏٺو هو ته تو انهن کي دل جي نشان سان ملائي ڇڏيو هو.

"هاٿي اِيٽ جي يڪي کي ڳاڙهو رنگ ڪيئن ڏيندينءَ؟ تو وٽ ته ڪاري پين آهي" مون تو کان پڇيو هو.

"ان يڪي کي ڳاڙهي رنگ جي ضرورت ناهي، پنهنجا سيئي يڪا هڪڙي ئي رنگ جا هوندا، ٺيڪ آهي نه" تو مون کان پڪ لاءِ پڇيو هو.

مون مرڪي تنهنجي منهن ۾ ڏٺو هو. تنهنجي اکين ۾ ان وقت منهنجو ئي پاڇو هو.

"اڙي، ڪافي ته ٿڌي ٿي پئي آ."

اوچتو هوش تو اچيم، مان به الاءِ ڪيئن آهيان، بيرو مون ڏانهن تيڏين اکين سان پيو ڏسي. الاءِ مان ڪيئن تو لڳانس... شايد ڪو چريو يا ڪو خبطي. مان ڪافيءَ جي Mixing ڪري، ننڍڙا Sips تو وٺان.

سامهون ويٺل ٽيبل تي جوڙي جي ڇوڪري، ڇوڪري ڪان ڪاوڙجي وئي آهي. هو ڪيس پرچائي پيو پر هوءَ ڪرسيءَ جو منهن ٻئي پاسي ڦيرائي ويٺي آهي. منهن کي سجائي، ڏاڍي ادا مان ڇوڪري ڏانهن ٽيڏين اکين سان ڏسي به پئي ۽ هو ته جڻ مٿانهنس قربان پيو وڃي. ٻيا ڪجهه ماڻهو به ٽيڏين اکين سان انهن ڏانهن ڏسن پيا. تون به ته بلڪل ان ڇوڪريءَ وانگر رسي وئي هئينءَ نه. پر هي ڇوڪري شايد پرچي وڃين. نه ڪونه پرچندي، ڇوڪرو جو ايترو پيو پرچائيس. مون به ته توکي ايترو ئي پرچايو هو پوءِ تون ڪٿان پرتي هئينءَ.

منهنجو پيار سچو هو، مون کي پنهنجي فتح جو يقين هو. پر ته به الائي ڇو مان هارائي ويس. خبر نه آهي ڇو تو مون ڪان اکيون ڦيري وڌيون. توکي هاڻي مون ڪان نفرت ٿيڻ لڳي هئي. پوءِ الاءِ ڪنهن جي چرچ تي، يا ڪنهن ڳالهه تي. تون مون سان گڏ ته هوندي هئينءَ پرلاچار.

"شيري اڄ فلم تي هلون."

"نه، اڄ نه. ڪنهن ٻئي ڀيري."

"ڇو؟"

"بس، منهنجي طبيعت ٺيڪ نه آهي."

"ڇا ٿيو؟"

"ڪجهه نه. ٺيڪ آهيان."

تنهنجا هر ڪنهن ڳالهه تي بهانا وٺندا ويا. مان وري به تو تي اعتبار ڪندو رهيس، ڪهڙي خبر هئي ته تون ماڳ مٿائي ڇڪي هئينءَ.

هڪ شام مان تنهنجي گهر آيو هئس.

"چاچي، شيري ڪٿي آهي"

"هوءَ، يونيورسٽيءَ ڪان ڪونه موٽي آ، اڄ ويهه" چاچي مون کي ڏاڍو پائيندي هئي، مان هن جي پاسي ڪان ويهي ٻٽاڪون هڻڻ لڳس، پر ڌيان سچو ئي توڏانهن هئس. تون ڪار مان لهي رهي هئينءَ. اڇا ڪپڙا توتي ڪيئن نه نهڪيا پئي. مان دل ئي دل ۾ اٿندڙ پيار کي دٻائڻ لڳس. متان جذبن جو اظهار چهري تي نه اچي وڃي، آخر چاچي به ته اتي ئي ويٺي هئي نه.

تو ڪار مان لهي مون ڏانهن ڏٺو هو. مون مرڪيو ته تو عجيب بيزاريءَ سان ڪنڌ ڦيريو هو. واپس ڪار جو در ڪولي ان ۾ وڃين ويٺينءَ، مان هيٺ لهي مس پهتس ته تو ڊرائيور کي الائي ڇا چيو ۽ گاڏي ڏوڪات ڪندي گيٽ مان

نڪري وئي.

مون عجب پشيماني محسوس ڪري چاچيءَ ڏانهن ڏٺو هو، هوءَ مون کي عجيب نگاهن سان ڏسي رهي هئي، ان ڏينهن پنهنجي قرجڻ جو شديد احساس ٿيو هئم ۽ مان چاچيءَ کان موڪلائي بغير هليو آيو هئس.

اوچتو ميوزڪ جو آواز ٿو ٻڌان، هڪڙي انگريز شايد نشي ۾ اچي Hotel Orchestra سان گانو ڳائڻ شروع ڪيو آ. ماحول ڪجهہ وڌيڪ گرم ٿي ويو آهي. ماڻهو هن جو گانو شوق سان پيا ٻڌن، مان دريءَ کان ٻاهر ٿو ڏسان، ڪوهيڙو ڪجهہ وڌي ويو آهي، ٻاهر ڪار پارڪنگ جون بتيون پيون ٻرن، اندر آتشدان جي پرسان انگريز ڳائي پيو، ٻاهہ جي شعلن جي ڪري هن جو گلابي رنگ وڌي ڳاڙهي رنگ جي شڪل پيو وٺي، ڪڏهن هو سونهري ٿو ٿئي تہ ڪڏهن ڳاڙهو.

هو چئي پيو:

When she was here
by my side
means you just were passing bye
O'time, you are not friend of mine
When she has gone and bird's has flew
now you are Crawling like baby's crew
O' time you are not friend of mine ·
but if you could bring her back to me
or take her out from my memories
then time you will be a friend of mine.

(تڏهن جڏهن هوءَ مون سان گڏ هئي، تون ڪيترو نہ تڪڙو گذرندو هئين، ۽ اڄ جڏهن مان هيڪلو آهيان تہ تون ڪيئن نہ ننڍڙن ٻارن وانگر پيو رڙهين. اي وقت تون منهنجو دوست ناهين. پر جيڪڏهن تون هن کي واپس آڻين يا مون کي هن جي وسارڻ ۾ مدد ڪرين تہ پوءِ تون منهنجو دوست هوندين).

هي انگريز سچ تہ چوي ٿو. مان اڪيلو آهيان، تہ وقت ڪيتري نہ عذاب مان پيو گذري ۽ هن چوڪري کي چوڪريءَ جي قربت ڪيتري نہ ٿوري وقت لاءِ لڳندي هوندي. جيئن مان توسان گڏ هوندو هئس تہ وقت ماڳهين ڊوڙندو ويندو هو.

۽ پوءِ هڪ ڏينهن امان ٻڌايو تہ توهان مڱڻو ٿوڙي ڇڏيو آهي. ها، ڪچو رشتو هو، کهڙو نڪاح ۽ سوا لک جي حق مهر وارو پڪو مانجهو هو جيڪو نہ

تني سگهي ها، مون کجهہ بہ کونہ کچيو، چئي بہ چا پئي سگهيس.

امان سان کهڙا سور سليان ها، دل چيو توهان جي گهر اچي چاچيءَ کان پڇان "کهڙو عيب هو مون ۾ جو توهان مڱڻو ٽوڙيو." پر سوچيم مان ڇوکرو آهيان، عيب صرف ڇوڪرين ۾ هوندا آهن. امان چاچيءَ کان پڇيو بہ هو پر هن صرف ايترو چيو "شيريءَ جي پيءُ جي مرضي ڪانهي ادي، مان ڇا ٿي ڪري سگهان" امان مجيد صاحب کان پڇڻ چاهيو تہ مون روڪي ڇڏيومانس.

ساوڻي هوا جڏهن وڻن جا پن ڍير ڪري ڪيرائي، ڏالان ڪي پري ڇڏيندي آهي تہ پنن ڪي ڪٿبو ناهي، اهي گند ۾ ميڙي ڇڏبا آهن.

ان کان پوءِ توکي ايلفيءَ تي ڏٺم، تنهنجو شايد ٿئون جيون ساٿي ٿيڻ وارو هو. هو ڪو Big Shot پئي لڳو، ڪيڏو نہ فرق هو هن ۾ ۽ مون ۾. هن مرڪي توکي ٻانهن کان وٺي دڪان ۾ ڏکيو هو، تو ان مهل ڪيس الائي ڇا پئي چيو ۽ ان مهل اندر جي سعيد رڙ ڪئي "موٽي وڃ، متان هوءَ توکي ڏسي ڪجهہ لمحن لاءِ بيزار ٿئي. متان هن جي مرڪندڙ لمحن ۾ ڪابہ گهٽتائي اچي، هتان هليو وڃ، متان بہ هوءَ ڏک محسوس ڪري" ۽ دل جي ان شدت سان چاههہ ڪي تہ مان توکي دڪان اندر اچي ويجهو کان ڏسان، مان دٻائي ٻاهران ئي هليو ويس. ڪيڏي ڪيڏي مهل اسان قربتن هوندي بہ فاصلن ڪي الائي ڇو ترجيح ڏيندا آهيون.

پوءِ مون کان اهو برداشت نہ ٿيو تہ انهيءَ شهر ۾ منهنجا ڏٺل خواب، ڪنهن ٻئي جو تعبير بڻجي رهيا هجن، مون تہ جدائيءَ جا سبب بہ نہ پڇيا.... هرڪو عذاب مون پاڻ سٺو. دل چيو توسان ملان تو کان علحدگيءَ جا سبب پڇان، جيڪڏهن مون ڪي ڇڏڻو ٿي هيئي تہ پوءِ پيار ڇو ڪيو هيئي. مون سان ساٿ نباهڻ لاءِ ڪجهہ وکون گڏ ڇو کنبون هيئي، پر نہ... مان توکي ڪجهہ بہ نہ چئي سگهيو هئم، هتي رهي نہ سگهان ها، ايترو اعليٰ ظرف تہ هئس ڪونہ جو پنهنجي دولت ٻئي جي هٿن ۾ ڏسي بہ مرڪان، اتان بدلي ڪرائي هيڏانهن هليو آيس. اجنبي ديس ۾، برف پوش وادين ۾، جتان جي هند هند ۾ توسان گڏ گذاريل گهڙين جا Negative آهن، جن کي مان Positive نہ تو ڪري سگهان، اهو حق تہ صرف ان کي آهي نہ جيڪو توسان گڏ گهمي ۽ توکي حاصل ڪري. ايٿ ۽ ڪاري جي يڪن ڪي رنگن جي ضرورت جو نہ هوندي آهي تنهنجي خيالن موجب.......

اوچتو ڪڙڪي تي هوش ۾ تو اچان بيرو Tea pots کڻي ٽري ۾ پيو

رکي. گانو ڪڏهو ختم ٿي چڪو آهي. ماڻهو اچا پيا تاڙيون وڄائين. ٻاهر شايد رات پوري لهي آهي. تڏهن تہ اوندهہ وڌي وئي آهي. اندر هال جرڪي پيو. ڇوڪرو ۽ ڇوڪري پرچي ويا آهن. مرڪي پاڻ ۾ ڳالهائين پيا. ڇوڪري، ڇوڪري سان مرڪي هٿ ٿي ملائي، شايد هو شرط پيا رکن، اها ڪنهن بہ ڳالهہ تي هجي، منهنجي دل ٿي چئي هو شرط نہ رکن..... هو پيار ڪن ٿا تہ شرطون نہ رکن ڇاڪاڻ تہ وري هو جدا ٿي ويندا، شرطن جي آڌار تي شڪ جنم وٺندو ۽ پوءِ هرڪو هارايل مون وانگر چپ ڪونہ ڪندو، هو گوڙ ضرور ڪندو.

اڄ جڏهن تو وٽان آئي، ورهيہ گذريا آهن تہ تنهنجو خط مليو آهي. لکيو اٿئي "مومي موٽي اڄ، ڪجهہ حالتن سيڪاريو آ، ڪجهہ وقت، شيري هر طرح سان تنهنجي منتظر آهي. اڄ، مان پنهنجي ڪئي تي شرمنده آهيان. وڌيڪ هتي اچ تہ ٻڌائينديمانءِ. مون کي خبر آهي تہ تو شادي نہ ڪئي آهي. چاچيءَ کان ائڊريس وٺي خط لکانءِ پئي، هوءَ بہ تنهنجي منتظر آ. هر سال هوءَ توسان ملڻ ايندي آ، هن سال تون ئي ڪٽي اچ ڪجهہ ڏينهن لاءِ توهان جي گهر اچي وئي آن، وڌيڪ اچ تہ ٻدايانءِ. تنهنجي شيري."

تنهنجو خط مليو بہ ڪهڙي وقت اٿم، جڏهن ذهن جي هر پردي کان تنهنجو نالو ڪٽجي ويو آهي، اٿين جيئڻ جوانيءَ ۾ رف ڪاپيءَ تي تنهنجا نالا لکي ڪٽي ڇڏيندو هئس. منهنجي گهر تنهنجو ڪهڙو ڪم. ان ۾ تہ بہ ڪمرا آهن، اهي تہ امڙ لاءِ ئي پورا ناهن. منهنجو گهر ڪو، ڪنهن ايلفيءَ جي Big Shot جي Palace جهڙو تہ ناهي جو تون اچي رهي آهين. مان توڏانهن نہ اچي سگهان، تو ڏانهن ايندس تہ هٿ وينل شيري ڪيڏانهن ويندي. هتان جي هوائن جون سرگوشيون، برسات جي آلاڻ ۽ پنن جي ڪڙ ڪڙ تہ مون کي روز هن سان ملائيندي آهي. توکان تہ جدائي برداشت ڪري ويس، هن شيريءَ کان دل کي ڪيئن جدا ڪندم. ان صورت ۾ جڏهن هوءَ منهنجي آهي. مون سان هٿ ۾ هٿ ڏئي لفٽ چيئر ۾ ويهڻ لاءِ واري جو انتظار ڪندي آهي ۽ جيڪا اِيٽ ۽ ڪاري جي يڪن کي رنگ ڏيڻ جي ضرورت نہ محسوس ڪندي آهي. نہ مس، مان ايڏانهن اچي نہ تو سگهان، پنهنجي جنت کي جهنم ڪيئن ڪيان.

اوچتو ڇوڪري هلڪي رڙ ٿي ڪري، ڇوڪري شايد هن کي ٽيبل جي هيٺان پيرن تي پير هنيو آهي. هتي ٽيبل دسترخوان سان پوري ڍڪيل آهي ۽ ويٺلن جون ٽنگون نظر نہ اينديون آهن. ڇوڪرو هن کي پرچائيندو چوڌطرف تو ڏسي.

مان ڪنڌ ڦيري ٿو ڇڏيان، ماحول وڏيڪ ڪوهيڙي ۾ ونجي ويو آهي. هو اٿي هليا ٿا وڃن. مان بہ پرس ۾ پئسا رکي الاءِ ڇو هنن جي پويان ٻاهر نڪري ٿو اچان، ڇوڪرو ۽ ڇوڪري ٻئي جينز جي پئنٽن ۾ آهن، ٻاهر ڪافي ٿڌ آهي، مان هٿ ڪوٽ جي کيسن ۾ وجهي ٿو ڇڏيان، سامهون لفٽ چيئرساڪٽ بيٺي آهي، مان هن جو نمبر ڏسي مايوس ٿي ٿو وڃان، هوءَ ستون نمبر آهي، الاءِ ڪيترو پري تون ٻاونجاهين گاڏيءَ ۾ ويٺي هوندينءَ، الاءِ خوش هوندينءَ الاءِ نہ.

اوچتو هارن ٿو ٻڌان، سامهون اها گاڏي وڃي پئي جنهن ۾ هوٽل وارو جوڙو ويٺو آهي. ڇوڪري، ڇوڪري جي ڪلهي تي آهلجي پئي آهي. گاڏي ٻاهران جي آهي ان تي Sports Nrumbers لکيل آهن. 4,93,88,52 مون کي لڳي ٿو جڻ اهي چيئرز هجن، توکي ڏنڌ ۾ هيٺ لاهيءَ ڏانهن کٽي ويندڙ، مون کان پري.... ڏور. الاهي ڏور.

# ديس پرديس

هن ماءُ جي ڪڇ ۾ پنهنجي ڪنڌ کي صحيح نموني سان ٺيڪ ڏيندي، ماءُ جي منهن ۾ ڏٺو، جنهن چانورن جو ڇڄ پاسيرو ڪري، هن جي وارن کي ٺاهي، سندس پيشانيءَ تي چمي ڏني. هن ماءُ کي ڏسي کلي ڏٺو. سندس مرڪ آسودي مرڪ هئي، وجود جڻ ڪنهن پينگهه ۾ لڏندڙ هجيس.

هن وري پاسو ورايو: ”امان، اتي نه، صبح جو نيرن ڪري، پئي آرس موڙيندي آهيان ته چا ڪريان، چا نه ڪيان. پاڻ هليو وڃي زمين تي، يا ڪيڏي مهل سنگت ساڻ سان نڪريو وڃي. پوءِ وينئي صابل کي ڏسان ته ٻوڙ مانيءَ ۾ ڪا چڪ ته نه ٿي ڪري. آهي سندس جي لاڏلي نوڪرياڻي، سو پاڻ لاءِ ماني وغيره خيال سان ٺاهرائيندي آ. هونئن امان، اهي نوڪرياڻيون آهن به صابل سان سڌيون. مان ته ڪنهن سان ڳالهايان به ڪونه، سڀ ڪم صابل ئي ڪندي آ.“

مڙس جي باري ۾ ڳالهائڻ مهل ڳل ڪجهه تپش جي ڪري ڳاڙهيٽڙا ٿي ويا هئس. ماڻس عينڪ جي ڪاون پنيان غور سان ڏٺو. شايد ڌيءَ جي منهن ۾ لفظن جو پاڇو ٿي ڏٺائين.

ڪجهه مهل رکي پڇيائين: ”يلا صابل آهي ته خوش نه.“

”ائي امان، بلڪل لوهه لڳي پئي آ، هيڏي آيس پئي نه ته، تنهنجو پڇيائين پئي، وئيو اچانس ها، پر پوءِ وري پاڻ کي تڪليف ٿئي ها نه. ان ڪري اڪيلي آيس. ٻي ڪا نوڪرياڻي مان ڪٿان ڪونه.“

”ها، منهنجي به دل چڪ ڪندي آ، توسان گڏ هلي هئس ته ملي هئي. هاڻي ته اٺ نو مهينا ٿي ويا آهن ڏٺي.“

ماڻس وري چانور سوئڻ شروع ڪيا. هوءَ، هڪ ٻانهن سان ڇڄ کي جهليو ويٺي هئي ۽ ٻئي هٿ سان ڪيڏي مهل چانورن کي پئي سوريائين ۽ ڪيڏي مهل هن جي مٿي ۾ وارن جي ڇڳن کي ٿي الڳ الڳ ڪيائين. هوءَ ائين ئي ماءُ جي ڪڇ ۾ ليٽي رهي.

ڪجهه لمحا رکي ماڻس ڳالهايو: ”اڄ ته ورياهه به اچڻو آ نه.“

”ها، اڄ اچڻو ته هئن. منجهند تائين اچي نڪاءُ ڪندا.“ هن مڙس جي تذڪري تي ماءُ ڏانهن ڏٺو، هن مهل سندس منهن جو تاثر ڪجهه عجيب هو، شايد

مڙس جي اچڻ جو ٻڌي ڪيس مزو نہ آيو هو.
"هميشہ ايندو آ نہ تہ جهڙو هوا جي گهوڙي تي سوار.... هڪ منٽ بہ نہ ترسندو. ٻچي شل ٽي دفعا ڪن آيو آ، پر هميشہ توکي ونڻ ۾ تڪڙو، اڄ اچي تہ زوريءَ رهائيندي‌مانس" ماٺس جملو پورو ڪري هن ڏانهن ڏٺو.
سندس اکيون بند هيون. ماٺس وري چڄ اگهيان ڪري سوئڻ شروع ڪيو. نازان دل ۾ الاءِ ڇا محسوس ڪيو. هن کي وري هورا ڪورا ٿيڻ لڳي. اڄ وري اهو سڀ ڪجهہ ٿيندو، جيڪو بہ ٽي دفعا اڳ ٿيو آ. هو ايندو تہ هلڻ مهل ڪيڏو نہ ڏک ٿيندم. هيءَ امڙ، مني، ڇڏڻ ڪيڏي نہ ڏکي آ. هتي ميان ٽي هو آ، پر آهي تہ بہ ڪهڙو. يارن دوستن سان پورو. حويليءَ ۾ گهڙي تہ وٺ پڪڙ شروع، هي ڏي، هو وٺ."
هن کي وڏي ڀيڻ ٽي ياد اچي. شادي ڪرڻ کان پوءِ جڏهن هوءَ ٽئين ٽئين ڪجهہ مهينن رهڻ کان پوءِ گهر ايندي هئي تہ ماٺس هن جو ڪيڏو نہ خيال ڪندي هئي ۽ نازان کي ان تي جڪ ايندا هئا، تہ امان ڇو ٽي هن کي ياڻي ۽ سندس ماءُ جو هميشہ اهو ئي اسرار هوندو هو تہ پٽ پرديسياڻي آ. هن گهر سان هن جو ڪهڙو تعلق. آئي آ مهمان ٽي نيٺ تہ هلي ويندي. ۽ پوءِ نازان هن جي وڃڻ تي خوشيون ڪندي هئي. "شڪر ٿيو ٽري بلا" ۽ پوءِ سڀ کان وڏو مزو تہ ڪيس تڏهن ايندو هو، جڏهن وڃڻ مهل ڀيڻس جي اکين ۾ پاڻي هوندو هو ۽ هوءَ کين ياڪر پائي موڪلائيندي هئي.
هوءَ اوچتو ڇرڪي پئي، ننديو ياٺس، ٻاهر دالان ۾ فوٽ بال ڪيڏي رهيو هو، ڪيڏندي ڪيڏندي ڪو بال اندر هليو آيو هو ۽ اچي ڪيس لڳو هو. هن جون اکيون کُلندي ڏسي ماٺس ننڍڙي کي ڇڙٻيو.
"منور، ڇورا، هيڏي تہ اچ تہ ڪل لاهيانءِ، هي ٽائيم مليو آ توکي ڪيڏڻ جو."
ماٺس ڇڄ پاسي کان رکي بال ڪنيو، هوءَ اٿي، ماءُ کان بال وٺي ٻاهر اڇلائين.
"ڇڏينس امان، ٻار آ، ڇا ٿي پيو."
"ڇا نہ ٿيو. مس مس تہ تو اکيون ٻوٽيون هيون، اچي اڇايو اهو بال جو ريچڪ ڪنيائين، توکي جاڳايائين نہ."
ماٺس وري ڇڄ ڪنيو. نازان اُٿي ئي ڀيل ڀينگهي ۾ اکيون پوري ڇڏيون.
سندس شاديءَ کي اٺ مهينا ڪن ٿيا هئا. مڙسس زميندار هو، ان ڪري ڏاڍي سکي هئي، هر ٻئي ٽئين مهيني پئي گهر جو چڪر هڻندي هئي ۽ ان سڄي

چڪر ۾ ڏکيو لمحو سندس گهر ڇڏڻ جو هوندو هو. الاءِ ڇو، هن جي دل چوندي هئي، مڙس کي بہ اتي ئي رهائي ڇڏي. ان گهر مان نہ وڃين. اتي جو مزو ئي ٻيو هو. پر ڪيس مڙس سان گڏ وڃڻو پوندو هو.

ڪيس ياد ٿو اچي، جڏهن ڪنواري هوندي هئي تہ ڪيئن نہ پيڻ سان مشڪريون ڪندي هئي.

"ادي يلا. هاڻي هي گهر اوپرو ٿئي ڇا؟ جو ڪيڏي ڪيڏي مهل حجاب ڪندي آهين."

"نہ تہ ڇري. آخر ڪنواري ۽ پرڻيل ۾ ڪو تہ فرق هوندو آ نہ. پهرين هتي آئون رهندي هئس مالڪياڻي ٿي، هاڻي مهمان ٿي ايندي آهيان."

"ادي اها بہ ڪا ڳالهہ آ....... گهر اُهو، تون اُها، مان اُها، امان اُها، باقي مهمان ۽ پنهنجي گهر جو ڪهڙو چڪر."

هوءَ وڏيڪ جاڻڻ گهرندي هئي ۽ ان مهل سندس پيڻ جو منهن رنگَ ڇڏيندو هو، جڻ ڪنهن سندس وجود کي ڪچي رنگ ۾ رنگي، پاڻي ڇڏي ويو هجي.

پوءِ هوءَ پاڻ دل ئي دل ۾ فيصلو ڪندي هئي. "هيءَ سچي ڳالهہ آهي ئي امان جي. پيش ئي ائين ٿي اچي جڻ ادي ڪا مهمان هجي. هونئن ادي کي ائين سوچڻ تہ نہ گهرجي."

ماٺس چانورن کي ڇڙيندي ڏانهس ڏٺو. هوءَ پينگهي جي هلڪي لوڏي ۾ اکيون پوري مرڪي رهي هئي. ماٺس جي منهن تي مرڪ تري آئي. هن دل ۾ سوچيو، اڄ ورياهہ اچڻو آ نہ. شايد ان لاءِ پئي مرڪي. "چري آ" هن ڀٽڪيو ۽ ڇڄ کڻي اندر هلي وئي.

ماءُ جي پيرن جو آواز ٻڌي، نازان مڙي ڏٺو، ماءُ کي ويندو ڏسي، هوءَ وري در ڏي ڏسڻ لڳي. "پر امان مون سان تہ اهڙي نموني پيش نہ آئي آ. نہ ڪو مون تي ظاهر ڪيو اٿائين تہ مان ڪا مهمان آهيان يا ڇا. اها ادي ئي اهڙي هئي. اهڙي سوچ رکندڙ، يلا ماڻٽن وٽ بہ ماڻهو ڪڏهن پرديسي هوندو آ، امان تہ ڪڏهن اديءَ کي ائين ڪونہ چيو هو، مڙئي پاڻ گهڙي ورتو هئائين، ٻيو نہ تہ، جيڪڏهن اديءَ نالي چوندي هئي تہ بہ مون کي اديءَ کي هاڻي ڪيئن چوندي ۽......."

اوچتو هارن جي آواز تي هوءَ ڇرڪي پئي، ٽپ ڏئي پينگهي مان هيٺ لهي، چولي کي........ ٺاهيائين. پريان ورياهہ سندس مڙس، گهر اندر گهڙي رهيو هو، هن مرڪي مڙس کي ڏٺو.

"ڪيئن آهين سودي" هو مرڪيو.

ويجهو ايندي، ڪوٽ لاهي، هن ڏانهن اڇلايائين هن ڪوٽ کڻي ڪليءَ ۾

تنگيو "توکان سواءِ تہ ٻيلي هتي تہ رڻ لڳو پيو آ. اصل گهر ۾ مالڪياڻي ڪانهي تہ ڪيئن سري."

هو سنئون ٿي ليٽي پيو. نازان ويجهو هلي آيس.

"يلا هلڻ جي ڪيون" ورياهہ سندس هٿن کي جهليو.

"جيئن تنهنجي مرضي"

هوءَ وڏيڪ ڪونہ ڪڇي سگهي.

"ٻيلي ٽڪرو آهيان ڏاڍو....... چاچيءَ کي وٺي آ تہ ملان ۽ تون ٽپڙ ٽاڙي ناهہِ..... پر ماسي آهي ڪٿي؟"

"اتي ٺي آ، ڏسان ٿي،" هن ورياهہ کان هٿ ڇڏايا.

"موٽ ۾ پاڻي گلاس تہ پريو اڇجانءِ."

"حاضر"

هوءَ گهر اندر گهڙي، گهڙامنجيءَ تائين پهچندي الاءِ ڇا ڇا ذهن ۾ گهڙي آيس. "اڄ ڪٿي نہ وڃان..... الله ڪري تہ امان روڪيس ۽ هو رهي پوي. اڃا ڪجهہ ڏينهن تہ هتي هجان."

هن گلاس پريو پٽي تہ ڪنن ۾ ماءُ جو آواز آيس. ڪيس شايد ورياهہ جي اچڻ جي خبر نہ هئي. منور کي پٽي پرچاياڻين.

"ابا، ڪڻ بال شابس پٽ ڪي."

"ها، ڪڻ بال، هاڻي تہ ڪيئن ٿي چوينس، ان مهل ڪيئن پٽي رڙيون ڪيئي تہ پيٺهين جي اک هاڻي لڳي آ. راند تو ڪرين، هي ڪو ٽائيم آ"

نازان مرڪي پٽي "بيوقوف".

هن گلاس پريو، موٽي تہ جڻ لفظن کي اندر ۾ گهڙندي محسوس ڪياڻين. هن پيري ماڻس ڳالهايو هو.

"منون ابا ڇو تو هن سان ساڙ ڪرين. ٻن ڏينهن لا آئي؟....... پرديسياڻي آ، هلي ويندي. ڪهڙو هٿ تو وٺ وٺي هوندي."

هن الاءِ ٻيو ڇا چيو. نازان کي الاٽي ڇا لڳو. هن جي هٿن ۾ جڻ گلاس مان پاڻي ڇلڪيو پٽي. هن ٻاهر اچي ورياهہ کي پاڻي ڏنو. ڪجهہ لمحا رکي ورياهہ کي ڏسندي چياڻين "امان رهڻ لاءِ چئيوَ نہ، تہ بہ نہ ترسجو، مان هتي رهي رهي ڪڪ ٿي پٽي آهيان..... پنهنجو گهر آخر بہ پنهنجو آ. هت تہ ماڻهو جهڙو پرديسي."

آخري جملو ڳالهائيندي ڪيس لڳو، جڻ هاڻي هاڻي پيٽس هن کان موڪلايو هجي.

# واردات

هن ٻانهون هوا ۾ ڦهلائي، ڪلهن ڪي انگريزن جيان گهمائي، مون ڏانهن نهاريو. منهنجي منهن ۾ ڏسندي چيائين "اهو اٿئي پورو تفصيل. هاڻي رڳو واردات جو انتظار آ."

ڳالهائڻ مهل هن 'واردات" تي زور ڀريو. مون ڏانهس ڏسي ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو.

"ڇو، منا ڳالهه ڪونه وڻيئي ڇا؟" هن گاهه تي ليٽي، ٻوڙي ڪي پٽي وات سان ٽڪر ٽڪر ڪندي چيو.

"نه نه، اهڙي ته ڪا ڳالهه ڪانهي. پر نظامر! اهو تي ڪيئن ٿو سگهي."

"ڇو اهو ناممڪن آ ڇا؟...... هان. اڙي حالتون نه ٿو ڏسين. ميان، هوءَ ڪهڙي نه حسين آ ۽ هو ڪهڙو نه ڀولي ٽائيپ..... خود سوچ ڪڏهن حور ۽ لنگور ۾ به ناتو ٿيو آ. ائين آهي، مون خود هن ڪي عطا محمد ڏانهن اشارا ڪندي ڏٺو آ ۽ ميان ڀيو ته ٿيو، ان ڏينهن ڪاڙهي تتي، ٻپهريءَ جي نماز پڙهي پئي موٽيس ته در تي بيٺي هئي. اصلي مون مان اک ٿي نه پئي ڪڍي ۽ پريان ته هو به پئي آيو. پائوڊر سرخي ته اهڙي لڳل هئس جو بس...." هن ڳالهه اڌ ۾ ڇڏي ڏني ۽ زور سان ساهه کڻي، مون ڏانهن پٺي ڪري پاسي پر ليٽي پيو.

ان حالت ۾ ٿي چيائين: "پٽ نه ڪر اعتبار پاڻهي ڪڏهن ڏسندين ته اسان وارو پاڙو انهن حرڪتن جي ڪري وڃي وڏو گهر ٿيندو. ميان هڪ ڪني مڇي سڄي تلاءَ کي ڪنو ڪندي آ."

"يار اهي ڳالهيون تو واريون سچيون آهن. چئين ته بلڪل سچ پيو. جيڪڏهن گهرن ۾ اها ڳالهه پکڙجي ويئي ته آخر اسين به نياڻين سياڻين وارا آهيون، ڪجهه ته بلو ڪرڻو ئي پوندو." مون هن پيري سندس ڳالهه تسليم ڪئي.

"ڀيو نه ته ميان، ائين اسان جون زالون ڪن ته ماڳهين الاءِ ڇا ڪري وجهون. اهڙيون زالون مڙسن لاءِ فريم جڪڙيل يڳل آئينو هونديون آهن، جن ۾ سيرن جي ڪري ڏسڻ مهل مڙسن جا منهن به ڇپا نظر ايندا آهن."

هو وري سڌو تي ليٽي پيو، وات مان ڪک تکي اڇلائي ڇڏيائين.

"يلا مڙسهنس کي ان واقعي جي خبر نہ آ ڇا." مون کي الائي ڇو نظام جي ڳالهين تي اعتبار نہ پئي آيو.

"ڇونہ هوندي، پر هوندو ڪو مجبوريءَ ۾. باقي زال واردات ڪري ۽ مڙس کي خبر ئي نہ پوي."

هن گاهہ تي پٺ ورائي ڇڏي، مان بہ ڪجهہ گهڙيون هن ڏانهن ڏسي ٻئي طرف گاهہ تي ليٽي پيس.

نظام ۽ مان هڪبئي جا پاڙيسري آهيون، هن جو ۽ منهنجو گهر آمهون سامهون آهن. ڪجهہ ڏينهن ٿيا، نظام جي پرواري گهر ۾ زال مڙس اچي رهيا هئا، مڙس بيحد ڪوجهو هو ۽ زال بيحد حسين.

مان هڪ بئنڪ ۾ مئنيجر آهيان، آفيس مان گهر ايندو آهيان ۽ گهر کان آفيس. فرصت جو ڏينهن ملندو آ تہ جمعو ۽ جمعي تي مان ۽ نظام صبح يا شام جو ڪجهہ دير پنهنجي گهر جي پرسان باغ ۾ ڪچهري ڪندا آهيون. ۽ اتي ئي نظام مون کي هن جي باري ۾ ٻڌايو هو. مون تہ هن جوڙي کي مشڪل سان هڪ دفعي ڏٺو هو. زال واقعي بيحد حسين هئي ۽ مڙس ڪوجهو پر اهڙو بہ نہ جو ماڻهين ٺوڪاري ڇڏجي. نظام جي واتان خبر پئي هئم تہ زال مڙس هڪبئي ۾ نهيل ناهن، زال مڙس مان مطمئن ناهي ۽ سندس ڪوجهائپ ڪري عطا محمد کي اشارا تي ڪري. عطا محمد بہ اسان جو تقريبن پاڙي وارو ئي هو، ڪافي سهڻي هائيءَ ۽ خوبصورت نقش جو مالڪ هو ۽ نظام کي پڪ هئي تہ اها نئين پاڙي واری ان کي اشارا تي ڪري ۽ بقول سندس "مون تہ ڪيس اشارا ڪندي بہ ڏٺو هو."

اڄ صبح کان وٺي هو منهنجو مٿو کائي ويو هو تہ تازو مون ڪيس عطا محمد ڏانهن ڪلي نهاريندي ڏٺو ۽ مڙس کي ان ڳالهہ جي پرواهہ ناهي ۽ وغيره وغيره.

"ٻڌ" هن اوچتو پاسو ورايو.

"هون" مون ڪنڌ ڪنيو.

"هيئن ٿا ڪيون ميان، تون بہ خيال ڪر، مان بہ ٿو جانچ ڪيان. ادا اهي رنون ناهن الاءِ ڇا آهن، ڪٿي مجحي تہ مڙس ويچاري کي خبر ناهي. پر جي هجي بہ تہ ڇا ڪندو. رنان مڪر تنان تنر تال ٿي نہ ڪن، وارو چڪر آ. هونئن ان مڙس جي جاءِ تي مان هجان تہ رن جا ٻيرا ٻيرا ڪري وجهان. خير ڪڏهن موڪل وٺي منجهند جو تون بہ ڏسجانءِ، عطا محمد آفيس مان ايندو تہ ڪڏهن نہ ڪڏهن تہ

مڙس نہ هوندو ۽ ڪجهہ ٿيندو. رڳو اهو ڪجهہ ٿيڻ ڏي، پوءِ ڏس منهنجا مزا.“
”چڱو يار ڏسون تہ ڇا ٿو ٿئي.“

اسان جو پاڙو ڪل پندرهن سورنهن گهرن تي آهي. ڪابہ ڳالهہ ٿيندي آهي تہ هڪدم سيني کي خبر پئجي ويندي آ، سواءِ منهنجي. جو مان بئنڪ کان اچڻ مهل ٿي ائين هنڌ تي ڪرندو آهيان جو رات جو ٿي اک کلندي آ. هوٽل بازي مون کان ٿئي ڪونہ ۽ پوءِ هفتيوار خبرون پيون نظام وٽان ملنديون آهن.

ان ڏينهن شام جو مون ننڊ بہ ڪانہ ڪئي، حالانڪ هفتيوار موڪل جي ڏينهن مان خوب ننڊ ڪندو آهيان. پر اڄ جاڳيل هئس. چئين وڳي ڪير وارو آيو ۽ اچي گهنٽي هنيائين تہ ٽپ ڏئي هنڌ تان اٿيس ۽ پنهنجي پٽ کان ڪرمنڊل ڦري زال کان پڇيم ”گهڻو.“

”اڄ توهان پيا وڃو ڪير وٺڻ“ هوءَ حيران ٿي وئي.

”اڙي ٻڌاءِ ڪٿي گهڻو. وضاحت ڪير وٺي اچي ڪيان ٿو.“ نہ پئي چاهيم تہ دير ڪيان ۽ سامهون وارا ڪير وٺي در بند ڪري ڇڏين.

”ٿي سير.“

ٻڌنديئي تکو تکو در تي آيس. پهرين گيٽ جي چير مان ڏٺم، نظام پنهنجي در تي ڪير پئي ورتو، مان بہ ٻاهر نڪتس تہ هو اندر ديڳڙي رکڻ ويو. ڪير وارو مون ڏانهن آيو پئي تہ پاسي وارو در کليو. ها، اها هوءَ ٿي هئي. پرين جهڙي. در تي نڪري، ڪير واري ڏانهن جڳ وڌائيندي چيائين؛ ”ٽي پاءَ.“

ڪير وارو مون ڏانهن نہ آيو، هنَ ڏانهن وڌي ڪير ماپڻ لڳو. ان مهل نظام بہ پنهنجي در تي اچي بيٺو. اکين ئي اکين سان اشارو ڪري چيائين ”اها اٿئي غور سان ڏسينس“ ۽ منهنجين اکين ۾ هاڪار ڏسي هو اندر هليو ويو. هوءَ بلڪل ٻاهر نڪتي بيٺي هئي. جسم بيحد خوبصورت هئس ۽ سونهن وينس جيان مڪمل. ڪير وٺي، مون ڏانهن ڏسي در بند ڪري ڇڏيائين.

”هلا ٿئي.“ دل ۾ دڙڪي هئم ”بيلي نظام سچو آ.“

۽ ان ڏينهن کان پوءِ مون سامهون واري گهر کي تاڙڻ شروع ڪيو. ايندي ويندي گهر جي در ۾ پيو ڏسندو هئس. ڪڏهن هوءَ نظر ايندي هئي ڪڏهن نہ. ڪڏهن ڏسندي هئي ڪڏهن ماڳهين نو لفٽ ڪندي هئي.

مان شڪي فطرت جو ناهيان، پر ڪجهہ ڏينهن کان تہ عطا محمد جا ڦيرا بہ گهڻيءَ ۾ وڌي ويا هئا. شايد هو اڳ بہ هئندو هوندو، پر مون هاڻي جلدي گهر

اچڻ شروع ڪيو هو، تڏهن خبر پئي هئم.

هو جڏهن به ايندو هو، نظام ۽ سندس پاسي واري گهر کي ڏسندو لنگهندو هو ۽ مان پنهنجي در جي چير مان تڙڪندڙ دل سان پيو ڏسندو هئس. چاڻ در کليو، جاڻ هوءَ نڪتي، پر في الحال ته ڪجهه ٿيو ئي ڪونه پئي.

"ٻئي ميان، سپان ۽ پرينهن مان هتي ڪونه آن، دل پئي چوي ته انهن ٻن ڏينهن ۾ ڪجهه نه ڪجهه ٿي ويندو. تون رڳو منجهند جو اچجانءِ، سپان ڏس ڇا ٿو ٿئي، پوءِ مان اچان ته ڪٿي ٻڌائجانءِ."

نظام هن جمعي تي به منهنجو مٿو کاڌو هو ۽ مون ها ڪئي مانس ته جيڪڏهن ڪجهه ڏٺم ته ضرور ٻڌائيندومانس.

هينئر ڪجهه لمحا پهرين، جڏهن مان آفيس مان جلدي گهر موٽندي پريان عطامحمد کي ايندي ڏٺو ۽ لنوائي جلدي گهر اچي دربند ڪري چير مان ڏٺم ته عطا محمد گهرن وٽ اچي بيهي رهيو، تاڪ منجهند هئي. ڪوبه موجود نه، عطا محمد پهرين منهنجي گهر ڏانهن ڏسي، نظام جي گهر ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ هلڪڙي سيٽي وڄايائين، ان مهل ئي ڪڙڪي ڪلڻ جو آواز ٿيو. مون سمجهيو هوءَ در کوليندي، مرڪي ٻاهر نڪري عطا کي ڏسندي ۽ شايد اندر به وٺي وڃين. مون چير ۾ اک ڪپائي ڇڏي. در جو ڪڙڪو ته ٿيو پر در نه کليو هو. عطا چئن ئي پاسن وڏي غور سان ڏسي هلڪڙي آواز سان پڇيو "اچان."

"اچ"

در هڪ جهٽڪي سان کليو ۽ مون اکيون بند ڪري ڇڏيون. مون نه پئي چاهيو ته مان پڳل آئيني ۾ نظام جو چهرو منهن ڏسان، ڇاڪاڻ جو اهو در نظام جي گهر جو کليو هو.

منهنجون اکيون ته بند آهن، پر مان عطامحمد جي گهر ۾ وڃڻ کان پوءِ در بند ٿيڻ جو آواز ته ٻڌي سگهان ٿو.

# ٽيڙي

هوءَ پٿيءَ کي ڪنهندي رهي. چوليءَ جي مٿان ننهن جو ڪرڙو، ڪيس عجيب فرحت ڏيڻ لڳو. سندس اندر جي عورت ان گسڪي مان الاءِ ڪهڙي آسيس وٺي رهي هئي. هن هڪ پاسي تي پيل ديڳڙيءَ ڏانهن نهاريو. هيٺ ڪارنهن لڳل، مٿان قلعي ٿيل. ڪنهڻ بند ڪري، هٿ وڌائي ديڳڙي ڪنيائين ۽ پٿيءَ پر ليٽي پئي.

ان ديڳڙيءَ تي الاءِ ڪهڙا اکر لکيل هئا. هوءَ اکريل اکرن جي مٿان آڱريون ڦيريندي رهي، ڪڏهن ڪيئن، ڪڏهن ڪيئن. ان دوران ڪيڏي ڪيڏي مهل سندس ڏائو هٿ لڏيو ته ڪڙڪا پئي ٿيا. سندس ٻانهن ۾ پيل لوهي ڪڙا پئي ٺڙڪيا.

هوءَ عمر جي "ڪاشي" آ. انسان جي عمر ۾ ڪي لمحا اهڙا هوندا آهن، جڏهن هن جو چهرو سندس سات ڇڏي ويندو آ يا جسم چهري جي ڳالهه مڃڻ کان انڪار ڪندو آ. هوءَ به عمر جي ان حصي ۾ آ. سندس منهن ڏاڍو سهڻو آ، پر جسم ڍرڪيل اٿس. لڳي ٿو ته هوءَ ٽيهن کان پنجٽيهن جي وچ آ. وارن جون سڳيون ڳتيل اٿس. هڪڙي ٻانهن ۾ لوهي ڪڙا ۽ ٻيءَ ۾ ڪچ تائين عاج جي رنگ جهڙيون چوڙيون پاتل آ. سندس رنگ چمڪندڙ آ، اکيون وڏيون ۽ چهرو ڪليل.

اوچتو هڪ ڪڙڪو ٿيو. هن ڪنڌ ورائي ڏٺو، پريان ڪشوري بيٺي هئي. هٿن ۾ ڪير وٽو جهليو، لاچان ڏانهن نهاريندي مرڪي ڏنائين.

"اڄ ڪير ڪٿڻ ڪونه نڪتينءَ."

"بس مڪ من ۾ آنڌ مانڌ آ."

هن تڪو تڪو جملو ڳالهايو. ڳالهائڻ مهل هن مٿي تي ويڙهيل رئي کي لاهي پنهنجي منهن کي هوا هنئين.

ڪشوريءَ، ڪير جو وٽو پريان رکيو ۽ پاڻ هن جي پير ۾ اچي ويٺي. ڪجهه لمحا ڏانهنس نهاريندي چيائين.

"گهٽو ڏيان نه ڊر. جيڪي لکيو سو ڪو ريٽبو چا."

لاچان هن ڏانهن غور سان نهاريو. ڇڻ ڪانئس سندس جملي جي پڪ

ڪندي هجي. ڪشوريءَ هلڪو مرڪيو.

"اجايو پاڻ کي هلاڪ ٿي ڪرين نه. تڪ اها ڳالهه ڌيان ۾ ڪانه آئي. ته تون ڪٿي ڪهڙو به ترمر ڏر، هن تي ڪوبه زور ڪونه پوندو، باقي؟"

لاچان وري به ڪجهه ڪونه ڪڇيو. ماٺ ڪري ڪنڌ جهڪائي ويهي رهي. ڪشوري به ڪجهه لمحا ماٺ رهي، هن ڏانهن سرڪي آئي، هن جي منهن ۾ ڏسندي رهي.

"ڏس، هو مڙسالو زور آ، ڇڳي موچاري کي ته هو ڦيري ۾ آڻي ڪونه. تون هن کي ڪهڙو منهن ڏيندينءَ ۽ ٻيو ته هڪ ريت آ. هن جي مرضي، تنهنجي قسمت. باقي زور اڳيان زاري آ."

لاچان وري به ماٺ رهي. ڪشوري، ڏانهنس وري نهاريو.

"ٿي ڪيڏي هيٺي."

لاچان، صرف نهاريو، نظرن ئي نظرن ۾ جڻ چئي ڇڏيائين "نه".

"اڄ سرون پڇيون!"

"ها" هن مس مس ڪڇيو.

"پوءِ ڪوري تي هن توسان ڪجهه ڳالهايو ڪين."

"مڪ، ڇا چوندو" لاچان جي نڙي ڀرجي آئي

"بس ان ڏينهن اها ڳالهه ڪري ويجهو ئي نه آيو آ. اچي ٿو، ماني ڪٿي ڪائي هليو ٿو وڃي. مڪ ڪا ڳالهه ڌيان ۾ ڪانهي، ڇا ڪيان. هو ڪاوڙجي ته پل. باقي نانءُ منهنجو به لاچان آ. هو وڙهي ته پل باقي ونين ڪين آڻڻ ڏينديمانس."

ڪجهه لمحا وري به چپ هئي.

ڪشوريءَ ٽنگون سڌيون ڪري، پنهنجي پيرن ۾ پيل ڇير وڄائي. لاچان سندس پيرن ڏانهن نهاريو ڪشوريءَ ٺڪو ٺڪو مرڪيو.

"هي موتيڙا به مڪ آنند شاديءَ تي ڏنا هيا. چيائين ته تڪ سوءِ، مون لاءِ ٻي ونين زهر ڳيڻ برابر آ، پوءِ ان مهل تي انهن موتيڙن جو سڏ زور هو. وري جڏهن هن ٻي ونين ڪئي ته مڪ ته پڇيائين به ڪونه..... مڪ ته اها ڪبر به ڪانه پئي. بس پوءِ هنن جو زور به گهٽجي ويو."

هوءَ ڳالهائڻ دوران ڇير تي هٿ ڦيريندي رهي. جملو ختم ڪندي لاچان ڏانهن نهاري لاچاريءَ مان ڪلي.

"آنند، پريم ڪيو هو تو سان." هن ڪشوريءَ جي اکين ۾ ڏٺو.

"ها، پيو نہ تہ......"

"پر ايترو نہ کيو هونداٸين جيکو موتيءَ ۽ مون وچ آ." هن الاءِ کيئن اهو جملو اُکليو.

"چري هي مرد جو پريم بہ کو پريم هوندو آ. هلندو آ اوستاٸين جيستاٸين سونهن آ. سونهن وئي پريم چٹو. تون مان بہ تہ کڏهن ڪجهہ هٹاسين، اچ ڪجهہ ناهيون، کهڙو موتي کهڙو پريم."

"هو اهڙو کينهي. مون سان ڏاڍو پريم کندو آ. اهو سڀ ان دوسوءَ جي چرچ تي ٿيو آ، جنهن هن کي ڪامنا جو گهوٹ ٿيڻ لاءِ چيو آ، منهنجو وس پڄي تہ ان جون اکيون کڍي وٺان."

"دوسو بہ ڇا کري. راڄ وڏو آ. نياٸيون کيس ئي ترڙيون آهن." کشوريءَ هن ڏانهن وري غور سان نهاريو.

"تون ڪجهہ سينڌ ڪڍ. ڪجهہ سنبر. نہ تہ هو تہ اڳ ئي ڇڏيو وينو آ، ويتر ٻاهر سڀ تو لاءِ الاءِ ڇا ڇا پيون چون، ڪجهہ ٻاهر نکر. باقي هو تہ ائين کندو جيئن دل گهرنديس."

"ائين کيئن کندو، مان ڇڏينديمانس ئي کونہ."

هن چڻ سينو ساهيو. "ڇڏيو مون بہ نہ پٹي آنند کي. پر کبر ٿٹي ان کري تہ اڄ مان هن جي زال هوندي بہ هن جي ويجهو ناهيان. هو مون کي کنگهي بہ کونہ. پڇي تکو بہ کونہ. هاڻي جيکڏهن مان هن کي موکل ڏيان ها تہ پوءِ اڄ هو مون سان ائين کري ها. اسان تہ هونئن پنهنجي مڙسن لاءِ ٽپڙيون آهيون، وٺين تہ وڃائين، وٺين تہ ويڙهي رکن. نيون هونديون آهيون تہ ڏيان سان ويڙهيندا آهن، پراڻيون هونديون آهيون تہ کوري ڍکڻ جي کم ايندبون آهيون، ۽ تون تہ هونئن بہ بي اولاد آهين. تون سوچ کر، متان مون وانگر ويڙهجي نہ وڃين."

کشوريءَ، در تي لڳل ٽپڙي پري کٹي ۽ ٻاهر هلي وئي. لاچان الاءِ ڇو در ۾ نهاريو ۽ پوءِ رليءَ ۾ منهن ويڙهي ڇڏياٸين.

ذهن ۾ سوچون لهي آيس. "اڳ ۾ تہ اهڙو کونہ هو. مان کٹي ڇتين لڳل ٽپڙي سهي جنهن ۾ کو عيب هوندو آ، مون ۾ اهو عيب آ تہ اولاد کونهيم، نہ...... هو انهن جو مهٹو تہ کونہ ڏيندو..... هيتري وقت ۾ تہ کونہ ڏناٸين...... ائين کيئن کندو...." هوءَ سوچن ۾ گم ٿيندي وئي.

هن جو پورو ويڙهو هو. هو کولهي هٹا، زالين مڙسين کم جا ڏٹي، سڀ

جي ڪم ڪي لڳا تہ ڪم ويو. مڙس جيڪي مٽيءَ ڪي ڳوهي خانن ۾ وجهندا هئا ۽ زالون، ان ڪي سڪائي ڪوري ۾ پچائيندڀون هيون. روز چار پنج سئو سرن جا نڪري ويندا هئن. هو سڀ ڀاڳي ڀائيوار هئا، بس هئي نہ هئي ڪا ڳالهہ تہ شادين جي، مرد گهٽ هئا عورتون وڌ. ٻاهر ڏيڻ جا قائل هو ڪونہ هئا، بس پوءِ هر ڪنهن مرد ذري گهٽ ٻہ ٻہ شاديون ڪيون هيون. تقريباً هر مرد جو اهو حال هو. رڳو لاڇان جو مڙس ئي ٻچيل هو. باقي ٻيا تہ نوان پرڻيل هئا، سي ٻي شادي ڪٿان ڪن ها.

شادين جو سڄو وهنوار سندن وڏڙي دوسوءَ جي هٿ ۾ هو، ۽ ان ئي هاڻي موتي کي ڪا پٽي پڙهائي هئي جو هو ڦري شاديءَ لاءِ راضي ٿي ويو هو. لاڇان کي دوسوءَ تي ٻاهيون هيون جنهن پنهنجي ڀائٽيءَ ڪامنا جو سڱ موتيءَ سان ٿي ڪيو. پر الائي ڇو ڪيس پڪ هئي تہ هوءَ جيستائين مڙس کي موڪل ڪونہ ڏيندي تيستائين هو شادي ڪونہ ڪندو. سندس پڪ ان مهل وڌيڪ زور وٺي وئي هئي جڏهن موتي هن سامهون ڳالهہ پوري نموني ڇيڙي بہ نہ سگهيو هو ۽ ٻاهر نڪري ويو ۽ اهو سڀ ڏيان ۾ رکي هن سوچيو هو "اها ڪامنا ڪا مون کان زور ٿيندي."

هن رلي پري ڪري، وارن جون ڇڳون منهن تان پري ڪيون. آرس موڙي، وٽي ۾ پاڻيءَ ذرو ڪٽي، منهن ڌوئڻ لاءِ جهوپڙيءَ کان ٻاهر نڪتي. منهن تي ڇنڊا هڻندي ڏٺائين، پريان ڪامنا رات لاءِ ڪجهہ رڌي رهي هئي. سندس ڀرپور پني پاٽل چولي ۾ ڪجهہ سيٽجي پئي هئي. لاڇان وري هن ڏانهن نهاريو. ڪيس ڪامنا کان ڪراهت ٿيڻ لڳي. هن خالي وٽو ابتو جهليو ۽ موٽي ان ۾ منهن ڏٺائين، پريان موتي ڇڳل ميرن بوٽن کي هٿن ۾ ڪنيو، پيرين اگهاڙو پئي آيو. شايد گپ ۾ پير گهٽا ٺڦجي ويا هئس. جنهن مهل لاڇان هن ڏانهن نهاريو تہ هو ڪامنا ڏانهن ڏسي رهيو هو، هوءَ ٽڪي ٽڪي اندر هلي آئي، اندر اچي اڃان منهن ئي اگهيائين پئي تہ هو اندر گهڙي آيو. پٽڪو پريان سٽي ٻاهر نڪري ويو. لاڇان ماٺ ڪري ويهي رهي. ڪجهہ لمحن کان پوءِ هن اندر اچي ويهڻ لاءِ ٽيڙي وڇائي. هاڻي شايد منهن ڌوئي آيو هو.

لاڇان ماني ڪڍي هن سامهون رکي. هن ماني پاسيري ڪري ڇڏي.

"منهنجي موڪل ۾ ڇا ڪيئي؟"

هو گجيو، جملو چوندي. لاڇان جي منهن ۾ گهوري ڏٺائين.

هوءَ چپ رهي.

"بس نہ ڪر. ڳالهاءِ ڪجهہ."

هو بہ سندس ئي وهيءَ جو هو. هاڻي ڪائيءَ مان ئي زوردار مڙس پئي لڳو.
"هن وهيءَ ۾ موڙ ٿهنديُ" هوءَ ٺوڪ طور مرڪي.
"تڪ ان سان ڪهڙو واسطو، ٿهن نہ ٿهن، تون پنهنجي ڳالهہ ڪر."
"تہ هاڻي منهنجو واسطو بہ ڪونهي، ها نہ..... اهو مٺي دوسوءَ جو ڪم آ، ڪدا جي ماضرا پئيس، مون ڪان ورَ ٿو ڪسي." هوءَ روئٹهارڪي ٿي وئي.
"ور هو نہ ٿو ڪسي، تون ٿي وڃائين. ٻيا بہ تہ هِن ٻن زالن وارا." هو ڪڙڪيو.
"پر مان نہ ڇڏينديسان." هن هڪ ٺوڪ ڇڻ فيصلو ڪري ورتو.
"تنهنجي ڇڏڻ يا نہ ڇڏڻ سان ڇاهي. مون تہ تنهنجي دل رکڻ لاءِ پڇيو هو. نہ ڇڏينديءَ تہ بہ ونين ڪٺندس نہ تہ."
"ونين ڪٺڻ لاءِ آتو آهين. ائين نہ." هن روئي ڏنو "۽ هو پريم، هو وادا، هو سڀ جهوٺا هئا، ڪيئن."
هن سوچيو پئي متان هو ڳوڙها ڏسي ڪجهہ نرم ٿئي. هو ڪجهہ لمحا بس ڪري ويهي رهيو.
ڪجهہ ترسي ڇت ۾ ڏسندي چيائين "اهي تہ لفظ هوندا آهن، جيڪي گهوٽ ونين کي کش ڪرڻ لاءِ چوندا آهن. مون چيا تہ ڇا ٿي پيو."
ڳالهائڻ دوران، پاڻ هينيان پيل ٽيڙي، جنهن تي هو ويٺل هو، ڪنڌ ڪان پٽڻ لڳو ۽ ان مهل لاچان کي ڪشوريءَ جي ڳالهہ ياد اچي وئي. "اسين مڙس لاءِ ٽيڙين جيان هونديون....."
"گهٽو گوڙ نہ ڪر. بس ها، ڪر" هو ذري گهٽ متان الري ٿي آيو.
"تو ڪڏهن مون سان ائين ڪونہ ڳالهايو، ڪڏهن دڙڪو نہ ڏنئي، اڄ الرون ٿو ڪرين تہ لڳيم ٿو ڇڻ ڪجهہ ڏنئي ڪونہ" هوءَ وري سڏڪي پئي. شايد اجا بہ هار ڪونہ مڃين هئائين.
"تو وري ڇا ڏنو آ. ٻار نالي ڪو ڇيڄڙو تہ ڄٽيئي ڪونہ. باقي هاڻي ٿي نکرا ڪرين؟"
هو اڄ الائي ڪهڙي لئي ۾ هو، اٿي وڃي در وٽ بيٺو. شايد ڪامنا جو ديدار ڪجهہ گهٽو ڪري ورتو هئائين. لاچان جو ڪنڌ جهڪي ويو. ڪجهہ لمحا چپ رهي، هن جهڪيل ڪنڌ سان ئي چيو: "ڀلي ڪر وڃين شادي، تنهنجي مرضي."
موتيءَ هڪدم در تي پيل ٽيڙي ٻريَ ڪئي، هن ڏانهن نهاريو ۽ تکو تکو ٻاهر هليو ويو. لاچان ڀانيو ڇڻ ان لڏندڙ ٽيڙيءَ ۽ هن ۾ ڪو فرق ئي نہ هجي.

# ويــــر

هن جهوپڙيءَ مان منهن ڪڍي، چؤطرف نهاريو. در مان ڪنڌ هيٺ ڪري نڪتو هو ان ڪري پٽڪي جو وراڪو چڙهي ويو هئس. ڪڻ تان ٻٽ جو هڙ لٽس تہ سيءُ جهڙ ڪڻ ۾ ڏوڪڻ لاءِ آتو هجي. هن ڪنڌ اندر ڪري ٻٽ کي ٺاهي ورايو.

اندر بند جا ٻريل اگر پکڙيل هئا. ڪجھہ ٻري رهيا هئا ۽ ڪجھہ وسامي ويا هئا. محبت، بندوق کي جهوپڙيءَ جي ککائين پٽ سان ٽيڪائي، پاڻ بندوق تي پٺ رکي، اگرن تي هٿ ۽ پير تائڻ لڳو. پريان هٿن ٻڌل همراهہ، آهستگيءَ سان ڪنجهيو. پرسان وينل عورت آهستڙي پڇڻ لڳس "سور تو ٿئي جا؟"

هن ڪجھہ نہ ڪڇيو. ڏند پکوڙي محبت کي ڏسڻ لڳو. مٽي تي ٻڌل ٻٽ جا ور وڪري ويا هئس، اڌ مٽي جا وار بہ نظر پئي آيس، جڻ ڪنهن مار ڪڍي هجيس. ٻئي هٿ ٻڌل ۽ منهن تي ڌڪن جا نشان هئس. هن لت هٿي رليءَ کي پاڻ کان پري ڪري ڇڏيو. لت ائين هنيائين. جڻ محبت کي هٽندو هجي.

مائيءَ، ٽيڏين اکين سان محبت کي ڏسي، مرد جي ڳچيءَ تي هٿ ڦيريو. ڪاڏيءَ جي هينان، ڳاڙهي رٻ تي هو آهستڙي آهستڙي هٿ ڦيريندي رهي. محبت کنگهڪار ڪري ٿڙي صاف ڪئي.

مائيءَ ڏانهن ڏسندي چيائين "تہ مڙس سنبريو هو توکي ساڻ نئين، تہ هاڻ ويڙهيچن کي ڇڏي وڃين هيو دنگُ وسائبو، ائين نہ...... اڙي آهي ست جهلڻ جهڙو؟....... رڳو ٻہ ابتڙا ڇڪيامانس تہ رکيو ائين، هان، تون بہ ڀڳي ڪنهن سان آهين."

پيرن کي شايد ڳهٽو تئو اچي ويو هئس. ٽنگون سوڙهيون ڪري، پٽڪو لاهي ڪانپ ٻڌي وينو.

هوءَ بلڪل ماٺ هئي. ڪجھہ بہ ڪونہ ٿي ڪڇيائين. بس رکي رکي وات ۾ ڪپڙو وجهي سڏڪو ٿي روڪيائين، نہ تہ رڳو همراهہ جي لڳل زخمن تي پئي هٿ ڦيريائين.

”تہ چئبو تہ ڪچندين ڪونہ، تہ آهين ڪير، اٿين نہ.“ هن مرد ڏانهن ڏٺو.
”۽ رن تون بہ نہ ڦاٽجانءِ تہ ڪهڙي ڪم ذات آهين. ڏينهان، شرم نہ آيئي گهران لچ ليڙو لاٿيندي.“
”زبان مٺ ۾ ڪر پوڙها، قسمت جي چڪرن تو وٽ آڻي قابو ڪيو آ تہ پاڻ کي پڏاءِ نہ...... بس ڪري ويھہ. صبح جيڪي ٿيندو تنهن کي منهن ڏينداسين.“
جوان مڙس مس مس ڪڇيو، جملو ختم ڪري عورت ڏانهن ڏٺائين. هن جي اکين ۾ بہ ساڳيو تڪرار هو. محبت هٿن مان نڪري ويو، اُلر ڪري همراهہ جي مٿان آيو تہ ماٺي رڙ ڪري وچ ۾ آئي: ”نالي خدا، وڌيڪ نہ ٺٽينس اڳئي ڏکيل آهي، هاڻي تہ هٿ نہ کڻ...... اسان کي سياڻي ڪٺي راڄ ۾ ڏجانءِ بيو چا.“
”اڙي پر ٻڌايو تہ سهي آهيو ڪير. ڪٿان جي بلا آهيو؟“ هن سٺ ڏئي پنهنجيون ٻانهون ماٺيءَ کان ڇڏايون. الاءِ ڇو نہ مرد جي ويجهو ويو. شايد عورت جي وجود جا دونهان نڪ ۾ گهڙندا پئي ويس.
”ان ڳالهہ ۾ تنهنجو ڪهڙو ڪم؟ ڪهڙو تون اسان کي ڇڏيندين، جيڪڏهن اسان توکي پنهنجو ڏس پتو ڏنو بہ. اسين ڏوهي آهيون، تون حاڪم. تنهنجو اسان جو ڪهڙو رشتو؟“
هوءَ ڳالهائڻ مهل ڏکيل شينهڻ پئي لڳي. لهجي ۾ وهندڙ رت جهڙي گرمي هئس. محبت جي من ۾ الاءِ ڇا ٿيڻ لڳو. هڪدم جڻ بوڙيي جيان سندس ڪاوڙ لمحن ۾ ڦوڪي ڦاٽجي وئي هجي. هن پريرو بيهي ماٺيءَ ڏانهن نهاريو، هوءَ ڏانهس ٿي ڏسي رهي هئي. محبت ڏانهن ڏسندي ڏکيل همراهہ کي ٻانهن کان جهلي، پٽ تي وڇايل رليءَ کي سڌو ڪيائين. همراهہ پاسو ورايو تہ جڻ سيسراٽ نڪري ويا هجنس. محبت ماٺ ڪري بندوق ڪڻي، جهوپڙيءَ کان ٻاهر نڪري آيو.
هن ٻاهر اچي چؤطرف نهاريو. پري پري تائين هٺو مٺو نرڀل هئي. سيءَ جي تہ جڻ اڄ ٻنڌ ٻجهي پئي هئي. وڻن جي پاڇن جي وچ ۾ ڪيڏي ڪيڏي مهل چانڊوڪي چٽڪي پئي آئي تہ ايئن پئي لڳو، جڻ ڪنهن ڇاليءَ مان ابرڪ ڇاڻيو هجي. هيٺ ماٽريءَ ۾ نٽن پئي وهي ۽ نٽن ۾ سمايل جابلوپاڻي، جڻ ترورا ڏيندو هجي.
محبت، بندوق پٿرن تي رکي، ٻانهون ڪوٽ جي کيسن ۾ وجهي ڇڏيون، ڪوٽ سيءَ جو ڏک پورو نٿي سنو تہ بہ ڇگو هو. سندس دل چيو تہ موٽي اندر

جهوپڙيءَ ۾ وڃين ويهي، پر اندر هڪ مرد ۽ هڪ عورت هئا، ڪيس چڱو نہ لڳو تہ اندر وڃي. هو ٻيڙيءَ کي تيلي ڏئي اتي ئي ويهي رهيو.

هو جبلن جو ڪينٿون هو. سال ٿيا پنهنجي وطن کان جڏهن تڙجي نڪتو هو، تہ ڳوٺ کان گهٽو پري ڪونہ ويو، اهوئي چاليهارو ميلن تي هتي اچي جبلن ۾ نوڪري ڪئي هئائين. ڪيس راڄ وارن ڳوٺ نيڪالي ڏئي هتي موڪليو هو. سزا ۾ پنجويهہ سال ٿي ويا هئس، هو اتي ئي هو. جبل تي لهيل ان جهوپڙيءَ ۾ هو رات جو تر جي چوڪيداري ڪندو هو. سندس اها جهوپڙي جڻ آخري چيڪ پوسٽ هئي، سامهون تر جون ماٿريون هيون ۽ پنيان شهر جو رستو. سندن تر روايتن جو سخت ۽ بي لچڪ هو. هو سڀ گڏجي رهندا هئا. راڄ جون رسمون هرڪنهن لاءِ هڪ جيان هيون ۽ ڪنهن کي بہ اهو اختيار نہ هو تہ ڳوٺ مان ڪا ونين پنهنجي پسند سان ڪٺي، يا تر ڇڏي شهر وڃين ڪو ڏنڌو ڪري.

هو، سالن کان اتي چوڪي ڏيندو هو ۽ اڄ رات اتفاقاً ڪيس وطن جي پاڇن مان لڪندي، متي جبل ڏانهن چڙهندي اهي بہ پاڇا نظر آيا هئا. پاڇا رستن کان شايد اڻ واقف هئا. يا وري پلجي پيا هئا، ان ڪري سندس ور چڙهي ويا. همراهہ پهرين تہ محبت سان چڱي جنگ جوٽي، پر پوءِ سائو تي ڪريو هو. محبت شينهن مڙس هو. هن ڪالهوڪي ڇوري کان ڪيٿن مات ڪائي ها. همراهہ سان ساڻ ڪنيل عورت بہ ڪاشي هئي. دل واري هئي تڏهن تہ سر تي سانباهو ڪري هلي هئي. محبت ڪانٿن ڪافي پڇا ڳاڇا ڪئي هئي، پر هو بلڪل نٺر هئا. مجال آ. جو ڪجهہ ڪڇن. مرد کي هن بندوق جا ڪنداق ڪلهن ۽ پُنيءَ ۾ هنيا هئا. ڌڪ ۽ ضربون مڙئي ڪاشيون لڳيون هئس. هو بلڪل ٻڙ جي ٿڙ جيان، ويڪرو پر ڪاڌل.

هن ٻيڙي پٽ تي اڇلي، پير سان وسائي. ڏاڙهيءَ کي ڪنهندي، ڪنگهار ڪري، وري جهوپڙيءَ ۾ گهڙي آيو. اندر همراهہ جون اکيون ٻوٽيل هيون، مائي ڪنڌ کي جهوپڙيءَ جي پت سان لڳائي، ٽنگون سڌيون ڪيون هيون. محبت کي ڏنائين تہ بدن ويڙهي سيڙهي چادر ۾ ڍڪي ڇڏيائين. سندس پيرن جي آواز تي همراهہ اکيون کوليون، محبت منهن ۾ ڏسندي چيس، ”ٻڌائين ڇو نہ ٿو تہ ڪير مڙس آهين.“ هائي آواز ڪجهہ ٿڌو هئس. جڻ جبلن جي برف ٿڌي پاڻيءَ ۾ بدلجي وئي هجي.

”پڇي ڇا ڪندين“ هن اونهو ساهہ کنيو. ”اونهئين، اسان جهليا آهين باقي ڪجهہ ڪلاڪن کان پوءِ اسان کي راڄ جي حوالي ڪري، پوءِ پار پتا وڃجانءِ.“

”جهڙا پوءِ ٻڌٺا، تهڙا هينئر، ڪجهہ تہ ٻڌاءِ، متان جاٺو نڪرين“ وات مان بغير سوچي سمجهي جملو نڪري ويو هئس، ڳالهائي پوءِ پڇتائڻ لڳو، ڇا چئي وينس.

”جاٺو نڪتو مانءِ تہ ڇڏي ڏيندين ۽ پوءِ پاڻ گوليون کائيندين. ائين نہ. چاچا بند ۾ آيلن تي ٺٺول نہ ڪبي آ.“ هن ٺوڪ طور وچون جملو ڇنيو. محبت ڪجهہ بہ ڪونہ ڪڇيو.

مائي ان وچ ۾ بلڪل ماٺ هئي، الاهي ڇو هاڻي چئي ڏنائين ”هي ڪرم خان جو پٽ آ، رينواز، سامهون نٺن جي پريان پٽ خير جو ويٺل. بس يا ٻيو ڪجهہ ٻڌايانءِ؟“

هوءَ يڪساهيءَ الائي ڇا ڇا چئي وئي هئي. رينواز الاءِ ڇو ڪيس نہ روڪيو. محبت ماٺ ڪري کيس ڏسندو رهيو، ڏسي ڏسي پڇيائين ”۽ تون....“

هوءَ ڪجهہ ڪونہ ڪڇي، ماٺ ڪري ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيائين. رينواز اونهون ساهہ کنيو. محبت وري پڇيو ”تون ڪير آهين؟“

”توکي هن سان ڪهڙو ڪم!“ رينواز ٺونٺين پر اٿيو ”مون سان ڳالهاءِ جيڪو ڳالهائڻو اٿئي. ڇا هت ايندئي اهو جاڻي تہ اسان ڪير آهيون.“

محبت ماٺ رهيو، ڪجهہ دير ائين ئي سانت هئي. رينواز وري ليٽي پيو. مائي ائين ئي ڪنڌ جهڪايو ويٺي رهي. ٻاهر هوا هلڪي هلڪي لڳڻ شروع ٿي، جهوپڙيءَ جي ڏائيءَ پٽ جي پتر مان هلڪا هلڪا سرڙاٽ اچڻ لڳا.

اوچتو محبت ڳالهايو ”پيرين پنڌ نڪتا هئو.“

”نہ، ڪميت تي هئاسين، پوءِ جبل چڙهڻ تي نابري واريائين تہ پنڌ نڪري پياسين.“ هينئر رينواز وري ورندي ڏني. محبت کي پڪ هئي تہ جواب ڪونہ ملندس پر مليس تہ حيران ٿي ويو.

”تہ ۾ ڪميت تہ صرف حاڪم ڏني وارن وٽ آهن. ڪڏهن ڪڏهن جبل جي پڪ وٽ گهوڙن کي ڊوڙائيندا آهن تہ خبر پئي هئم. تہ ڇا گهوڙو حاڪم ڏني وارن جو....“ هو اچرج ۾ پئجي ويو، منهن ۾ حيرانيءَ جا تاثر ٿپ ڏيڻ لڳس.

رينواز ڪجهہ نہ ڪڇيو، ڪنڌ هيٺ ڪري چيائين ”ها“

محبت کي جڻ ٽپيون اچي ويون، حاڪم ڏنو تہ جو گڙنگ زميندار هو، ان جو گهوڙو هن چوري کي هٿ ڪيئن آيو ۽ هي ڇوڪري......

هن هڪدم ڪنڌ کنيو، رينواز کي گهوريندي پڇيائين ”تو حاڪم ڏني وٽان گهوڙي سان گڏ ٻانهن بہ....“ هو جملو پورو ڪري نہ سگهيو. رينواز جو ڪنڌ جهڪي ويو، جهڪندي جهڪندي بہ هن جو وجود ها ڪري ويو، مائيءَ، محبت

کي پنھنجي ڏئي ڇڏي، محبت جو سچو وجود ڏکي ويو ھن بندوق کنئين ۽ ماٽ کري جھوپڙيءَ کان ٻاھر اچي ويٺو. کيس ائين لڳو، ڄڻ ٻاھر سيءَ جي بجاءِ باھ ٻرندي ھجي.

تہ ھوءَ رحمت جي ڌيءَ ھئي. اھائي رحمت جنھن ساڻس گڏ حياتيءَ جي ساٿ جا واعدا ڪيا ھئا، جنھن سان ھن محبت ڪئي ھئي، بي انتھا ۽ جنھن جي عشق کيس راڄ مان تڙيو ھو.

ورھيہ اڳ پاڻ بہ تہ رحمت کي ائين چيو ھئائين "مون سان نڪري ھل، ھتي رھنداسين تہ وڇوڙو ئي پاڻن پر ھوندو. ٻاھر اياڳ ئي سھي، پر رکي سکي گڏجي تہ کائينداسين."

ھوءَ نابري واري ويٺي ھئي: بھانو اھوئي تہ ماٽن جي عزت جو سوال آ. محبت کي چوچڙيءَ اچي ورتو ھو، پوءِ خبر پئي ھئس اھا حاڪم ڏني جي مٽي ۽ پٽسو ھو جنھن رحمت کي موھيو. ھن ڏاڍو گوڙ ڪيو ھو، تر وارن کي سندس عشق جون خبرون پيون ھيون تہ مائيءَ تي بہ الزام آيا، پر ھوءَ ڏاڍي پڪي ھئي، اصل تريءَ تي تيل ئي نہ پئي وجھڻ ڏنائين ۽ راڄ وارن مائيءَ کي پاڪ صاف ڏسي محبت کي تڙي ڪڍيو ھو، قصور اھوئي ھئس تہ ھو ڳوٺ جي نيائين تي ڪني نظر ٿو وجھي.

ھن کي ڇڏي سال ٿيا. جيئن ڇڏيائين تيئن نہ ويو. پوءِ خبرون بہ پيس تہ رحمت جي مٽي حاڪم ڏني سان ٿي وئي. ھن کي پٽ ڄائو، ھن کي نيائي ڄائي، ھن کي ھيئن ٿيو، ھن کي ھونئن ٿيو، پر ھن پنھنجي وجود تي جابلو پڪون رکي ڇڏيون ھيون. نہ سرڪن نہ ئي ھو ڳوٺ وجي ۽ اڄ ان ئي رحمت جي ڌيءَ سندس ھٿ ۾ ھئي.

ھو مٽي کي ھٿ ڏيو ائين ئي ويٺو رھيو، وقت ڏاڍو آھستڙي آھستڙي سرڪي رھيو ھو، ھونءَ بہ تھ سياري جي رات ھئي، ٻڳھي، يخ ۽ ھيڪلي. ھن ٽڻن پريان پٽ خير ڏانھن ڏٺو، ٽي چار ميل پري اھو ڳوٺ ٽڻن جي بلڪل پر ۾ پئي لڳو، پر حقيقت ۾ اھو مفاصلو تمام گھڻو پري ھو، اِھو ڪميت ئي ھو جو ھو ايترو جلدي اچي جبل تائين پھتا ھئا.

محبت جي رڳ رڳ ۾ ڄڻ وير وٺڻ جو اڌمو ھو. ھوءَ رحمت جي ڌيءَ آ..... ھٿينس گولي..... صبح جو پاڙھي تر وارا پيرين سميت ھتي اچي نڪرندا، پوءِ پاڙھي واھہ واھہ ٿيندئي تہ پڇي پئي ويا، محبت ماري مڇيائين تہ ھتان پڇي وڃڻ سولو ڪونھي. پلي لاش ڏسي رحمت جي بہ آندن ۾ ھٿ پون، پڇي ويا تہ ايترو ڏک ٿورئي ٿيندس جيترو مٽلن جو ھجي.

هو اتي اندر هليو آيو، ربنواز چرڪي ٿونٿين پر اٿيو، ٻانهون ٻڌل هئس، گهڻو زور نہ ڏئي سگهيو، ٻساٽو ئي ڪري پيو، مائيءَ سندس ٿونٿين ڪان مٽي صاف ڪئي. محبت مائيءَ جا هٿ نہ ٻڌا ها، ها سختيءَ سان روڪيو هئائينس تہ جي همراهہ جا هٿ ڪوليئي تہ گوليءَ سان اڏائيندومانوَ.

"ٻڌ، صبح جو، جي پيري توهان جي ڪڍ ڏوڪي پوندا. تن کي توهان جا پيرا ۽ ڪميت جا سنب نہ ملندا."

هن ربنواز ڏانهن ڏٺو، جنهن ڳيت ڏئي نڙيءَ کي آلو ڪيو.

"نہ جبل هيٺ ملن تہ ملن، باقي مٿي نہ، چو جو اسان ٻوڙو لتاڙيو هو."

۽ محبت جي ڪنن ۾ جڻ گهنڊليون وڄڻ لڳيون. هن جهوپڙيءَ جي در مان ٻاهر نهاريو "نہ ماڻهو نہ ڪائي ٻي ذات. ڪيانِ هيٺ مٿي تہ ڪنهن کي ڪهڙي خبر پوندي."

هن هڪ نظر وري ٻاهر وڌي، آسمان تي ڪَتِي، وچون ۽ ڪٽ وچ والاريو بينا هئا، ٻيو پهر اڌ کن گذري ويو هو، هن کي الائي ڪهڙا خيال اچي ويا، دل ئي دل ۾ ڳڻڻ شروع ڪيائين، "ٻہ، ٽي، چار، پنج، ڇهہ، پنج ڪلاڪ، پنجن ڪلاڪن ۾ دنيا الاءِ ڪيئن ڪان ڪيئن ٿي وڃي."

هن ربنواز ڏانهن مڙي ڏٺو.

"تہ چئبو تہ پيري هيستائن ڪونہ پهچندا. ها نہ؟"

"ها......"

"۽ توهان منهنجا بندي آهيو، ائين نہ؟"

"ها."

هو، ها، ها ڪندو رهيو. مائي بلڪل ماٺ هئي، اکر ئي نہ پئي اکليائين.

محبت، ائين ئي ويٺو رهيو، ڪنڌ جهڪيل هئس، ڪجهہ لمحہ رکي مائيءَ ڏانهن مڙي چيائين "مائي بابا، اٿي هن جا هٿ کول ۽ هتان جهٽ نڪري وڃون، هليا وڃون هتان."

هوءَ عجيب ڪيفيت ۾ هئي، الائي ڪيئن اٿي، ربنواز جا هٿ ڪولڻ لڳي، محبت ماٺ ڪري بندوق کڻئين ۽ جهوپڙيءَ ڪان ٻاهر نڪري ويو.

لمحا رکي، هو جهوپڙيءَ مان نڪري، جبل جي پرينءَ پر ڏانهن وڃڻ لڳا، مائيءَ پريان ويندي، محبت کي مڙي ڏٺو، محبت کي ائين لڳو جڻ رحمت ۽ حاڪم ڏني جا پيري، صبح جا نڪتل شام جو ٿڪجي ٽٽجي، کين موٽي ناڪاميءَ ۽ بدناميءَ جا سنيها ڏيندا هجن.

# ســـثل ســـور

هوءَ ٹڪل قدمن سان گوشت مارڪيٽ جا ڏاڪا لهي ٿي، اندر گوشت جي بوءِ سان پريل ماحول هو ۽ ٻاهر آزاد هوا ۽ صبح جي سڳند. هوءَ تڪا تڪا ساهہ ٿي کڻي. روزانو ڀاڄي وٺندي هوءَ هري تہ وئي آ، پر تہ بہ اها بوءِ ڪيس اگري ٿي لڳي.

"امان، پاسي کان هيٺ لهہ، ٻين کي بہ لهڻو آ." هڪڙو جوان مڙس ڪيس ٻانهن کان وٺي پاسي تو ڪري.

هوءَ جڪ ٿي کائي.

"ڪهڙو هي "سقر هي وي" آهي جو مان وچ تي ٿي ٽنگجان. مٺا، ڇڏ منهنجي ٻانهن هليو آ مڙس مون کي پاسي ڪرڻ، هونهن."

هوءَ ٻانهن سٽ ڏئي ڇڏائي ٿي وٺي.

هوءَ ٻڙڪي ٿي "ائي ڪهڙو زمانو آيو آهي، غير مرد ڪيئن نہ ٿا ٻانهن ۾ هٿ وجهن، اسان جي زماني ۾ تہ مرد....."

"امڙ، ٿورو پاسي." هڪڙو اڌڙوٽ مرد هن کي پاسي ٿو ڪري. هوءَ وري بہ ٻڙڪندي، ڀاڄيءَ جي دڪانن وٽ وچ "لنگهہ" تي بيهي رهي هئي. خونخوار نظرن سان، پاسي ڪرڻ واري مرد کي گهوري ٿي، هو ويچارو ماٺ ڪري هليو ٿو وڃي.

"ائي، ڏسو تہ سهي، اچين ڇڳن وارا بہ مون کي امڙ ٿا چون، ڪهڙي مان ڪا اهڙي ڪراڙي آهيان."

هوءَ وري ٻڙڪندي اڳتي وڌندي ٿي وڃي. ڇئن ئي طرفن ڀاڄين جا دڪان آهن، سڄي مارڪيٽ گوڙ سان پريل آهي. صبح جي وقت وڪرو بہ جام ٿيو وڃي. هرڪو دڪاندار پنهنجي Volume کي فل Tone ڏئي، گراهڪن کي ٿو سڏي. هن کي بہ ڪيترائي سڏ ٿين ٿا. "امان، او مائي، اچ. اچي وٺ پيينديون، پٽاٽا، ٽماٽا، تازا ئي تازا......."

هوءَ لنوائيندي اڳتي ٿي وڌي، ان دڪان ڏانهن جتان هوءَ سدائين سودو

وئندي آهي.

هوءَ تقريباً پيرسن آهي. شايد ڪنهن گهر ۾ نوڪرياڻي آ ۽ ان گهر جي ياجي وٺڻ آئي آ. ڪپڙا ويڪرا....... هڪ هٿ ۾ ڇٻي..... مٿي تي ململ جو رئو. هوءَ ٿلهي آهي، وار تقريباً اڇا اٿس. منهن ۽ هٿ گهنجيل، پر وري به ڪيس شايد اهوئي احساس آهي ته هوءَ اڃا پوڙهي نه ٿي آهي.

اوچتو هوءَ بيهي ٿي رهي. سامهون هڪ ياجيءَ وئندڙ جا ڏهه رپيا ٻئونءَ مان نڪري ڪري ٿا پون، اهي ڪرڻ ساڻ ڪاٺ جي ڪٻٽ جي پاسي ۾ پٿرن ۾ هليا ٿا وڃن. هوءَ ماٺ ڪري اوڏانهن ڏسندي ٿي رهي، دل ۾ خيال ٿا اچنس. "اهي پئسا پاڻ کڻان يا هن کي ٻڌايان. مٿي جو ٻئون ته پريل آهي، مان ئي ٿي کڻان... ڏنو ته اونهئين ڪنهن ڪونهي."

هوءَ اتي ئي بيهي ٿي رهي. پاسن کان ويٺل دڪاندار رڙيون ٿا ڪن.

"او امڙ، هيڏانهن اچ. ڇا گهرجئي. پينديون، ڪريلا، بصر......"

هوءَ ناڪار ۾ ڪنڌ ٿي لوڏي، "مون کي ڪجهه ڪينهي وٺڻو"

هو وري ٻين گراهڪن کي ٿا سڏين. هوءَ چپ ڪري پئسن ڪيرائيندڙ جي وڃڻ جو انتظار ٿي ڪري. پرسان هڪ ياجيءَ وارو ڇوڪرو، پالڪ جو پن کڻي، ان کي وات ۾ رکي نڪاءَ تو ڪڍي. ڇگو آواز تو نڪري، هوءَ ڇرڪي ٿي پوي، ڇوڪرو کلي تو.

"پوڙهي، ڊڄي وئينءَ ڇا."

"مٺا، خدا جي ماڻرا پوندئي..... پوڙهي پيرسن مان به نه ٿا مڙو، ڪنهن پاڻ جيڏيءَ سان وڃي نش نش ڪيو."

اتي الاءِ ڇو ڪيس پيري تي ياد اچي. ڇوڪرو ڪلندو ئي تو رهي. هوءَ سامهون ٿي ڏسي هو اڃا ڪونه ٽريو آهي.

ان مهل ڇوڪر وٽ ڇانهه وارو، ڇانهه کڻي تو اچي. هو مذاق تو ڪري.

"لالا، اس امان ڪو يي ايڪ چائي مارو"

"امان، پيئي گا" لالو هن کان پڇي تو

"ڇورا مڙين نه ٿو، مشڪريءَ لاءِ مان ئي هٿ آئي آهيان؟" هوءَ ڇوڪر کي دڙي ٿي، لالو ماٺ ڪري هليو تو وڃي.

ان مهل پئسن وارو همراهه هليو تو وڃي. هوءَ پئسن کڻڻ جي ترڪيب ٿي سوچي. ڪيئن کڻان. ڪنهن ڏسي ورتو ته. ڇيي ڪيرائي ياجي ميڙڻ جي بهاني

ڪٽي ونان يا پاڻ اتي ترڪي ڪري پوان. ها، اهو ٺيڪ آ. اتي ڪري ڪٽي ونندس. سيڪو سمجهندو تہ پنهنجن هٿن مان پٽسا ڇڏائجي ويا هٿس."

هوءَ اڳتي وڌي، ياجيءَ واري وٽ اچي ٿي، پويان ڇوڪر رڙيون ٿو ڪري.

"او امان، وڃين ٿي ڇا؟"

ان مهل هوءَ ٿهہ ڪري اتي ڪري ٿي پئي.

"الله اڪبر، اهي ميون ڪلون بہ اتي ئي ڪيرايو وڃن، هاءِ." هوءَ رڙ ڪري اٿڻ جي ٿي ڪري، ان وچ ۾ چڱي طرح ڏسي ٿي، پٿرن جي وچ ۾ ڪجهہ ڪونهي. ڪجهہ ماڻهو هن کي اٿارين ٿا، چڱو ڌڪ لڳو اٿس. ساڳيو ڇوڪرو ڊوڙندو ٿو اچي، "امان ڇا ٿيو."

"اٺي مڙئي تورو ڌڪ لڳو. اٺي ابا اتي منهنجا ڏهہ ريٽيڙا ڪري پيا اٿئي، اهي تہ ڪٽي ڏي."

"ڪتي امان؟."

"اي اتي ئي، پٿرن وٽ."

هوءَ اٿندڙ سور جي سٽن کي دٻائي ٿي. دل ئي دل ۾ ڏهن رپين هٿ ڪرڻ جو احساس جاڳيس ٿو. "ڇا ٿيو هلڪڙو ڌڪ تہ لڳو آ ڏهہ رپيا مفت ۾ ملي ويندا."

هوءَ اندر ئي اندر ۾ خوش ٿي ٿئي. پر ان مهل وري جڻ سور ٻيٽو ٿيٽو ٿي ويو هجيس. ڇوڪر پٿر پري ڪري چوي ٿو "هتي تہ ڪجهہ ڪونهي امان."

هوءَ اوڏانهن ڏسي ٿي. اتي گٽر جي ڪليل منهن کي ڍڪڻ لاءِ پٿر پيل هئا. پٿر پري ڪرڻ سان نالي ظاهر ٿي وڃي ٿي.

# ٽڪر

هن هڪ هٽ سان وارن کي ٺاهيو. متي ۾ پيل ڪانٽو ٽڙي ويو هئس. هن هٽ سان ڪيس ڪڍي وات سان ڪولي، واپس وجهندي ڪنڌ ورائي ڏٺو پريان منهن رکڻيءَ جي هيٺان، رٺي، جي پٽ وٽ سندس نٺون چاول ٻار ستل هو، منهن تي فرشتن جهڙي مرڪ. سڄا هٽ پير تنجڻ ۾ ويڙهيل، منيران کي دل ۾ خيال اچڻ لڳا.

”ههڙو ٻچي شل تہ ڪوئي نہ ٿيو. نہ ڪاڪن نہ ڪاڪين مان، نڪ نقشو شڪل شبيهہ ڪهڙي نہ ملوڪ اٿس. جهڙو شهزادو. اڄ تہ امان بہ اول گهول پئي ويس، سچ چوندا آهن تہ ننڍڙو ٻار هر ڪنهن جي قرب جو مرڪز هوندو آهي.“

هوءَ ليٽي ليٽي تڪجي پئي هئي. چاهياٿين پئي تہ ڪجهہ منٽن لاءِ اٿي ويهي، پر ڪيس سس جو ٻڀ هو، متان اچي ۽ اٿي ويهڻ تي دڙڪا ڏئيس. هن پاسو ورائي ڏٺو. سندس پاسي کان رکيل هيڏي ساري خالي شيشي ۾ سندس عڪس پئي نظر آيو. سندس پاڇي پنيان ٻار جي گهوڙي ۽ منهن رکڻي صاف پئي نظر آئي. اهو پاڇو ڏسي سندس منهن تي الاءِ ڇو وري مرڪ اچي وئي.

”هونهن! هونئن هر واري ڪيئن نہ ماسي ٻڊل ٽوڪون ڪري ويندي آهي، هاڻي تہ ڪري. هن ڀيري تہ ڪڇڻ لاءِ ماڳهين اکر ڪونهيس. هونئن هر دفعي جهڙي مري پوندي هئي، جيسٽائين ڪجي نہ، ڪا نہ ڪا ٽوڪ چٽر هڻي ئي ويندي هئي ۽ اها اسان واري سس بہ ماشا مولا آهي، پٺي راهہ وٺائيندي.س. هوءَ اکر ڪجي ۽ جيڪڏهن چاچي روڪيس تہ هوند ڪا ڳالهہ ڪري. پر نہ، چاچي بہ راضي هوندي آهي تہ اها ڪراڙ بلا ڪو ڏنگ هڻي.“

اوچتو خيال ٽٽي ويس. ٻي خياليءَ ۾ هنيل ڪانٽي ۾ رئو ڦاسي ويو هئس. هن رئو ڇڏائي، پنهنجي هٿن ۾ ڏٺو ”هن واري ڪجهہ لهي وئي آن، هونئن ڪمزوري تہ اڳي بہ ٿيندي هئي پر ههڙي! ۽ ويتر اها مئي ٻڊل اچيو اندر ساڙيو وجي تہ ڪيئن نہ ماڻهو ڪمزور ٿيندو، پر هن ڀيري تہ ڪو موقعو ڪونهيس. اڳي تہ لڳاتار ٽي نياڻيون هيون، هن ڀيري تہ پٽ ڄائو آهي. سو بہ جهڙو چنڊ، هاڻي

قاتي تہ منهن ڏريس."

اوچتو کيس محسوس ٿيو تہ ڪو سندس پيرن ڪان بيٺو هو. هن ليٽي ليٽي مڙي ڏٺو، سندس مڙس هو. هن مڙس کي ڏسي مرڪي ڏنو.

"ڪيئن آهين" انور، منيران جو هٿ جهليو.

"بلڪل ٺيڪ."

منيران جي مرڪ ڪجهہ گهري ٿي وئي. ان وهاڻي تي رکيل سندس ڪنڌ جڻ ليٽي اکڙجي ويو.

هن کيس ڏسي مرڪيو. منيران کي سندس مرڪ ۾ فخر جا الاءِ ڪيترا پاڇا مرڪندي نظر آيا.

"نہ تہ" هن ڪنڌڏوڻيو "توکي لڳندي هونديس."

انور، هن ڪان هٿ ڇڏائي، پريان ليٽيل ننڍڙي جي مٿان وڌل رئو مٿي ڪيو.

"ڏاڍو ملوڪ آهي، رب نظر بد ڪان بچائيس."

منيران ڪجهہ ڪونہ ڪڇيو. اندر مان جڻ سندس دعا نڪري، اکين ۾ اچي وئي هجي. مڙس ڏانهن ڏسي هڪ دفعو وري مرڪي ڏنائين.

شايد اڄ خوشيءَ ۾ نہ پئي ڊاپي. شايد ان ڪري جو ماسي ڀڊل وٽ کيس چوڻ لاءِ هن واري ڪجهہ نہ هو.

ماسي ڀڊل سندس سس جي ساهيڙي هئي. بنهہ ڪيني ڪاڏل. هوءَ انهن انسانن مان هئي، جن کي هر ڳالهہ مان ڪونہ ڪو نقص نظر ايندو آهي.

هر واري جڏهن بہ منيران کي ڪو ٻار ڄائو هو تہ هوءَ ڪانہ ڪا ٺيڪا ٺپڻي ڪري ويندي هئي.

سندس نظرون جڻ تہ ديد جي بجاءِ ٺوڪون ڪٽي هلنديون هيون ۽ هر واري منيران، ٻار جي ڄمڻ کان پوءِ خوفزده هوندي هئي تہ هاڻي الاءِ ڇا ڪندي. ٻيو تہ نهيو، ڪجهہ قسمت ئي اهڙي هئس، جو هڪڙي تي ٻي ڌيون ڄايون هئس، پوءِ هر واري ماسي ڀڊل جون ٺوڪون هونديون هيون ۽ سندس سس جون هلڪڙيون مرڪون. مٿان انور، سندس مڙس جا دلاسا ۽ اندر ۾ پريشانين جا انبار. منيران کي سس جي اها ساهيڙي زهر لڳندي هئي، پر هوءَ مجبور هئي.

اڃان آخري ڌيءَ تي جيڪو چيو هئائين سو ئي منيران کي نہ وسريو هو.

"ائي زهره، لڳي ٿو تہ نهٺين، ڌيئن جو ڪو ڏڻ ڄڻيندي ڪيئن. ٻيلي ڇٽينس تہ ڏنار ٿيڻ جو شونق اٿس تہ هر قسم جو ڦرُ نڪرَ رکي ڪيئن."

۽ اهو "ڪيپٽن" تي ختم ٿيندڙ هر جملو منيران لاءِ جڻ اهڙو زهر هوندو هو، جنهن جو ڪوبہ ترياق نہ هجي.

اوچتو هوءَ ڇرڪجي وئي. سندس ڪٽ ڏڏي وئي هئي. انور ڪٽ تان اٿندي، ڪٽ کي ڏوڪيو هو، غير ارادي طور تي منيران جون اکيون ٻوٽجي ويون هيون. انور ڪجهہ ٿڪو ٿي ويو، جو ڏڏڪي تي اهي کلي پيون.

"ننڊ هيئي ڇا؟"

"نہ."

"الاءِ اکيون ٻوٽيل هيئي، هن اوچتي ڏڏڪي تي کلي ويون.تڏهن ڇيم" هن وري مرڪيو.

"نہ نہ، مڙئي ٻوٽجي ويون هيون" هن کي الاءِ ڇو نہ اها ڳالهہ وڻي. "ٻار ڪيپٽن آهن."

"جناب سڀ اسڪول ويل آهن. اڄ تہ امان ۽ منهنجي خوب ڊيوٽي لڳي آ. هڪڙي کي ناشتو ڪراءَ تہ ٻيو وهنجڻ ڪان پيو پڇي. انهن کي منهن ڏي تہ فرخي پٺي روئي، فرخي ڏس تہ نازان پٺي واڇون ٽيڙي. اڄا تہ هو بي بي ڪاٽ واري چپ آ. ٻيلي، هي ڪو تو جلدي اٿ تہ جان ڇٽي. الاءِ ڪيپٽن ٿي تون انهن سيني کي منهن ڏئين. ڪالهہ ڪان تہ ڪم واري مائي بہ ڪانهي آئي."

هوءَ مرڪندي مڙس جي ڳالهين کي ٻڌندي رهي. اوچتو کيس لڳو، جڻ ڪير گهر اندر آيو هجي. هن مڙس ڏانهن نهاريو ۽ ان مهل ئي پريان ماسي ٻڊل جو آواز آيو.

"ائي زهران ائي مبارڪ هجئي ڪيپٽن، شابس ٿئي. مان چوان، ٿي ڏهاڙا ٿي ويا، تو مون کي اطلاع ڪونہ ڏنو. ڪير مبارڪ هجئي." ۽ ان آواز سان ئي لڳو، جڻ ڪن بہ ٻن جٽن ڪو وڏو ياڪر پاتو هجي. انور منيران کي مڙي ڏٺو.

"آئي ٿئي ماسي ٻڊل. دل نہ لاهجانءَ. بڪي ويندي هلي ٻيو ڇا."

منيران ڪجهہ نہ ڪڇيو. هڪ دفعو وري مرڪي، مڙس کي ڏسي ڪنڌ ڏوڻيائين، جڻ چوندي هجي تون فڪر ئي نہ ڪر، مان ڏک نہ ڪنديس. ۽ ان مهل ئي انور ٻاهر هليو ويو.

منيران مڙي رئي ڊڪيل ٻار ڏانهن نهاريو." تون يلي ياڳين آئين. ان ٻوڙهيءَ جو تہ منهن ڪارو ڪندين" هن پٽڪيو.

هڪ دفعو وري ٻار ڏانهن نهاري، اکيون ٻوٽي ڇڏيائين، ۽ ان مهل هميشه

جيان ٻڌل، سندس سس سوڏي اندر ڏوڪي آئي.

"اڙي منيران، مبارڪ هجئي" هن ٽڙ تڪڙ ۾ چوندي منيران ڏانهن اڌ ڏسيو ڏسي، ننڍڙي جو رئو پري ڪيو.

"اڙي سبحان الله، جهڙو چنڊ ڀاڱو. اڙي پٽ ڄڻيو ٿئي يا نوشيروان. جهڙو پري پيڪر، ڪيئن."

هن زهره ڏانهن نهاريو، زهرا به هلڪو مرڪيو، هن واري ڪجهه وڌيڪ گوڙ ڪونه ڪيائين. مرڪندي ڏهه رپيا منيران جي هٿ تي رکيائين، "هيءَ منهن ڏسٽي ٿئي هن ڪاڪي جي. هونئن آهين ته نيڪ نه."

هوءَ ڏاڍي نرم ۽ خوش گوار پئي لڳي. ڄڻ سندس وجود جي سيني ڪنڊن جون ڇهنبون پڇي پيون هجن.

"ها" منيران مس مس ڪڇيو.

"تون آرام ڪر. مان سسٽين سان ڪجهه ناشا ماشا ڪري وٺان."

هوءَ مرڪندي زهره سان ٻاهر هلي وئي، منيران ڏاڍي خوش هئي. ڪيس لڳو ڄڻ هوءَ طاقتور ٿي وئي هئي. هميشه ٻڌل سندس سامهون ٺوڪون ڪندي هئي، هن واري ته ڪجي ئي ڪونه سگهي هئي.

"هونهن، ڪجي به ڪيئن ها."

منيران پٽڪندي ننڍڙي ڏانهن نهاريو ۽ ان مهل الاءِ ڇو هن ڪن ڏنو. پريان ٻڌل ۽ زهره سڙٻاٽن ۾ ڪجهه ڳالهائي رهيون هيون. آواز گهٽ هو پر لهجو ڇتو هو.

منيران ٻڌو، ٻاهر ٻڌل پئي چيو "اڙي زهران، چنڊ ٽڪر آ ته ڇا ٿيو. آهي ته ٽن ڏيئن مٺان. سڏبو ته ٽڪڙ ڪيئن، باقي ڪهڙا ڦاڙها مٺا، هن پيري جو تون مرڪين پئي. چنڊ جي آ ته به گرهڻ سان ڪهڙو ڇتو آ."

۽ اندر منيران کي لڳو ڄڻ هوءَ هڪدم ڪمزور ٿي وئي هجي ۽ هُر واري وانگر، هن پيري به فتح ڪانئس چند قدم پري رهجي وئي هجي.

# پــــر

هوءَ اٿين ٿي، هٿن ۾ ڪنيءَ کي کنيو، پاڻيءَ ۾ اڌ ٻوڙيو ڪري ويٺي هئي. وارن جون ڇڳون منهن تي لڙڪي آيون هئس. هن هٿ هٽي وارن کي پري ڪيو. هٿن ۾ هلڪي چار لڳل هئس، وارن کي پري ڪندي، سندس ڳل جي پاسي کي هلڪي ڪارنهن لڳي وئي. کيس جڻ ڪو هوش نه هو، هوءَ اٿين ٿي ويٺي رهي.

کيس ململ جو چولو ۽ ڇيٽ جي سٿڻ پهريل آ. هاڻي ڪاڻي مرداڻي نموني جي اٿس. بدن محنتي پر نرمل. هوءَ عمر جي وچين دور ۾ آ. نه ننڍپڻ پورو گذريو اٿس ۽ نه ئي وري جوانيءَ جي سرحدن ۾ پرپور گهڙي آ.

ڪنيءَ جي ڪناري کي مهٽيندي، هن جا چپ وري چرڻ لڳا.

"اديون منهنجي ڳل ڦل لاڏل ڏاڍا ڏينهن لايا،

تنگر شهر مان آءُ راڻا مل مون سان.

سکر شهر مان آءُ راڻا مل مون سان."

ڳائڻ دوران هٿن جي مهٽ تيز ٿي وئي هئس. هن ڪنيءَ کي واهه جو مَلي صاف ڪيو. مَلڻ مهل ڪناري تي ايندڙ وهندڙ پاڻيءَ جا ڪانا کيس ڏاڍا تنگ ڪري رهيا هئا. هن ڪيڏي ڪيڏي مهل ڪانن کي پري ڪندي بيزاري به پٽي پاتئي. اڄ ته جڻ مزو ئي نه پيو اچي.

"اٺي لاڏي، اڄ ته تون ڪاجل ٿاڪي پٽي ورچين، پاڻي جي نيم جي اهڙي ڪشي اٿئي ڪيٺن." پريان ساييان بيٺي هئي.

هن ڪنڌ کنيو، کيس جڻ هيلتاٿين اهو احسا س ٿي ڪونه هو ته ڪير آيو پئي ۽ ڪير ويو پئي.

"ها، ڇو نه هوندمر، ادي کي آهن باقي ڪجهه ٿي ڏينهن. پوءِ ٻڌندو موڙ ته سرهي ڪين ٿيان، هان."

هن ڪنيءَ کي پاسي ڪان رکي، پيرن کي پاڻيءَ ۾ ٻوڙي ڇڏيو. ساييان کي ڏسندي مرڪي ڏنائين، مرڪندي ڪنڌ ڌوڻيائين پئي ۽ ڇپن جي جهونگار هلي پئي.

”ها، باقي سيانڪو ڏينهن ٿي تہ آهي. رات تہ واهہ جو مزو ٿيو، سهرا سيني دل تي چيا، باقي ملڪان سو مزو ڪونہ ڪيو، پير ڪنيائين پٺي، پر الٽي چو ڪجھہ تڪي تڪي پئي لڳي.“

سايان بہ پر ۾ ويهي رهيس. سانُ آندل مٺ، پاسي ڪان رکي، هوءَ بہ لاڏيءَ سان گڏ جهونگارڻ لڳي. ڪجهہ لمحا گذريا تہ ائين مزو نہ آين، پوءِ ساييان پاڻ سان آندل مٺ ڪٽي، ان تي هلڪي وجت شروع ڪئي ۽ لاڏيءَ نئون سهرو شروع ڪيو:

”ونين ايندو ونڻ اڄ يولٹو.“

هو ٻئي گهاڙيءَ جي ڪناري اچي مليون هيون. سيٺي اتان پنهنجا ٿانو وغيره پاڻيءَ سان يري يا ڪپڙو لٽو ڌوئي، هڪٻئي سان خوب ڪچهري ڪري اتان اٿنديون هيون.

لاڏي ۽ ساييان.عمر ۾ اجان ايتريون ڪونہ ٿيون هيون جو وڏڙين سان رهائيون ڪن. ڳوٺ جون نينگريون هيون، ان ڪري هڏ نڌڙي هوندي ڪان ئي ڪم تي هريل هئن. روز وجي گهاڙيءَ تان پاڻي يري ايندين هيون. بس فرق ايترو هو جو وڏڙيون بہ بہ ٽي ٽي متڙيون ڪڻنديون هيون ۽ هو هڪ هڪ.

هنن جو سهرو ڪڏهوڪو ختم تي چڪو هو.

ساييان هاڻي اتي ئي ليٽي پئي هئي ۽ لاڏي تہ جڻ الاءِ ڪٿي گم هئي.

”ٻڌ ساييان.“

هن ساييان کي ٻانهن کان لوڏيو.

”ادو سرگس تي نڪرندو نہ، تہ تون مان بہ گڏ هلنداسين. ها نہ. پوءِ مزو ايندو جڏهن لونگ ڦوٽا ڳائينداسين- ها نہ.“

”الاءِ ادي.“

”چاهي؟“

هوءَ ائين ئي پئي رهي.

ساييان وري بہ جڻ ادو گابرو جواب ڏنو هجي.

”چو ڙي- چو الاءِ“ هوءَ هڪدم تڪي تي وٺي شايد ساييان جي ڏيان نہ ڏيڻ تي چڙ اچي وئي هئس.

”ڏس نہ، هاڻي ٻارڙا تہ تون مان ناهيون نہ. امان چيو پئي تہ چوڪري مٺ ڪچ ۾ ڪٿي سگهي تہ گهر ۾ ويهي يا اڪيلي نہ نڪري. پوءِ......“

هن جملو اڌ ۾ ٽوڙي ڇڏيو.

"پوءِ ڇا" هن کي ڳالهه اڃا به سمجهه ۾ نه آئي هئي.

"پوءِ اهو ته الاءِ، تون ۽ مان ڇج ۾ سرڪس سان نڪري سگهون، ڪي نه."

هن ڳالهه پوري ڪئي ته لاڏيءَ کي ڄڻ ڪاوڙ وٺي.

"چنبڙي رن، اهڙي وائي ته نه ڪڍ. اڃا پر ته تو واري ياءُ جي سونهينءَ ۾ سرڪس تي تو، مون لاڏا ڇيا هئا. باقي هاڻي وري ڇاهي."

"اها، پر هئي، لاڏي..... هاڻي... ڏسين نه تي ته رات ڪيئن نه ماسي ڪٽان توکي مون کي موٽ مهل رئو ڍڪڻ لاءِ ڇيو هو."

سايان ڪجهه اداس هئي. شايد رات واري ڳالهه اڃان نه وسري هئس.

"پوءِ ڇا ٿيو. ڇج ڪان ڪو تورو ٿي روڪيندي. نهيو ڇڏ ان ڳالهه کي پاڻي ير."

هنن ٻنهي پنهنجا پنهنجا ٽانو پاڻيءَ سان ڀريا ۽ گهرن ڏانهن هليون. موٽ ۾ اهوئي رستو هو ۽ اهو ئي سندن چپن تي لونگ ڦوٽا.

هنن جي ڳوٺ ۾ جڏهن به سرڪس ٿيندي هئي ته گهوٽ جي سواريءَ اڳيان ننڍڙيون ڇوڪريون، لونگ ڦوٽا يا ڪو ٻيو سهرو ڳائينديون هلنديون هيون. سال اڳ جڏهن سايان جو ياءُ پرڻيو هو تڏهن به هن ئي لاڏا ڇيا هئا. لاڏيءَ کي شاديءَ ڪان وڌ رڳو سرڪس جي هئي. ڪيڏي مهل ٿئي ۽ هو وڃن.

گهوٽ سرڪس لاءِ تيار تي رهيو هو. لاڏي ۽ سايان ڏاڍو ڪم پئي ڪيو. سامان سڙو پهچائڻ . گهوٽ جو وڳو، جتي، ٽوپي، موڙ، ان وچ ۾ هو جيڏي مهل به هڪٻئي کي ڏسن پيون، سندن چپ مرڪي پيا پون ۽ هو واري واري سان سٽون پيون چون.

جورو جتي ٿالهيءَ ۾ مان ڪنيو پئي اچان،
لاڏل منهنجي اڳ ۾ مان نچندي اچان،
موڙ ميندي ٿالهيءَ ۾، آئون ڪنيون پئي اچان،
لونگ، ڦوٽا، ٿالهيءَ ۾ آئون ڪنيون پئي اچان.

ٻاهر وٺ پڪڙ مچي وئي. گهوٽ گهوڙي تي چڙهيو هو. لاڏيءَ پنهنجي جتي ڳولي، هوءَ سايان کي ساڻ ڪري، اڃا لوڙهي وٽ پهتي ته ماڻس سڏ ڪيس. ماسي ڦاپان به ساڻ هئس.

"لاڏي ڪيڏي تي نڪتين؟".

"سرگس ڏي ادي سان گڏ."

هن ننڍل جملو چيو. هيڏي ساري انتظار کان پوءِ اها گهڙي آئي هئي. هن ڏيڍيءَ پريان ڏٺو ڇوڪريون تاڙيون وڄائي رهيون هيون. گهوڙي اڳيان هلڻ لاءِ تيار هيون.

"پڻهين چيو هو، لاڏيءَ کي ڇنڇر گهر ويهي. موٽي پالس گهر اچي ته ساڻ کن."

"ڇو" هن جون اکيون پرجي آيون. "ڇو چيو اٿين بابي."

"پٽ تون ٻار ته ناهين جو ضد ڪرين، ضرور ڪجهه سوچي سمجهي چيو هوندئين" هينئر ٿاپان ڳالهايو.

"نه، مان وينديس" هوءَ ساپان کي ٻانهن کان جهلي بيٺي.

"ڪونهي ضرور. هاڻي ڏٺي تڏي ڪاٺي ۾- ڏاگهه تي وٺي هين، جڇ سان سان گڏ وينديءَ."

مالس کي به جوجڪي اچي وئي، سٽ ڏئي ڪٽي ٻانهن کان جهلياڻينس.

لاڏيءَ کي ساپيان، جي ٻانهن ڍري لڳي. هن کي هاڻي سمجهه ۾ آيو هو ته ماسي ڪٽان ڇو ساپيان ۽ کيس رٿو پاڻڻ لاءِ چيو هو. هن ٻانهن ماءُ کان ڇڏائي ۽ ڪنڌ جهڪائي ٻاهر ويندڙ جڇ کي ڏسڻ لڳي. هن بدشگوني روڪڻ لاءِ ڳوڙها اگهي، ساپيان کي مرڪي ڏٺو. ساپيان جي مٿي تي پوتي هئي. هن پوتي ڍڪيندي لوڙهي پريان ڏٺو.

کيس لڳو جڻ ڪا شادي پر تي ٿي ڪونه هئي ۽ هوءَ جڻ هڪدم جوان تي وئي هجي.

# آس ۽ نراس جي وچ ۾

هو ڪيترن ڏينهن کان پوءِ مون سان مليو هو، وڪريل وڪريل، وياڪل وياڪل. جڻ هن جي بدن جو سنڌ سنڌ سور سان سٽيل هجي ۽ ڪير هن کي مٿان کان هيٺ اچلائي بنا ڪنهن نتيجي جو انتظار ڪري، هليو ويو هجي ته هو مري ٿو يا بچي.

هن مون کي ڏسي مرڪي ڏنو. سندس مرڪ پهرين چپن تي آئي هئي، پوءِ نڪ وٽ ۽ پوءِ هن جو سڄو منهن مرڪي اٿيو هو ۽ مون الاءِ ڇو پاڻ کي ڏاڍو خوش پاتيو، ڇاڪاڻ ته حياتيءَ ۾ پهريون ڀيرو هن خاص مون کي ڏسي مرڪي ڏنو هو.

"ڪيئن آهين؟" هن کي هٿ ڏيڻ کان پوءِ پڇيم.

هو ۽ مان رستن تي سدائين اتفاقي ملندا آهيون، نه هو ڪڏهن مون وٽ آيو آهي ۽ نه وري مان ٿي ڪڏهن هن وٽ ويو آهيان. پر تڏهن به الاءِ ڇو، مون هن کي پنهنجي اندر محسوس ڪيو آهي. مان هن سان چاهڻ جي باوجود به پاڪر پائي ملي نه سگهندو آهيان.

"بلڪل راضي ۽ خوش." هن سدائين وانگر اهو ساڳيو جواب ڏنو.

مان منجهي پيس. اڳتي ڇا چوان. اهو ته هيترا ڏينهن نظر ڪونه آئين، پر اهو ته ساڳيو ئي سوال تي ويو ته نظر ڪونه آئين، گم تي ويو هئين وغيره.

"ڪٿي هئين ايترا ڏينهن؟" ڪجهه نه ڪجهه ڳالهائڻ چاهيم.

"زندگي جي راهن تي مرڪي قدم رکڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هئس، پر خبر پيم ته اهي ڏاڪا مرڪي قدمن رکڻ جي لائق ڪونهن، هتي ته بس هڪ ٽپ ۾ ٽي ٽي ڏاڪا چڙهڻ گهرجن."

"حياتي کا ڏاڪڻ ته ڪانهي."

"نه، اها هڪ بهترين ترڪڻ آهي، هونئن عام ترڪڻ تي ماڻهو هڪ پاسي کان ڏاڪڻ وسيلي چڙهندو آهي ۽ ٻئي پاسي ترڪندو لهندو آهي. پر هتي ته ترڪڻ تان ئي چڙهڻو ۽ لهڻو تو پوي، پوءِ ڪيئن ڪير ڏاڪا ٽپي!"

هن جون ڳالهيون مون کي منجهائي رهيون هيون. ڇتي ڏنم، "مان توکي سمجهي نه سگهيو آهيان."

مرڪندي ورائيائين "مان ڪا پرولي ناهيان جنهن کي تون سمجهي

سگهين."

"تون هر ڪنهن شيءِ لاءِ عجيب نموني سان چو سوچيندو آهين"؟ هن ڏانهن غور سان ڏسندي پڇيم.

"اسين هر شيءِ لاءِ عجيب نموني سان سوچيندا آهيون، اهي سوچون ٻئي ڪنهن جي ملڪيت نہ هونديون آهن، اهي اسان جون پنهنجون هونديون آهن. اسين غريب انسان جڏهن دولت واري ملڪيت هٿ ڪري نہ سگهندا آهيون تہ پوءِ صرف سوچي ئي سگهندا آهيون."

"تون محرومين کي بہ ڊائلاگن وانگر رٽڻ تو چاهين ڇا؟" پنهنجي اصلوڪي زندگيءَ تي وات مان الاءِ ڇو نڪري ويم.

"محروميون ان پاڻيءَ وانگر هونديون آهن جيڪو آلين ڪاٺين جي اندر هوندو آهي. تو ڪڏهن آلين ڪاٺين کي ٻرندي ڏٺو آ، اهي هڪ پاسي کان ٻرنديون آهن تہ ٻئي پاسي کان هنن جي اندر وارو پاڻي ٻوڙيا ڪري ٻاهر نڪرندو آهي. منهنجو جسم جڏهن عذابن جي باهہ جي تپش برداشت ڪري نہ سگهندو آهي تہ منهنجيون محروميون آليءَ ڪاٺيءَ جي پاڻيءَ جيان ٻاهر نڪرنديون آهن."

"هڪ ڳالهہ پڇانءِ؟..... مون کي لڳي ٿو تہ تون محبت ۾ ناڪام ٿيل آهين." هن جي اداسيءَ کي الاءِ ڇون مون محبت ۾ ناڪامي سمجهيو. هن ٻيري هن ڪليو. وڏو ٺهڪ ڏنائين.

"مون وٽ ڇاهي جنهن تي محبت ڪريان. نہ پئسو نہ پاڻي، ٺلهو اسٽيج جو پينٽڙؤ، مون وٽ ڪنهن کي ڏيڻ لاءِ ڇا رکيو آهي، اهو تہ شڪر جو دنيا ۾ اڪيلو آهيان ۽ پاڻ گذر ڪري ٿو وٺان."

هن ڪلندي کيسي مان اڌڙ سگريٽ ڪڍيو ۽ ان کي وات ۾ رکي دکائڻ لڳو، ماچيس ڪونہ هئس، هو خالي کيسي کي وڃائڻ لڳو هو، پر آخر چپ ڪري سگريٽ وات مان ڪڍي ڪوٽ جي کيسي ۾ واپس رکي ڇڏيائين.

"ماچس کپنئي" مون هن کان پڇيو.

"نہ، بس" هن لنوايو.

"اچ تہ وٺون" مون پاسي واري مانڊڻيءَ ڏانهن وڌندي چيو.

"نہ نہ، بس ٺهيو. مان هلان ٿو، تنهنجو ڪافي وقت ورتم." مون کي روڪيندي مرڪڻ جهڙي شڪل ناهيندي چيائين.

"ترس تہ" مون الاءِ ڇو هن کي روڪڻ چاهيو.

"مون کي ڪافي دير تي وٺي آهي ۽ هونئن بہ طبيعت ڪجهہ نيڪ نہ اٿم. ڇگو"

هن مون سان هٿ ملايو ۽ مون تي هڪ گهري نظر وجهندو هليو ويو. سوچيم، چوانس "ڪهڙا مائٽ اتي گهر جيڪي انتظار ڪندا هوندءِ"، پر مان ڪجهہ چئي نہ سگهيس. هن کي چاهڻ جي باوجود بہ چانهن جي صلاح ڪري نہ سگهيس خبر هئم تہ ڪونہ پيئندو.

هو ۽ مان ايڪٽر هئاسين، سنڌ جي هڪ ٿيئٽر جا، جتي اسان کي جديد دؤر ۾ پنجاهہ کان ڏيڍ سئو رپيا في برامو ملندو هو ۽ ان کان سواءِ اسان جو پروڊيوسر هر ريهرسل جا اسان کي ساڍا ٽي رپيا الڳ ڏيندو هو. مان جڏهن ڇڪي تاڻي بي. اي پاس ڪرڻ کان پوءِ بہ ڪا نوڪري حاصل ڪري نہ سگهيس تہ سوچيم تہ ڪنهن ٿئٽريڪل گروپ سان ڳالهائي ڏسجي، ننڍي هوندي ڊرامن جو شوقين هئس ۽ ڪم ڪيو هئم متان هتي بہ ڪو چانس ملي وڃي.

اتي مون هن کي پهريون ڀيرو ڏٺو هو، اداس اڪيون اٿيا وار. هن جي شخصيت جڻ ڪنهن جي ڳولڻ لاءِ ان جي ڪڍ نڪري وئي هجي. مون کي ڪم تہ مليو، پر نئون رول هو، الجاڻ هئس، دل لڳائي ڪم ڪرڻ لڳس، جتي موقعو ملندو هو اتي ڊائلاگ رٽڻ لڳندو هئس.بٺي ڏينهن هو منهنجو انداز ڏسي مرڪندي مون کي ڏسڻ لڳو. مون محسوس ڪيو تہ منهنجي ڪن جون پاپڙيون گرم ٿيڻ لڳيون. منهنجي اها عادت خود مون کي بہ نہ وڻندي آهي، پر مان فطرتاً مجبور آهيان. هن مون کي شرمائيندي ڏٺو تہ منهنجي ويجهو هليو آيو.

"نئون آهين" بنا ڪيڪار جي اوچتو سوال منهنجي دل کي جڻ ڌڪو ڏئي ويو هجي.

"ها ڪالهہ آيو آهيان." ڳيت ڏئي چيم.

"تون هتان جي ماحول کان اڻواقف آهين. هونئن جڏهن مان هن ٿيئٽر ۾ آيو هئس تہ مون کان ڪنهن بہ ڪجهہ ڪونہ پڇيو هو ۽ مون پنهنجن ڪلهن کي مصيبتن ۽ پيچ پيچان کان آجو سمجهيو هو. اڄ جڏهن تون آيو آهين تہ مون سوچيو هو تہ توکان ڪجهہ نہ پڇان ۽ تون بہ پيچ پيچان ۾ نہ ڦاسين، پر تنهنجي اها اڻواقفيءَ واري هلت شايد هتان جو پروڊيوسر برداشت نہ ڪري سگهي ۽ تون هي ڪم بہ وڃائي ويهين."

"تون منهنجي مدد ڪرڻ آيو آهين ڇا." هن جي هيڏي ساري ڳالهہ ٻڌڻ کان پوءِ هن کان مقصد واري ڳالهہ پڇڻ چاهيم.

"نہ، ڪوبہ ڪنهن جي مدد نہ ڪندو آهي، اسين هرڪو ڪم پنهنجو پاڻ ڪرڻ چاهيندي بہ بين کي شريڪ ڪندا آهيون ۽ اها ئي مدد چوائيندي آهي." هن عجيب ڳالهہ ڪئي، مون هن کان گهڻو ڪجهہ پڇڻ چاهيو پر اوچتو هو

ڊائريڪٽر جي سڏ جي ڪري اتي هليو ويو ۽ مان وري ڊائلاگ ياد ڪرڻ لڳو هئس.

ڪيترن ڏينهن تائين مان اسٽيج تي پنهنجو مقام پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ۾ لڳو رهيس. ان سڄي عرصي ۾ هن منهنجو ڀرپور ساٿ ڏنو، پر هڪ ڳالهه عجيب هئي. هن مون ساڻ ڪڏهن به ڳڙجي ڪجهه ڪونه کاڌو پيتو هو. مان هن کي صلاح به ڪندو هئس، پر هو لنوائي هليو ويندو هو. هو مون سان گڏ هوندي مون کان پري هوندو هو ۽ مان هن کان الڳ هوندي به ڄڻ هن کي پاڻ ۾ محسوس ڪندو هئس.

اسان روز گڏ هوندا هئاسين. ريهرسل روز ريڊيو پاڪستان جي سامهون واري گهٽيءَ وٽ هڪ ڪمري منجهه ٿيندي هئي. اسان جڏهن ريهرسل ڪندي ڪندي ٿڪجي پوندا هئاسين ته ٻاهر نڪري هڪڙي سائي ٽڪر تي ليٽي نيري آسمان کي چپ چاپ تڪيندا هئاسين. نه هو ڪجهه چوندو هو ۽ نه وري مان ٿي.

هڪ ڀيري مون پڇيو "تون ڪيڏي مهل اداس ڇو نظر ايندو آهين؟"

"مان ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي ڪمري جي ڀتين کي اوپرو ڀائيندو آهيان. ان اوپري حد مان جڏهن ٻاهر نڪرندو آهيان ته مونجهه ۾ وڪوڙيل هوندو آهيان ۽ توکي اداس نظر ايندو آهيان. ڳالهه اها آهي ته اڪيلو رهي رهي نيٺ ته ماڻهو....."

هن ڪلندي ڳالهه اڌ ۾ ئي ڪٽي ڇڏي هئي. سوچيم چوانس "مون کي ڇو نٿو پنهنجي گهر وٺي هلين؟" پر چئي نه سگهيس. چپ ڪري ڪيس ڏسندو رهيس. ڳالهائڻ مهل سندس اکيون هر هر پرجي پئي آيون. ان مهل هو ڏاڍو پيارو پئي لڳو.

"ڪڏهن ڪڏهن مان سوچيندو آهيان ته ڪاش تون ڪنهن ٻي ٻوليءَ جو فنڪار هجين ها. پوءِ ته توکي صحيح مانُ ملي ها نه. هتي ڇا هي؟ سنڌي اسٽيج آرٽسٽ کي ڪير ٿو ليکي" مون مٿانئس همدردي ڪندي چيو هو.

۽ اها حقيقت هئي، مون هن کي ڪيترا ڀيرا اسٽيج تي ڏٺو هو. اها اتفاق جي ڳالهه هئي جو هو ۽ مان ڪڏهن به ڪنهن ڊرامي ۾ گڏ نه آيا هئاسين، جڏهن هو اسٽيج تي هوندو هو ته مان هيٺ ويٺو ڪيس ڏسندو هئس. هو هر لحاظ کان مڪمل اداڪار هو. زماني جي هيترين گردشن به سندس زندگيءَ تي ڪوبه داغ نه ڇڏيو هو، هنئون هو ڄڻ پختو ٿي ٿي ڪوري مان نڪتو هو. اسان سنڌي آرٽسٽ هئاسين. پروڊيوسر خود غريب، ڪٿان اسان کي ٻين ڊرامن جيترو پئسو ڏين. هونئن منهنجو يار خوددار هو، ڪڏهن به پروڊيوسر کان معاوضو نه گهريائين، هو خودئي ڪيس ڏيندو هو.

"نه نه، ائين نه چئو، ٻين قومن ۽ ٻولين سان ڀيٽ ته ڪبي آهي. پنهنجي وطن

ڪي ائين ننڍا سان نہ ڏسبو آهي. آئون تہ ائين چوان ٿو تہ مون کي ٻيهر دنيا ۾ اچڻ لاءِ ڪير چوي تہ آئون پنهنجي سنڌ ۾ پنهنجي هن ئي حالت ۾ اچڻ پسند ڪندس."

هن جو جواب مون کي عجيب لڳو. حيرت مان ڏانهس ڏٺم، هو وري بہ مرڪي رهيو هو.

مون هن جو گهر ڏسڻ پئي چاهيو، پر هو سدائين لنوائيندو رهيو، ڪڏهن بہ اقرار يا انڪار ڪونہ ڪيائين. هو ڪيترن ڏينهن کان ريهرسل تي ڪونہ پئي آيو، ڏاڍو ياد ايندو هئم. پر هن تائين ڪيئن پهچان، نہ ڏسُ نہ پتو، مون سوچيو تہ هاڻي جڏهن ملندو تہ هن کان هيترن ڏينهن جي غيرحاضريءَ جو سبب پڇندس. اج اوچتو مليو تہ مان ڪجهہ بہ ڪونہ پڇي سگهيومانس، پاڻ تي ڏاڍي ڪاوڙ آيم. پر ڇا پئي ڪري سگهيس. چپ ڪري ويهي رهيس.

هن کي ملئي ٽي هفتا ٿي ويا. پروڊيوسر ڪڏهن ڪڏهن سندس پڇا ڪندو هو. هڪ ڏينهن مون کي پاڻ وٽ گهرايائين.

"منور هڪ خوشيءَ جي ڳالهہ آهي، هيلوڪي ڊرامي تي پريس ۽ ٽي وي پئي ايندا."

"سچ سائين" مون کي يقين نہ آيو.

"ها انور سچ" هن جو منهن ٽهڪيو پئي. "هاڻي هيئن ڪر تہ رحمان کي ٻڌائي وٺي اچ، هو ۽ تون ٻين سينني کي وٺي سيائي کان ڊرامي جي تياري ٻمباسٽڪ نموني سان شروع ڪري ڏيو. پر رحمان آهي ڪٿي؟"

"مون کي ڪابہ خبر ڪونهي" ٻڌايومانس.

"پوءِ وڃي گهران وٺي اچينس."

"پر ڪيئن، مون کي تہ هن جو گهر ڏٺل ڪونهي." مون وراڻيو.

"ڇا" پروڊيوسر مون کي غور سان ڏٺو. ڳالهہ هئي بہ عجب جهڙي، رحمان مون سان سڄو ڏينهن گڏ هوندو هو ۽ مون کي سندس گهر جي بہ خبر ڪانہ هئي. هن مون کي رحمان جي ائڊريس ٻڌائي ۽ ان شام مون پهريون ڀيرو رحمان جي گهر ۾ قدم رکيو. سندس گهر غريبن جي هڪ پاڙي جو ڪمرو هو. مان جڏهن ڪيترين مشڪلاتن کان پوءِ پڇائي پڇائي رحمان جي گهر تائين پهتس تہ، ڪمري جو در کليل هو، پهرين نظر سان اهو مون کي کليل لڳو پر پوءِ محسوس ٿيو تہ اندران ٻيو بہ هڪ در هو. مون در کڙڪايو تہ پهرين پاسي واري گهر مان هڪ نينگر نڪتو.

"ادا، رحمان سان ملندءُ ڇا" هن در کي ڌڪو ڏنو. در شايد ٻيڪڙيل هو.

هو اندر هليو ويو. مون چير مان ڏٺو، ڪمرو اونداهه ۾ ٻڏل هو. ٿوري دير کان پوءِ بتي ٻري ۽ ننڍڙي اندران مون کي سڏ ڪيو. مان اندر داخل ٿيس تہ عجيب احساس ٿيم تہ نيٺ مون هن کي ڳولي لڌو. هو هڪ ڪنڊ ۾ سٽو پيو هو. شايد ننڊ مان هاڻي اٿيو هو. مون کي ڏٺائين تہ اٿي مون سان مليو. مون محسوس ڪيو تہ هنن ٽن هفتن هن کي پيچي پوري وڌو آهي. رحمان بلڪل ڪمزور هئو. مان ساڻس ياڪر پائي مليس. هن جو بدن گرم لڳم، هن مرڪي ڏٺو، ننڍڙو ٻاهر نڪري ويو.

"ڪيئن آهين؟" مون کان پڇيائين.

منهنجي وات مان آواز نہ نڪتو، چپ هڪدم خشڪ ٿي ويا هئم. ڳيت ڏئي چيم "توکي ڇا ٿي ويو آهي؟"

"ڪجهہ ڪونہ، ڇا ٿيندم......؟ اچ ويهہ." هن پنهنجي هنڌ تي مون کي ويهاريندي چيو. هو پاڻ بہ ٽنگ تي رلي وجهي، پاسيرو ٿي ويٺو.

هن جو ڪمرو هن جي مالي حالتن جو مڪمل مظهر هو. هڪڙي ڪنڊ ۾ هن جو هنڌ زمين تي وڇايل هو، جنهن تي مان ۽ هو ويٺا هئاسين. هنڌ جي پاسن کان فلمي رسالا ۽ ڪتاب پيل هئا. هڪ ڪنڊ ۾ ٽن سرن مان ٺهيل سگري پئي هئي ۽ اتي ئي ڪجهہ دٻا هئا، جن ۾ شايد کنڊ يا چانهن جي پتي هئڻ گهرجي پر ان مهل سي پاسيرا ڪريا پيا هئا. اتي ئي ڪجهہ ٿانوَ بہ پيل هئا جيڪي واپرايل پئي لڳا.

هن مون ڏي نهاريو.

مرڪندي چيائين "منهنجي بڪنگهم پئلس تو ڏسين ڇا؟"

"تو کي ڇا ٿي ويو آهي؟"

"معمولي بخار هو، لهي ويو. بس ٿورڙي ڪمزوري آهي."

"معمولي بخار ۽ ايترو ڳري وڃڻ" مون هن ڏانهن ڏٺو، ڪمزوري منهن مان ڇتا ليئا پائي رهي هئي.

"ڪوڙ ڇو ٿو ڳالهائين، سچي ڇو نہ ٿو ٻڌائين تہ ڇا ٿيو اٿئي." هن کان سچي ڪرائڻ چاهيم.

"توسان ڪوڙ ڳالهائيندس ڇا؟" هن وري مرڪيو.

"پوءِ ايترو لهي ڇو ويو آهين؟"

"ڪٿي لٿو آهيان، ڏٺو مٺو تہ آهيان ٻيو ڇا هجڻ گهران"

"خدا ڪري تندرست هجين پر....."

"نہ بيماري جو تذڪرو نہ ڪر. ٻي ڪا ڳالهہ ڪر"

”توکي وري کو نئون ڏک مليو آهي ڇا؟.“

”ڏک وڪرو ڪونہ ٿيندا آهن، جن کي ورتو وڃي ۽ هونئن بہ توکي تہ خبر آهي تہ مان ڏک پروف آهيان بلڪل لڪڙ هضم پٿر هضم وانگر. ڇڏ ان ڳالهہ کي.“

”تو ڪنهن کي پاڻ ڏيکاريو آهي.“

”فٽ پاٿي حڪيم کي ڪونہ ڏيکاريو اٿم. چڱو ڀلو آهيان، ڪا بيماري ڪانهيم، هاڻي وري نہ بيزار ڪر.“

”مرزا صاحب توکي سڏايو آهي.“ ٻڌايومانس ”هن پيري جي ڊرامي تي ٽي-وي ۽ پريس ۾ ئي ايندا.“

”سچ- پوءِ تہ مان ضرور ايندس. بس ٿورڙي ڪمزوري لهي وڃي.“ هن اپ ساهيءَ مان چيو. ساهہ شايد منجهي رهيو هئس.

”نہ يار، تون ٺيڪ ڪونہ آهين، ٿورا ڏينهن آرام ڪر. اهڙا موقعا پيا ايندا.“ مون هن جي حالت ڏسندي چيو.

”نہ يار هي تہ منهنجي دل وٽان ڳالهہ ٿي آهي، سنڌي ڊرامن کي اهڙو موقعو ملي تہ ٻيو ڇا کپي.“

”چڱو، جيئن تنهنجي مرضي.“

”چانهن، پيئندين“ ڪجهہ پل رکي هن اٿندي چيو.

”نہ، مان هلان ٿو. تون چاڪ ٿيءُ پوءِ ٻيو وٺنداسين.“

”ترس مان ناهي ٿو وٺان.“ هن روڪيندي چيو.

”نہ نہ، هينئر نہ، ڪنهن ٻئي پيري. پليز رحمان“ مون هن کي ڪلهن کان جهلي ويهاريندي چيو.

”ڀلا پئسي وغيره جي گهرج تہ نہ آهي“ هن کان پڇيم

”نہ نہ، هي پاڙي وارا منهنجو پورو خيال ڪندا آهن. مون کي ڪابہ گهرج ناهي.“

۽ مون سوچيو هي ڪهڙو دوست آهي، جيڪو دوست هوندي بہ ويجهو نہ ٿو اچي.

”ڪڏهن ڪڏهن ڪي ڪي انسان، ڪن جي گهرن تي وڃڻ لاءِ زندگيءَ کان ڪڙي چانس ئي وٺي سگهندا آهن، تي سگهي ٿو تون آئيندي هتي اچين ۽ مان نہ هجان.“ هن عجيب ڳالهہ ڪئي.

”تو ائين ڇو چيو“ منهنجي دل الاءِ ڇو پرجي آئي.

”ائين ئي. هونئن بہ زندگيءَ تي ڪهڙو ڀروسو، پر ٻڌ، مرندس مان بہ

ڪونہ."
"تون اهڙيون ڳالهيون نہ ڪر خدا ڪندو تہ اها ڪمزوري بلڪل ختم ٿي ويندي."
"ها، خدا ڪندو" هن جملو عجيب نموني سان ادا ڪيو.
"هتي ائڪٽنگ ڪرڻ کان نہ ٿو مڙين" هن کي ڪلائڻ لاءِ پاڻ کلي پيس، هن مرڪي ڏنو.
"ڀلا مان هلان" هن کان موڪلايم.
"تون ڀلي وڃ. مرزا صاحب کي چئجانءِ تہ مان ٻن ڏينهن کن ۾ اچي ويندس." هن موڪلايو
"چڱو." ائندي چيم.
"چانهن ٻي وجين ها" هن وري الاءِ ڇو چيو.
"چريا" مون لفظ ڇڪيو. ساهہ کي گهٽجندو ڀانيو. ويجهو اچي هن جي اکين کي ڏٺم.
"گڊ پيئنداسين. تون رڳو ٺيڪ ٿي وڃ، چڱو"هن کان موڪلايم.
هن مرڪي ڏنو. هن جي اها مرڪ هزار دردن سان ڀريل هئي. منهنجي دل چيو تہ هن وٽان نہ وڃان اتي ئي ويٺو رهان، پر خيال آيم، هو بيمار آهي هن کي گهڻو تنگ نہ ڪيان. سو اتان چپ ڪري نڪري آيس.
ڊرامي کان هڪ ڏينهن پهرين جڏهن مان ۽ هو پنهنجي عادت موجب ٽڪجي اچي ٻاهر گاهہ تي ليٽي پيا هئاسين تہ مون هن جي اکين کي ڀنل ڀنل محسوس ڪيو هو. هونئن ڊرامي جي آخري لمحن ۾ هن کي ڪنگهي ڪنگهي مرڻو هوندو آهي ۽ ان لاءِ هن جي اکين ۾ گلسرين لڳائي وجي ها، هونئن مون بہ اهوئي سمجهيو تہ ڀنبٽين جي اها آلاڻ، اکين ۾ گلسرين جو بچيل حصو هوندي، پر ريهرسل ۾ تہ گلسرين استعمال ڪونہ ٿيندي آهي، هن جون اکيون آليون ڇو ٿيون. هو هڪ سخت انسان هو جنهن کي پنهنجا جذبا گرفت ۾ رکڻ چڱي طرح ايندا هئا. هن ڇو رنو هو. آخر مجبور ٿي پڇي ڏٺم "رنو آهين؟"
اکين کي حيرت مان مٿي کنياڻين- جڻ اکين ئي اکين ۾ مون کان منهنجي سوال جي سمجهاڻي گهرندو هجي، جڻ مون کان پڇندو هجي تہ "مان توکي رنل رنل ٿو لڳان ڇا؟"
مون پشيماني محسوس ڪئي- مون کي اهو سوال نہ ڪرڻ گهربو هو.
"منهنجو مقصد آهي، توکي ڪنهن ڏکويو آهي ڇا؟"
"مان ڏکوئڻ تي روئندو ناهيان منور- ۽ هونئن بہ مان ڪو سومنات جو بت نہ آهيان، جنهن کي وري ڪوئي محمود غزنوي اچي ٽوڙي وجي-" هن ٻئي ڏينهن

تي ٽيندڙ ڊرامي جو ڊائلاگ ورجايو.
"تون هينئر ٿي ڊرامي ۾ شروع ٿي وئين ڇا؟" هن کي احساس ڏيارڻ چاهيم.
"اسان ڊراما ڪندي، پنهنجي حياتيءَ کي به هڪ ڊرامو ڪري ڇڏيندا آهيون. بس، هن ۾ اسان جو هڪ ڪردار هوندو آهي، ۽ اسان خود هدايتڪار هوندا آهيون ۽ وقت پوڻ مهل محبت لاءِ هيرو ۽ نفرت لاءِ پاڻ کي ولن ثابت ڪرڻ جي پوري ڪوشش ڪندا آهيون."
"شيڪسپيئر تو ياد اچنئي ڇا؟"
"نه چاچو ياد آيو اٿم-" هن زور سان کليو.
"پر ڳالهه ڇو ٽاري وئين-"
"ڳالهيون ڪٿان ڪان شروع ٿي ڪٿ ختم ٿينديون آهن. ان جو احساس ڪنهن کي هوندو آهي مسٽر منور-" هو شوخ ٿي ويو هو- پر هڪدم هو وري سنجيده ٿي ويو.
"منور- مان سوچان ٿو، مان چپ چپ ڪري مري وڃان ۽ منهنجو احساس منهنجي وڃڻ کان پوءِ ٿئي ۽ جيڪڏهن ائين ٿيو نه ته غور سان ڏسجان، مرڻ کان پوءِ به مان مرڪندو هوندس-"
منهنجا چپ ٿڙڪيا ڪجهه چوڻ چاهيم، هن مرڪي مون ڏانهن ڏٺو.
"ائين نه ٽيندو چريا، آءٌ جهٽ ڪونه مرندس."
هن منهنجي ڳلن کي ٿڦڪي ڏئي ننڍڙي ٻار وانگر پرچايو ۽ اندر هليو ويو.
مان ان ڊرامي ۾ ان جي دوست جي رول ۾ هئس، پهريون پيرو گڏ ڪم ڪري رهيا هئاسين. ڊرامو شروع ٿيو ته هو شروع کان وٺي ان تي ڇانيل رهيو، ڊرامي اميدن کان مٿي رش ڪنئي هئي، پريس جي فليشن جي جهل مل ۾ هو ڏاڍو سهڻو پئي. لڳو، آخر ڊرامي جي پڇاڙي آئي، جنهن ۾ هن کي پنهنجو فن ڏيکارڻو هو ۽ هن خوب ڏيکاريو. منهنجي ٻانهن ۾ ڪري جڏهن هن شهلا کي مرڻ وارا ڊائيلاگ پئي چيا ته خود مون کي ائين محسوس ٿيو، ڄڻ هو سچ پچ سلهه ۾ مبتلا هجي ۽ مان ڪنهن سلهه جي مريض کي ٻانهن مان جهليو بيٺو هجان. هو ٽڪجي منهنجي ٻانهن تي آهلجي پيو؛
ڪجهه پل رکي هن اکيون کوليون. اٽندي چيائين: "مان پاڻ ٿي پڳل آهيان تو کي ڪيئن پچندس."

ان مهل پروڊيوسر ڊوڙندو آيو:
"رحمان منهنجا پٽ ڏسين وٺ پبلڪ ڪيڏي نہ خوش آهي. اهو تون آهين منهنجا ٻچا جنهن اسان جو مانُ مٿانهون ڪيو آهي. تو سچ پچ مون کي سچي خوشي ڏني آهي ۽ تو بہ، منور تو بہ سٺو ڪم ڪيو آهي. توهان سڀ منهنجا ٻچا آهيو" هو شهلا، رحمان ۽ مون کي هر هر خوشيءَ کان ٿپي رهيو هو.
مون رحمان ڏانهن ڏٺو- هن وري مرڪي ڏٺو. "ڏاڍو ٿڪو آهيان يار."
"ها ڪم بہ ڪيو اٿم." هن عجيب لهجو اختيار ڪيو. مون هن کي وري اداس ٿيندي ڏٺو تہ ٻانهن مان ورتومانس.
"اڄ تہ ڏسون پبلڪ جو ڪهڙو تاثر آهي."
مان هن کي وٺي پردي جي سير مان ٻاهر ڏسڻ لڳس. مختلف ماڻهو مختلف روپن سان ٻاهر وڃي رهيا هئا. ڪي پنهنجي روئڻ تي قابو پائي چڪا هئا تہ ڪن اڃان بہ رنو پئي. ڪي وري ٻين کي پرچائين پيا.
"ڏسين ٿو نہ ماڻهن کي. يار تون اسٽيج جو دليپ آهين دليپ"
هن ڪجهہ نہ وراڻيو. ماٺ ڪري ويهي رهيو. ڪن پلڪ رکي چيائين "مان گهر ٿو وڃان ڪافي ٿڪل آهيان، اڄ تہ ننڊ بہ چڱي ايندي."
"ڇو نہ ايندي، پاڻ هاڻي تہ خواب آرام ڪندين. خدا توکي ڪاميابيون نصيب ڪيون آهن، ڇريا سڀاڻي جون اخبارون ڏسجانءِ، فل پريل هونديون فل، رحمان هيئن رحمان هونٺن."
هن وري مرڪيو "چڱو مان هلان."
"مان ڇڏڻ هلانءِ."
"نہ يار، مان پاڻ ئي هليو ٿو وڃان، لالن ڪٺڻ واري عمر ٽپي ويو آهيان. مرزا کي ٻڌائي ڇڏجانءِ."
"حاضر، چڱو."
"خدا حافظ." هن مرڪندي چيو ۽ سيٽي وڄائيندي هليو ويو.
ٻئي ڏينهن جون اخبارون پوريون ڊرامي جي تعريف سان ۽ خاص طرح هن جي تعريف سان پريل هيون. مان ڪپڙن ۾ ئي نہ پئي ماپيس. خوشي ايتري وڌي ويندي مون تہ سوچيو ئي ڪونہ هو. مون سڀ اخبارون گڏ ڪيون، بيڪريءَ تان هڪ ڪيڪ ورتم. سوچيم "هو ۽ مان گڏ چانهہ پيئنداسين، ڪيڪ کائينداسين ۽ اڄ فلم بہ ڏسنداسين."

هونئن پنڌ ويندو هئس اڄ رڪشا ۾ وڃڻ لاءِ ويئس. اڄ خوشيءَ جي ڏينهن تہ جڻ پنڌ بہ مرڪندو هجي ۽ جڻ هن ۾ اضافو ٿيندو هجي. پاڻ تي ڪاوڙ پئي آيم تہ دير ڇو ٿو ڪيان. پر ان ۾ منهنجو ڪهڙو ڏوهہ هو. رڪشا بہ چڱي اسپيڊ ۾ هئي پر تڏهن بہ الاءِ ڇو جلدي پئي چاهيم. شايد مون هن کي جلدي خوش ڏسڻ پئي چاهيو.

هن جي گهٽيءَ وٽ پهتس تہ ڪجهہ ماڻهو بيٺا هئا. ياڙو ڏئي لنگهيس تہ ان ئي رڪشا ۾ هڪ ماڻهو چڙهڻ لڳو. هن کان پڇيم ”خير تہ آهي نہ، هيترا ماڻهو ڇو گڏ ٿيا آهن.“

”توهان کي خبر ناهي،“ هن پڇيو.

”ڇاجي؟“

”رحمان صاحب ويچارو گذاري ويو، رات شايد دل جو دؤرو پيو هئس.“

”هان“ مون کان رڙ نڪري وئي.

”ها سائين، دل جي بيماري تہ هئس، هڪ دؤرو بہ مهينا ڪن اڳ پيو هئس، پيو شايد زات پيس، اڄ صبح جو در ڪوليوسين تہ خبر پئي.“

مون کي ڪفن تي اعتبار نہ آيو، ڏوڪيندو اندر هليو ويس. هو سچ پچ هليو ويو هو، مون کان موڪلائڻ کان سواءِ. بلڪل پنهنجين اميدن پٺاندر چپ چاپ. مان هن کي لوڏڻ لڳس ”رحمان رحمان! ادا، اٿ هي ڇا ٿي ويو.“

پر هو خاموش ستل هو. منهنجي ڪنن ۾ هن جا لفظ لهي آيا.

”غور سا ڏسجانءِ، مان جيڪڏهن چپ چاپ مري ويس تہ مرڻ کان پوءِ بہ مرڪندو نظر ايندس.“

مون ڪفن ۾ ويڙهيل نهيل نڪيل، سينگاريل گهوٽ ڏانهن ڏٺو، هو مرڻ کان پوءِ بہ مرڪي رهيو هو. منهنجي نظر اخبارن تي پيئي، رحمان جي تعريف ۽ فوٽن سان ڀريون پيون هيون.

# حـــقـــدار

اوچتوهن جا خيال وکري ويا. ڪلهي وٽ ڪنهن هٿ رکيس، هن مڙي ڏٺو-
"تورو پاسي مان اڳتي ويندم"-

هڪ ڇوڪرو ڪيس ڪلهي وٽان جهليو بيٺو هو. بس ۾ ڏاڍي رش هئي.
اصل ڪلهو ڪلهي سان پئي لڳو. ان حالت ۾ سرڪڻ ڏاڍو ڏکيو هو. هن
ڪوشش ڪري تورو پاسو ڪيو. پويان وارو نوجوان زور سان ڌوڪيندو، پاڻ لاءِ
اڳتي جڳهه ٺاهيندو نڪري ويو. فتاح ڇوڪري جي وڃڻ ڪانپوءِ پيرن وٽ ٺهيل
خال ۾ فرش تي جوهه پاتي ڏٺو ته ڪجهه به نه هو. هن جي وجود ۾ مايوسيءَ جي
هڪ لهر ايري، هن ڪنڌ کڻي، ٽيڏيءَ اک سان پر ۾ بيٺل دوست کي ڏٺو ته
ڪٿي ڏسي ته ڪونه ورتائين، پر هو پريان ليڊيز سيٽ ڏي ڏسڻ ۾ محو هو
"شڪر ٿيو نظر ته ڪانه اٿس مون ۾."

ڪيس ماڻس جي ڳالهه ياد اچڻ لڳي "وقت تي ٽڪو به سون هوندو آ راڻا، ان
جو مثال اهو وٽ ته ڪنهن به دڪان تي وڃين، هل کڻي ڪنهن بئنڪ ۾ گهڙ، لک
رپيا جمع ڪرائيندي جيڪڏهن ٽڪو به کٽائيندين ته ڪو لک جي رسيد ملندي
ڇا؟"

"ڪيئن نه ملندي امان......؟ مان مئنيجر سان سنگت رکندم، هو ٽڪو
وجهي لک جي رسيد ڪيندو، تون لک ڪڍ ته مان اهو تجربو ڪيان نه"- هن
مذاق ۾ ماءُ جي ڳالهه لنوائي هئي ۽ هن مهل الائي ڇو اهي جملا ڪيس ڏنگي رهيا
هئا.

هن سامهون دريءَ جي بند ٿيل شيشن پريان ڏٺو، رات ٻاهر پوري طرح لهي
آئي هئي، پريان ٽمڪندڙ بتيون، روڊ جي پاسن ڪان روشنيون، هن شيشي اندر
پنهنجي ٺهندڙ پاڇي کي ڏٺو. اهو پاڇو ڪيڏي مهل ڇٽو هو ته ڪيڏي مهل ڪنهن
اسٽريٽ لائيٽ هيٺ بس جي اچڻ سان ڌنڌلو ٿي پئي ويو. هن جي ذهن ۾ وري
سوچون لهي آيون، "اسان وٽ پئسو به ان پاڇي جيان آهي، جنهن جي لاءِ ٻاهرين
اسٽريٽ لائيٽ چڻ آخري تاريخون آهن." ڪيسي ۾ هٿ ٿو وجهي.

"ٻه روپيه" هو ٻڌڪي ٿو "هتي مان ڇا ٿيندو." ذهن ۾ وري خيال ٿا اچنس- "هتي مان ته هڪ وات جو سيان ڪرايو ٿيندو ۽ اٺ آنا بچندا، هي رپيو ٻه اجايو ڪريو نه..... خير ڪٿي امان کان وٺندم...... پر امان ٻه ڪٿان ڏيندي، اڄ ئي ته پنج روپيا ورتا هئم، هاڻي سياڻي جو ڪلاس ويو ۽........."

"گيري سوبر لڳو پيو آهين"

هن سان گڏ ٻيٺل، هن جو دوست ڪيس ٽوڪي ٿو، هو الاءِ ڪيڏي مهل اڳيان ويٺل ڇوڪرين کي ڏسڻ مان واندو ٿيو هو.

"نه ته" هو هلڪو مرڪي ٿو.

"سائين جن سنجيده رهڻ جي ڪوشش پيا ڪن" هڪ ٻيو دوست ڪلي ٿو. هو ڪجهه به نه ٿو ڪچي، بس مرڪي ٿو.

"فتاح ڏسجانءِ، اهو رپيو ڪنهن نه ڪنهن جي نصيب جو ضرور هوندئي" نجيب مرڪيو.

هو لنوائي ٿو "تون اجان پيو ان لاءِ سوچين ڇا، مون ته ڳالهه ئي درگذر ڪري ڇڏي...... ڇڏ يار ٻي ڪا ڳالهه ڪر"-

هو ٿڪي ڪل ٿو مرڪي، نجيب الائي ڪهڙي ڳالهه تي عمران سان ڳالهائڻ لڳو ۽ فتاح وري دريءَ کان ٻاهر ٿو ڏسي.

"هي اڄو لٽو به ڪهڙو نه عذاب آهي." سوچي ٿو "هن بهترين لباس ۽ لئي واري حالت ۾ ڏسي ڪير سمجهندو ته مان ڪو ان هڪ رپئي لاءِ اهڙو پريشان هوندم."

هو الاءِ ڇو وري پنهنجن پيرن ۾ ٿو ڏسي، اتي اوندهه کان سواءِ ڪجهه ڪونهي....

"امان ٻه پڪ ڪاوڙبي، ڇوندي ٿو اهو گتار واهه جو سکڻ شروع ڪيو آهي. جو روز پنج رپيا ڇٽ.اڄ هت ڏي، سيان ڪور لاءِ ڏي، اڄ تارون پيو ناهرايان.... پر هوءَ به ڇا ڪري....؟ پئسو آهي ته ڇاهي، آهن ته پگهارون نه، مهيني جي آخر ۾ ڪٿيو ئي وڃن، خير......" هو ذهن کي جهٽڪي وري ٻاهر ڏسڻ ٿو لڳي.

هن مهل بس ۾ ڏاڍي رش هئي. تمام گهڻا ڇوڪرا چڙهيل هئا، فتاح چڙهيو ته ٻيا ٻه ٻه دوست اتي ئي بس ۾ ملي ويس. پاڙي ڏيڻ وارو مرحلو آيو ته هن جي هٿن مان رپئي جو نوٽ ڇڏائجي ويو هو. ان مهل الاءِ ڪنهن سامهون واري دري

ڪولي، پوءِ الائي اهو نوٽ اڏريو، الاءِ اتي ئي پيرن ۾ ڪري پيو، فتاح ان مهل تہ ڪنڊيڪٽر کي ٻيو نوٽ ڪيڍي ڏنو، پر هاڻي ان چڪر ۾ هو تہ اهو ملي پوي.

"ٻڌ، اڄ ڇا سکئين" هو وري چرڪي پيو عمران هن سان ڳالهايو پئي.

"اڄ" هن ڳيت ڏني "اڄ مون هڪ سرائڪي ڏن پوري ڪئي، ڪافي ڏکي هئي."

هن ڳالهائڻ وچ ۾ ٽيڏي اک سان فرش ۾ وري ڏٺو اتي ڪجهہ بہ نہ هو.

"يار تنهنجي گروپ ۾ گهڻا ڇوڪرا آهن"

"٢٥ کن"

"۽ مهيني جي فِي"

"پنجاهہ رپيا"

"بس" نجميءَ دوڏا ٿوتاريا.

"بس. جهڙو ڏنو تهڙو نہ" هو ٻاهران پنهنجي امارت جو ظاهر ڪري.

"ها" عمران هاڪار ۾ ڪنڌ ٿو لوڏي.

ان مهل هڪ بس اسٽاپ تو اچي وڃي. الائي ڪيترا ڇوڪرا لهي ٿا وڃن، فتاح وري زمين ٿو ڏسي، اتي ڪجهہ بہ ناهي، هو بس ڪري ويهي ٿو رهي. سيٽ تي ويهي هو چئن ئي پاسي ٿو نهاري. پريان سندس وڏي ڀاءُ جو دوست پنهنجي ننيڙي پٽ کي ڪڇ ۾ کنيو وينو آ، فتاح ڪيس سلام ٿو ڪري، هو موٽ ۾ ورندي ڏئي مرڪي ٿو. فتاح وري هر طرف ڏسي، سيٽ هيٺان ٿو ڏسي ڪٿي اتي تہ ڪجهہ ڪونهي پر اتي بہ ڪاريءَ وارا ڪک آهن.

"فتو مان بہ هلندم، تنهنجي ان سينٽر ۾، ڊرمنگ سکڻ" عمران سائس ڳالهائي ٿو.

"O' SURE" هو هلڪي آواز ۾ ڪلي ٿو.

ان مهل سندن اسٽاپ بہ اچي ويو. هو وري بہ لٽا جو فرش ۾ ڏسندو لهي ويو. هن سان گڏ ٻيا بہ مسافر لٽا هن ڀاءُ جي دوست کان سندس ٻار ورتو ۽ هلندي هلندي ڪيس پيي ڪرڻ لڳو.

"ڪهڙا آهن تنهنجا حال فتاح ميان"

"دعا آهي سائين"

"ڪيئن پئي گذري؟.... پڙهائي هلي پئي؟....."

"بلڪل زور شور سان"

ڪجهہ لمحا هو خاموشيءَ سان هلندا رهيا، اوچتو هن جي ياءُ جي دوست ڳالهايو.

"اڄ سائين، اسان جو اهو لاڏلو خوش آ ڏاڍو" هن پٽ ڏانهن اشارو ڪيو.

"ڪيئن"

"هينئر هٺاسين نہ بس ۾ تہ الاءِ ڪٿان ڪو ريبو اڏامي اچي منهنجي ڪڇ ۾ ڪريو، مان چيو الاءِ ڪهڙي همراهہ جو آ. جيستائين پڇان پڇان، هن همراهہ ڪٽي هٿ ڪيو، ۽ ٿن ڪان پڇيم، تن چيو اسان جو ڪونهي، هجي ها ڪو مالڪ تہ ان کي مان ٻيو ريبو ڏيان ها. باقي هي موٽائي سو تہ سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي- پر خبر ٿئي هن ڇا ڪيو"

"ڇا ڪيائين" هو ڪجهہ خفيف آ.

"هن ڪان اڳ بس بيٺي نہ تہ هن هڪدم هڪ فقير کي اهو نوٽ ڏئي ڇڏيو. مون کي فقيرن کي ڏيندو ڏٺو اٿئين نہ. سوچيم صحيح ڪيائين....... ماشا الله ڪافي هوشيار آ، هينئر ڪان ئي حقدار کي سڃاڻي ٿو."

هن فخر سان پٽ ڏانهن ڏٺو. فتاح ڪجهہ نہ ڪڇيو، هن جي پٽ کي پيار ڪري هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيندو هليو ويو.

# ماٺهو، سوچون ۽ مامرا

اج جڏهن پنهنجو پاڻ کان الائي ڇو ڪِرپَ ٿي ٿئيم ته محسوس ٿو ڪيان ته مان اورچائيءَ جي الائي ڪهڙي درجي تي وڃي پهتو آهيان. وجود پور پور ٿي الائي ڪيترن ننڍن ننڍن حصن ۾ تقسيم ٿي ويو آ، اهي حصا جن کي ڳنڍيو به وڃي ته به الائي ڪيترائي خال اُبري اچن. پڪ اٿم اهي حصا ڪيتري پاڳي ته هوا جي سخت جهوٽن سان الائي ڪٿي وڃي ڪريا هوندا. وجود جي آنڌي جيتري تيز هوندي آ، اثر به اوترو ئي گهٽو ٿيندو آ.

منهنجو نالو امجد آهي، دنيا ۾ اچڻ سان ئي سخت هٿن جو ڇهاءُ مليو هئم، منهنجو ابو واڍو هو، هميشه کهرن هٿن سان دنيا پرکڻ جو عادي هوندو هو ۽ ان ڪري منهنجو ننڍپڻ حد کان وڌيڪ محرومين جو شڪار گذريو. ننڍڙي هوندي جڏهن بابا، پنهنجي ڏنڊي تان سج لٿي ڏاري موٽندو هو ته روز شام جو سج لهڻ مهل هن ۽ امان جو جهيڙو ٿيندو هو. مان ۽ منهنجا ننڍڙا ڀاءُ- ڀيڻ، گهر ۾ ڪنڊ هيٺان لڪي ويندا هئاسين، ابو روز امان کي خوب گاريون ڏيندو هو ۽ پوءِ سج لٿي کان پوءِ پئسا ڪٿي الائي ڪيڏانهن ويندو هو. (هاڻي خبر پئي اٿم ته نشو ڪرڻ ويندو هو)، امان اتي ئي کٽ جي پائي کي ٽيڪ لڳائي روئندي هئي ۽ اسين سڀ کيس پرچائڻ جي ڪوشش ڪندا هئاسين. هوءَ روئندي هئي ته اسان کي به روئڻ اچي ويندو هو ۽ پوءِ سڀ مس مس پاڻ تي قابو پائي هليا ويندا هئاسين. امان رات جي ماني چاڙهيندي هئي ۽ اسان سڀ پينگهي ۾ ويهي، ٽم ٽم تارا ڳڻيندا هئاسين.

گهر ۾ چڱو خاصو پئسو هجڻ جي باوجود به اسان ڀاءُ ڀيڻ الائي ڪيئن پلجي وڏا ٿياسين. امان اسان کي پئسا ته ڏيندي هئي، پر نه ابو پيار ڏيندو هو ۽ نه امان. ابي کي اجان به نشي جو فڪر هوندو هو ۽ امان کي روئڻ کان فرصت نه هوندي هئي. بي اي ڪرڻ کانپوءِ پڇي ڊڪي هڪ اسڪول ۾ استاد طور مقرر ٿيس ته به امان ڪجهه لمحن لاءِ خوش ٿي وري کيس روئڻ اچي ويو. ذهني صدمن هن جي حالت ڏاڍي خراب ڪئي هئي.

گهرو حالتن جي ڪري منهنجو وجود بہ الائي ڪيئن تي ويو هو، احساس ڪمتريءَ جي ڪري دوستن يارن کان بہ پري ڀڄندو هئس. طبيعت ۾ اڪيلائي هئم. ايتريقدر جو جڏهن ايم- ايڊ ڪرڻ لاءِ يونيورسٽي ۾ آيس تہ بہ اڪيلو ٿي اڪيلو ڦرندو هئس. پوءِ الائي ڪيئن، اسان جي ڪلاس جو شرير شاگرد انجم منهنجي ويجهو اچي ويو. ڪيس منهنجي محرومين ۽ چپ چاپ وجود ۾ الائي ڇا نظر اچي ويو، هو منهنجي ڪڍ ڦرڻ لڳو. هاسٽل ۾ رهندي هو هر لمحي مون کي ڊسٽرب ڪرڻ لڳو.

"او، خدا جا بندا، ٻاهر نڪر، ڪجهہ گهمي ڦري ڏس، حسن ڪيترو پکڙيل آ، الله جي دنيا ڪيتري نہ وسيع آهي."

۽ پوءِ مون هڪ ٻن دفعن جي انڪار کان پوءِ هن سان هلڻ شروع ڪيو. اسان روز شام جو، هاسٽل جي گئلريءَ ۾ ويهي چانهہ پيئڻ لڳاسين. پوءِ ملاقاتون وڌيون ۽ منهنجي وجود جو سخت ٿوهر نئين ۽ سائي ٿوهر کي جنم ڏيڻ لڳو. هن مون کي ڏاڍو بدلائي ڇڏيو. هاڻي مون کي بہ وقت ۽ صحيح قدرن جو احساس ٿيڻ لڳو ۽ هڪ شام تہ هن ڇڻ مون کي ڇرڪائي وڌو.

"هي، ڳالهہ ٻڌ. هوءَ شيرين آ نہ. او اهائي، انگريزن جهڙي سهڻي ڇوڪري" هن ڳالهہ ڪئي پر مون کي تہ ان ڇوڪري تہ ڇا، ڪنهن جي بہ خبر ڪونہ هوندي هئي. مان بيوقوفن جيان هن جو منهن ڏسڻ لڳس.

"اڙي گڏهہ، اهائي جيڪا اپر سنڌ مان ايم- ايڊ ڪرڻ آئي آ، ڪڪن وارن واري". هن مٺي تي هٿ هڻندي مون کي گهوريو.

"ها، ڇا ٿيو ان کي" مون جان ڇڏائڻ چاهي. مڙئي ڳالهہ ختم ڪرڻي هئم.

"ان کي عشق ٿي پيو آ" هن وڏو ساهہ کنيو.

"ڇڱو ٿيو، يلي ڪري عشق، ٿئي خوار." مون ڪنڌ ڦيرائي دريءَ کان ٻاهر ڏٺو.

"پر منهنجي ڳالهہ تہ پوري ٻڌ" انجم رڙ ڪئي. "پڇ تہ سهي ڪنهن سان ٿيو اٿس!"

"ڇو پڇان" مون ڪليو "منهنجو ڪهڙو ڪم، جو پراين عشقن جا قصا، تو وانگر رپورٽنگ لاءِ پڇندو وتان."

"سائين جن جي اطلاع لاءِ عرض تہ،\توسان عشق ٿيو اٿس." هن ڇيونگم زور سان ٻاهر ٿڪي ڇڏيو.

"دماغ تہ خراب ڪونہ ٿيو اٿئي، اجايو........" مون ڳالھ ڪٽي ڇڏي.
"مان بلڪل صحيح پيو چوان، اجڪلھ تون ۽ مان هر هنڌ گڏ هوندا آهيون نہ، تہ هن جون نظرون رڳو پنهنجي ڪيڏ هونديون آهن، توکي تہ خبر آ، مان تہ نگھت ۾ انٽريسٽڊ آهيان، بچيل آهين تون، سو پڪ توسان......" هن ڪلندي ڳالھ ڪري ڇڏي.
"اڙي هل اتان" مون هن کي ڌڪو ڏئي ٻاهر ڪڍيو ۽ در ٻيڪڙي ليٽي پيس.
"منهنجي ڳالھ تي غور ڪجانءِ."
هن ويندي ويندي وري دريءَ مان جهاتي پاتي. مان اٿيس تہ ڀڄي ويو، مون کي کل اچي وئي.
"چريو، ڪير چوندو تہ ايم- ايڊ پيو ڪري، هي تہ ڪو اسڪول اسٽوڊنٽ ٿو لڳي".
مون ٽڪيو ۽ ليٽي پيس. ليٽيس تہ وري شيرين ذهن ۾ اچي ويم. هوءَ اسان جي ڪلاس جي سڀ کان حسين ڇوڪري هئي، اپر سنڌ جي ڪنهن گرلس اسڪول ۾ ماسترياڻي هئي. مون کي اها ڳالھ ڏاڍي عجيب لڳي، هوءَ بيحد حسين هئي ۽ مان پولي ٽائپ ماڻهو. "ائين ڪيئن ٿو ٿي سگھي!" مون ٽڪيو ۽ پاسو ورائي سمهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳس.
۽ ٻئي ڏينهن مون يونيورسٽيءَ ۾ شيرين تي غور پئي ڪيو. سڄو ڏينهن هوءَ جيڏيءَ مهل بہ اسان ڏانهن ڏسي رهي هئي تہ انجم مون کي نوٽ پئي هنئين. شام جو جڏهن، هاسٽل ۾ آياسين تہ سڄو وقت هن ويهي مٿو کاڌو هو:
"ڏس امجد، هوءَ عورت آ، پهل تہ پاڻ کي ئي ڪرڻي پوندي نہ، هوءَ ويچاري توکي ڏسي پئي، اجا ڇا ڪري، هن سان ڳالهاءِ."
"اڙي بابا، ڀر ڇو ڳالهايان" مون اکيون پوري پلنگ کي ٽيڪ لڳائي ڇڏي هئي. "خواھ مخواھ، بس. فضول هن سان ڳالهائيندو وتان."
"هن کي توسان محبت آ امجد. هوءَ......"
"تو وٽ ڪهڙو ثبوت آ تہ هوءَ مون سان محبت ٿي ڪري" مون ڳالھ ڪٽيمانس.
"پيس ماءِ ڊيئر، پيس. عقل استعمال ڪر، تون صفا ڪو پوش آهين. محبت کي نہ ٿو محسوس ڪري سگھين."

”چڱو منهنجي جان ڇڏ“ مون هن کي دڙيو.

”في الحال ڇڏيان ٿو، پر غور ڪر، سوچ سمجهه.“ هن ڳالهه بدلائي ڇڏي هئي.

۽ پوءِ الائي ڪيئن مون محسوس ڪري ورتو. ها، هوءَ ڇڻ مون سان محبت ڪندي هجي. هن جو ڏسڻ، اسان کي ڏسي سهيلين سان گڏ مرڪڻ ۽ هڪ ڏينهن ته هن مون سان ڳالهايو به.

”امجد صاحب، توهان وٽ ڊاڪٽر اقبال جن جي ريسرچ ٽيڪنڪ آف ايڊيوڪيشن واري اسئنمينٽ لکيل آ. ٿوري ڏجو ته.“

ان مهل منهنجو سجو وجود لرزش ۾ هو. مون ڪجهه به ڪونه ڪچيو هو. ماٺ ڪري ڪاغذ ڪڍيو هوم پنو ڏکيو پئي. هن وٺي، مون ڏانهن مرڪي ڏٺو ۽ هلي وئي هئي ۽ ان شام انجم مون کي ٽانڊا ڏنا هئا.

”موڳا، گيدي. مرد آهين يا عورت. ڪيئن نه هن همت ڪري توسان ڳالهايو. تون اجان چؤ، خواهه مخواهه، فضول، اجايو.“

هن منهنجا ٽال ڪديا هئا.

”انجم مان....“ مون ڪجهه ڪچڻ چاهيو، هن ڳالهه ڪٽي هئي.

”ڪجهه ڪونهي، مان ٻان. هاڻي پنهنجو وارو آ، تون ڪٽي ٻي لکجانءِ. پر ڪجهه ڏينهن کان پوءِ پاڻ هن کان نوٽس وٺنداسين. ڪريڪيولم آف ٽيچرس ايڊيوڪيشن جا، پوءِ ڏسجانءِ مزا.“

”انجم مان.....“ مون وري ڪجهه چوڻ چاهيو هو. ”اڙي هاڻي نهيو. گهٽي ٿي ويئي. تون رڻو پائجانءِ، مان ٿي سڀ ڪندس.“، هن کي الاءِ ڪهڙي ڪم سان وڃڻو هو. ويو ته مون کي الائي ڇا محسوس ٿيڻ لڳو. مون پڇڪيو ”شيرين، ڇا سچ پچ مان توکي پسند آهيان؟ ۽ اٿين لڳو هئم، جڻ هن اقرار ڪري ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو هجي.

ان ڏينهن جڏهن شيرين اسئنمينٽ واپس ڪئي، مان چاهڻ جي باوجود به هن سان ڳالهائي نه سگهيو هئس. هن Thank you ۽ مون It's all right چئي پنهنجو پنهنجو رستو ورتو هو. هوءَ اجان به مون کي ڏسندي هئي، منهنجا شڪ وڌڻ لڳا، پڪ ٿيڻ لڳم ته هوءَ مون ۾ انٽريسٽيڊ آهي ۽ هڪ شام انجم هن کان ”ڪريڪيولم آف ٽيچرس ايڊيوڪيشن“ جا نوٽس وٺي، جڏهن منهنجي ڪمري ۾ آيو هو ته جمالو نچڻ شروع ڪيو هئائين.

”ڏس امجد. نوٽس وٺي آيم خير سان هو جمالو.“ هن ٽپ ڏئي ڪرسيءَ تي ويهندي چيو هو.

"Be a teacher" مون هن کي گهوريو.

”هائي، پاڻ، هڪ ڏينهن اهي نوٽس رکي، پوءِ ان جي بئڪ پيج تي هڪ خط لکنداسين. هوءَ پڙهندي تہ پوءِ تنهنجا ٿيندا وارا نيارا. پاڻ کي گهرجي بہ تہ اهوئي ڪم.“ هن خوش ٿيندي چيو.

منهنجي دل چيو تہ روڪيانس. پر الاءِ ڇو روڪي نہ سگهيومانس ۽ هن خط لکڻ شروع ڪيو. رف لکي پنو مون ڏانهن اُڇلي چيائين ”پڙهي ڏس، ڪيئن آ.“ پڙهيم، لکيل هو:

”مس شيرين، توهان ڏانهن منهنجون هي سٽون، منهنجو پهريون عرض آهي. سمجهہ ۾ نٿو اچيم تہ ڇا لکان. توهان جيڪڏهن ناراض نہ ٿيو تہ عرض ڪيان تہ ڇا، منهنجي اڪيلي حياتيءَ ۾ ڪو هٿ منهنجي هٿ کي پڪڙڻ لاءِ تيار آهي. ڇا، مان توهان جي هٿ کي جهلي زندگيءَ جي شاهراهہ تي اڳتي وڌي ٿو سگهان؟ فقط اوهان جو امجد.“

”ٺيڪ آ.“ هن مون ڏانهن ڏسندي مون کان پڇيو.

”الائي. مون کي ڪهڙي خبر، مون ڪو اڳ ۾ ڇوڪرين کي خط لکيا آهن ڇا.“ مون ڪلندي منهن ڦيري ڇڏيو.

دل اچا بہ اٿل پٿل ۾ هئي. اوچتو الاءِ ڪهڙو خيال اچي ويم، انجم کي چيم ”ان مان نالو ڪٽي ڇڏ.“

”پر ڇو؟“ هن اچرج مان مون ڏانهن ڏٺو.

”پهرين سَٽ نالو تہ نہ لکينس. متان ڪاوڙجي وڃي تہ مان غريب اچي وڃان آزار ۾.“

”پوءِ هن کي خبر ڪيئن پوندي. تون بہ وڏَ پڪو آهين.“ هن ٽوڪ ڪئي.

”اڙي نہ يار، صرف الف تا لکي ڇڏيونس. فقط خير خواه الف. اهو پهرين سَٽ ۾ ئي اوهان جو وغيره نہ ٿا لکون. سٺو نٿو لڳي.“

”ڇگو ٺيڪ آ.“

هن ويهي خط فيئر ڪرڻ شروع ڪيو هو ۽ مون دل جي ڌڙڪي کي پاسي ڪرڻ لاءِ ڪمري جي دريءَ کان هيٺ ڏٺو هو. دريءَ تي الائي ڪيترا ٿانڊاٺا، روشنيءَ جي ڪري اچي مڙيا هئا. مان هڪ هڪ ڪري انهن کي ڏسڻ لڳس. ائين

لڳم، جڻ خود بہ ٿانڊاڻو هجان.

ٻئي ڏينهن انجم، شيرين ڏانهن نوٽس وڌائيندي، هلڪو مرڪيو هو، مرڪي چيو هائين. "Something in Side".

"چاهي؟" هوءَ نوٽس کولڻ لڳي هئي، منهنجي سڄي پيشاني آلي ٿي وئي هئي. هي انجم بہ عجيب هو. ڪلاس جي هر ڇوڪري ۽ ڇوڪريءَ سان مذاق ۽ مستي ڪندو هو. هينئر بہ ڪا مهل هئي.

منهنجي حالت ڏسندي، انجم چيو، "نہ نہ، هينئر نہ ڏس، پوءِ ڏسجانءِ".

"ڇگو يلا". هن فائل بند ڪندي پڇيو "يلا رائيٽنگ تہ سمجهہ ۾ آئي هئُوَ نہ".

"مون کي تہ ڪونہ آئي، باقي امجد خوب پڙهيو ۽ لکيو پئي".

هن "لکيو" تي زور ڏيندي ڳالهہ مون تي ورائي ڇڏي هئي.

"ها، امجد صاحب" هن وري مون ڏانهن ڪنڌ ڦيريو. مون ڏانهن ڏٺائين تہ الائي ڇا ٿيڻ لڳو هئم.

الائي ڪيئن چئي ڏنم "ها، بلڪل بلڪل، صفا سمجهہ ۾ اچي ويئي".

"چا " هاڻي انجم پڇيو. مان سڄو گڙٻڙائجي ويو هئم.

"رائيٽنگ، رائيٽنگ".

انجم وڏا وڏا ٽهڪ ڏنا هئا ۽ شرين صرف مرڪيو هو.

ان وچ واري وقت ۾ حياتي بيحد حسين ٿي ويئي هئم. مون کي بہ ڪو چاهي ٿو، ڪير مون سان بہ محبت ڪري ٿو سگهي. هي انجم بہ عجيب هو، منهنجو سڄو سارو نمونو ئي بدلائي ڇڏيو هئائين. هاڻي تہ مون کي کلڻ، ٽوڪون ڪرڻ ۽ ڊينگ جو فيشن ڪرڻ بہ اچي ويو هو، حياتيءَ ۾ اهڙا خوشيءَ جا ڏينهن اڳ تہ ڪونہ آيا هئا.

۽ ائين ئي ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ شيرين مون ڏانهن جواب لکيو هو. حياتيءَ جي شدتن سان اڪير ان مهل موجود هئي. ان لفافي کي جيڪو ڊپارٽمينٽ جو هڪ پٽيوالو ڏئي ويو هو، الائي ڪيتري دير نہ پئي کوليم. الائي ڇا لکيو هجيس. الائي ڪيئن لکيو هجيس ۽ پوءِ جڏهن همٿون ڪري کوليم تہ لکيل هو.

"امجد صاحب سلامت باشد.

توهان بہ الائي ڇا سوچيندا هوندا تہ ڇو خط لکيو اٿم. ان ڪري ئي پاڻ نہ ڏيڻ آيم، پٽيوالي هٿان موڪليان پئي. اصل ۾ توهان کي شايد خبر هجي الائي نہ.

انجم صاحب مون ڏانهن ڪجهه لکيو هو. مان ڪين سنئون سڌو نه چئي ٿي سگهان ۽ نه لکي...... توهان جي معرفت ڪجهه لکان پئي، ڪين عرض ڪجو مون ڪي سندن ساٿ قبول آ، مان......"

ان کان وڌيڪ پڙهڻ جي مون ۾ همت ڪانه هئي.

انجم..... مان..... شيرين ۽........

نه امجد، هي تو ڇا ڪيو. ڇو پنهنجو پاڻ کي ڏکيو ڪيئي. ڇو ڪنهن سان محبت ڪئي هئي. توکي خبر به هئي ته انجم توکان اسمارٽ ۽ ڪلمک گهٽو آ، هو هر ڇوڪريءَ سان ڪچهري ڪري سگهندو آ. هن نه شيرين سان به ڳالهايو ٻولهايو هوندو، تو ڪيئن ٿي شيرين کي پاڻ ڏانهن مائل سمجهيو. جڏهن نه تون خود به ڪم همت ۽ بزدل هئين.

پنهنجو منهن به ڪڏهن آئيني ۾ ڏٺو هيئي. ڪارو ٺوٺ ۽ ڪٿي هوءَ انگريزن جهڙي حسين! توکي زمين ۽ آسمان جو فرق ڏسڻ گهرجي ها.

دل پڳي نه جڻ حياتيءَ جو پورو وايو منڊل، ذرڙن ۾ ٽٽي پکڙجي ويو. ان ڏينهن کان پوءِ مان اتان هليو آيس. نه انجم کي ڪجهه ٻڌايم ۽ نه ڪيس شيرين جو خط ڏنم. الائي ڇو مان سيلفش ٿي ويو هئس.

۽ اڄ جڏهن مان اهوئي سيڪنڊري استاد آهيان پنهنجي اڳوٺي جڳهه کان بدلي ڪرائي، هڪ اهڙي هنڌ اچي رهيو آهيان، جتي جي ڪائنات بيحد سادي ۽ شهري ڪٿ کان صاف آهي. منهنجو وجود اڄ به محرومين جو شڪار آ. مون اڄ تائين شادي ڪانه ڪئي آ، الائي ڇو مون کي انتظار آهي شيرين جو. هوءَ نه منهنجي باري ۾ سوچيندي به ڪونه هوندي، انجم به الائي ڇا من ۾ ليکيندو هوندو. ٻڌائڻ کان سواءِ جو هلي آيو هئومانس. مان الائي ڇو اڄ به شيرين جو منتظر آهيان. الائي ڇو؟ اي ڪاش، هوءَ هڪ ڀيرو موٽي اچي. مون وٽ. صرف هڪ ڀيرو، پر هوءَ مون وٽان وئي ئي ڪڏهن هئي.

٢

مان جڏهن به آئيني ۾ پنهنجو پاڻ کي ڏسندو آهيان نه الائي ڇو فخر جو ڀرپور احساس ٿيندو اٿم. مان مردانه سونهن جو مڪمل شاهڪار آهيان. سڀني دوستن ۾ حد کان وڌيڪ اسمارٽ ۽ هئنڊسم مشهور آهيان ۽ پنهنجي پاڻ تي حد کان وڌيڪ اعتماد ئي منهنجي ذات جو اهم جزو آ. ڪڏهن ڪڏهن امان چوندي آ "جڏهن تون ڄائو هئين نه، نه مون تنهنجو نالو انجم رکيو، نس پس ڇوڪري

هئين، ان نالي تي سڀ ايترو تہ ڪليا جو بس ڪينهي".

حالانڪ منهنجو نالو زناني ٽائيپ جو آ. پر مان هڪ مڪمل مرد آهيان. ننڍڙي هوندي کان ئي سک ۾ پليل آهيان، ڪابہ پريشاني ڪڏهن بہ پيش نہ آيم. هميشه شرارتن ۾ اڳ اڳرو هوندو هئس. ننڍپڻ جواني ۽ پوءِ هي وقت، جڏهن مان ٻن ٻارن جو پيءُ آهيان، هي سڄي عمر ڪل مسخريءَ ۾ گذري اٿم. نٿو ڄاڻان ڪڏهن ڪو ڏک بہ ٿيو هجيم. منهنجا دوست بہ منهنجي ئي فطرت جا هوندا آهن، شوخ ۽ شرير. ان مان اهو مطلب صفا ڪونهي تہ مان سنجيده ماڻهن سان دوستي نہ ڪري ڄاڻان. ڪيترائي سنجيده دوست ڪيا هئم، انهن سڀني ۾ امجد حد کان وڌيڪ سنجيده ڇوڪرو هو، اسان ٻنهي جي دوستي ايم. ايڊ ۾ ٿي هئي. هو منهنجي طبيعت جي بلڪل ابتڙ هو، سنيجده متين ۽ گهٽ ڪلڻو. مان سڀني ڪلاسين ۾ مشهور هئس ۽ هو هر هنڌ گمنام. سندس اکيون اداسيءَ جي ڪري بيحد پرڀور هونديون هيون ۽ پوءِ هڪ ڏينهن الائي ڇو هو منهنجي ذهن ۾ گهڙي آيو. اسان ٻئي ڪلاس جا ذهين ترين شاگرد هئاسين. ڪجهہ ڏينهن تہ مان هن جي سنگت ۾ بور ٿيس پر پوءِ اسان الائي ڪيئن هڪٻئي جي حد کان وڌيڪ ويجهو اچي وياسين.

هاڻي مون کي هن جي صحبت ۾ ڏاڍو مزو ايندو هو. هو ماڻهو بہ دلبر هو، سڄو وقت هن سان، شام جو گئلريءَ ۾ چانهن پيئندي، رات جو ڪمري ۾ رڪارڊ ٻڌندي، مان هن جو مٿو کائيندو هئس، هو ماٺ ڪري ٻڌندو هو ۽ ٻڌي صرف مرڪندو هو. سندس ۽ منهنجي دوستي بيحد پڪي ٿي ويئي. سڄو ڏينهن اسان ٻئي گڏ هوندا هئاسين ۽ هڪ ڏينهن منهنجي مڱينديءَ نگهت مون کي ٻڌايو "اها شيرين آ. اير سنڌ واري."

"هونهن" مون هن ڏانهن ڏنو "ڇا ٿيو هن کي."

"اها، توهان واري دوست سان محبت ٿي ڪري". هن معنيٰ خيز نگاهن سان ڏنو.

"ڪنهن سان!"

"امجد سان."

هن مرڪيو. نگهت ۽ منهنجي مڱڻي جي ڪنهن کي بہ خبر ڪونہ هئي. امجد کي بہ نہ، ڇاڪاڻ جو اسان کي سختيءَ سان گهر وارن منع ڪئي هئي. بس شاديءَ ۾ ڪجهہ مهينن جي ئي دير هئي ۽ ٻيو تہ اسان پاڻ ۾ اهو واعدو بہ ڪيو

هو تہ ڪلاس جي ڪنهن بہ شاگرد کي ان ڳالهہ جي خبر نہ پوندي.

مون اها ڳالهہ هڪدم امجد سان وجي ڪئي، پر هن مون کي ڪوبہ مُنهن ڪونہ ڏنو. هو احساس ڪمتريءَ جو حد کان وڌيڪ شڪار هو. مان جيئڻ هن سان هڪ ڳالهہ ڪيان، هو لنوائي، ڪيس شڪل ڪامپليڪس هو. هو اهڙو خراب بہ ڪونہ هو، بس رڱو سانورو هو ۽ شيرين بيحد حسين.

مان سڄي ڪلاس ۾ سيني سان فري هوندو هوس ۽ امجد صرف مون سان. مون کي لڳو ٿي تہ سندس ان خاموش رهڻ واري عادت ئي شيرين کي موهيو هو. هڪ ڏينهن سچ پچ مون کي بيحد حيرت ٿي، جڏهن شيرين هن کان نوٽس گهريا. منهنجا شڪ يقين ۾ تبديل ٿي ويا ۽ ان شام مون امجد کي قائل ڪري ورتو. منهنجي دل چوندي هئي تہ هو اٿين اُداس اُداس نہ رهي. ڪنهن جو پيار سندس انهن محرومين کي ختم ڪري. ان شام جو هو لڳو بہ عجيب پئي. گم سم، سوچن ۾ وڃايل. مون ڪيس شيرين سان وڌيڪ ڳالهائڻ لاءِ چيو تہ هن انڪار ڪري ڇڏيو ڪيس جهڪڻ گوارا نہ هو ۽ مون کي ئي شيرين کان نوٽس گهرڻا پيا.

ان ڏينهن جڏهن لئب ۾ شيرين آئي تہ مان اڪيلو هئم، ان ڏينهن امجد ڪونہ آيو هو. مون محسوس ڪيو. هن مون کي ڪجهہ چوڻ ٿي چاهيو. مون ئي ڳالهہ جي ابتدا ڪئي.

"اڄ اڊوانس ليڪچر سمجهہ ۾ آيو."

"نہ، الائي سر ڇا پئي چيو" هن رئي جي ڪنڌ آڱر کي ويڙهي.

"چو، سمجهہ ۾ چو ڪونہ آيو" مون ڳالهہ کي اڳتي وڌايو، لئب ان مهل اتفاقاً خالي هئي.

"بس" هوءَ ڪنڌ جهڪائي بيٺي رهي. دل ۾ آيم تہ چوانس، جنهن جي ڪري مون سان گڏ بيٺي آهين، سو اڄ ڪونہ آيو آهي. پر چئي نہ سگهيم، صرف ايترو چيومانس "مون کي ٽيچرس ايڊيوڪيشن جا نوٽس تہ ڏجو، ڪجهہ نقل ڪرڻا آهن".

هن گائون ۾ ويڙهيل فائل ڪڍي، نوٽس ڪلپ آئوٽ ڪري مون کي ڏنا.

"مهرباني. سيان پرينهن واپس ملي ويندو." مون هن ڏانهن ڏنو. هوءَ اجا بہ عجيب نظرن سان ڏسي رهي هئي. مان ان مهل الائي چو گڙٻڙائجي ويم. ماٺ ڪري لئب مان نڪري تہ آيس پر ساهہ کي جڻ مونجهہ وٺي وئي هجيم.

ان شام جڏهن مون ۽ امجد هن لاءِ خط لکيو هو تہ آخري لفظ تي

ڳالهائيندي، امجد الائي جو ڪنڌ ڦيرائي ڇڏيو هو. مون کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي هئي، هوڏانهن هوءَ نخرا پئي ڏيکاري، هيڏانهن هي نواب. ان شام اسان ڪافي گوڙ ڪيو هو. ان ڏينهن مون امجد کي اڪيلو ويهڻ نہ ڏنو هو، خط فيئر ڪرڻ کان پوءِ اسان خوب گهميا هئاسين.

پئي ڏينهن جڏهن مون شيرين ڏانهن فائل وڌائيندي "Something inside" چيو هو تہ امجد سڄو پڳهرجي ويو هو. سوچيم هاڻي تہ شيرين پڪ سمجهندي تہ خط ڪنهن لکيو آ. اها شام امجد ايترو تہ اُن تڻ ۾ هو جو ڪيس ڪنهن پل بہ قرار نہ پئي آيو.

"او گيڊي، خط بہ مان لکان، ڏيان بہ مان، رلان، پنان، محنتون بہ مان ڪيان. تون رڳو پريشان ٿي، ڦيريون پائيندو رهہ." مون هن تي ٽوڪ ڪئي.

"اها ڳالهہ ناهي انجم سوچيان پيو تہ ڇا مان واقعي ان لائق آهيان تہ هوءَ مون سان پيار ڪري. ڏس نہ......"

"خدا جا بندا، تون وڃي ڪنهن پڃري ۾ ويهي ٽڪيٽ لڳراءِ. ڏاڍو ڪمائيندين."

هن کي چهرا ڏنا هئم. مارڻ آيو تہ ڪمري مان ٿي نڪري آيوسانس. ڪجهہ ڏينهن تہ سندس حياتي اهڙي حسين ٿي ويئي، جو بس نہ. هو هر لمحي مرڪندو هو، مون سان ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهي محبت جي فلسفي تي ڳالهائيندو هو.

پر هڪ شام هو الائي چو هليو ويو، ڪمرو ڇڏي. مان ان ڏينهن يونيورسٽيءَ نہ ويو هئم، شام جو روم تي ويومانس تہ هو وڃي چڪو هو، الاءِ ڪيڏانهن.... مون هن کي ڏاڍو ڳوليو. پئي ڏينهن شيرين ملي تہ هن کان پڇيومانس "توهان امجد کي ڪجهہ چيو تہ ڪونہ" سوچ آيم، متان شيرين ڪجهہ چيو هجيس ۽ ڏک ٿيو هجيس. هو، هئو بہ اهڙو ذري ذري تي سوچڻ وارو.

"نہ، مون تہ ڪجهہ ڪونہ چيومانس" هن انڪار ڪيو.

دل ۾ آيو تہ پڇانس، هن کي توهان جواب تہ ڪونہ لکيو، پر سوچيم ان سان امجد تي ذاتي اثر پوندو، ان ڪري ماٺ رهيس.

"پر ڇو، توهان پڇا ڇو پيا ڪيو؟" هن حيرانيءَ مان پڇيو.

"دراصل امجد ڪالهہ کان روم ڇڏي، الاءِ ڪيڏانهن هليو ويو"

سوچيم، ٻڌي بيحد ڏکاري ٿيندي. مون کان ور ور ڪري هن جو پڇندي، پر هن تہ صرف ايترو چيو "تعجب آ" ۽ هلي ويئي.

مون کي ڏاڍي حيرت ٿي، سوچيم "ڇڱو ٿيو امجد جواب وٺي نہ ويو."
مون کي شيرين سان سخت نفرت ٿيڻ لڳي. اکين جو جادو بہ هلائين ۽ لمحن ۾ وساري بہ ويهن. ان ڏينهن کان پوءِ مون هن سان ڪڏهن بہ ڪونہ ڳالهايو، هوءَ تہ هميشه کان گهٽ ڳالهائيندڙ هئي.

هاڻي، جڏهن مان پنهنجي پراڻي زماني کي ياد ڪندو آهيان تہ سچ پچ امجد مون کي بيحد ياد ايندو آ. هو ڇريو انسان، الاءِ ڪٿي هوندو. گهٽ ۾ گهٽ موڪلائي تہ وڃي ها. جيڪڏهن ٻڌائي وڃي ها تہ مان ۽ نگهت ائين هن کان سواءِ تہ نہ پرٽجون ها.

٣

هي حياتيءَ جو فلسفو بہ ڪيترو نہ عجيب آ. جدايون، قربتون، محبتون، عذاب ۽ الائي ڇا ڇا، خاص طور تي اسين ڇوڪريون تہ دل جي هٿان مجبور ٿي الائي ڪهڙيون ڪهڙيون غلطيون ڪري ويهنديون آهيون. هونءَ بہ چوندا آهن تہ محبت ڪڏهن بہ ڪنهن کي هوش ۾ نہ ڇڏيو آ.

اڳ جڏهن بہ ڪو ائين چوندو هو تہ مون کي ڏاڍي کِل ايندي هئي. ڀلا ائين بہ ڪڏهن ٿيو آ تہ ڇڱو موچارو ماڻهو محبت جي ڪري پنهنجا هوش ئي وڃائي ويهي.

مان پنهنجي خاندان جي سڀ کان حسين ڇوڪري آهيان. ننڍي هوندي کان ئي لاڏلي، ضدي ۽ الائي ڇا ڇا هئس. ان ضد جي ڪري، منهنجي طبيعت ۾ الائي ڇو خاموشيون رچي ويون آهن ۽ ڏسڻ وارا ائين سمجهندا آهن، تہ جڻ مان پنهنجي حسن تي مغرور آهيان.

منهنجي اندر جو هڪ احساس هو، من ۾ ڪجهہ آئيڊيل هئم. سوچيو هئم جيون ساٿي هيٺن هوندو، هوشن هوندو ۽ ان ڪري ايم اي ڪري اسڪول ٽيچر ٿيس، پر شادي نہ ڪيم. مان انتها درجي جي آئيڊيلسٽڪ آهيان، اڄ تائين امان ويچاري، بابي جي مرڻ کانپوءِ منهنجي واحد عزيز هئي. سمجهائي سمجهائي ٿڪجي پوندي هئي.

"ڏس شيرين، زندگي الائي ڪيتري؟ ڏکي ڪِنَ ٿوري. پر پٽ، ائين تہ نہ ڪبو آ، جيئن تون ٿي ڪرين."

"ڏس نہ امان....." مان هن جي ڳچيءَ ۾ ٻانهون وجهي وري شروع ٿي ويندي هئس، ساڳين پراڻن قصن ۾.

زندگي ڳولا ۾ ورتل هئي، جستجو هئم، آئيڊيل جي. محبت ڪرڻ جو حق ۽ ڪرائڻ جو حق صرف آئيڊيل کي ئي هوندو آ. ۽ پوءِ مون پنهنجي خوابن جي تعبير ڪندي، دل ۾ چيو، دنيا کي رڙيون ڪري چوان ڪير چوندو آ تہ آئيڊيل جو ڪو وجود ڪونهي.

مان جڏهن ايم ايڊ جا ڪلاس اٽينڊ ڪرڻ آيم تہ هر طرف هڪ چوٻول مچي ويو، منهنجي سونهن جو، مان سڀني ۾ حسين هئم، اهو احساس مون کي اياري ويو.

مان سيمسٽر شروع ٿئي وئي هئس. ڪافي ڪم مون کان اڳ ۾ ٿي چڪو هو. پهرئين ڏينهن نظرون ئي مون تي کُپجي ويون هيون. مون فخر سان سڀني کي لنوائي ڪنڊ واري سيٽ منتخب ڪئي هئي ۽ ان مهل مون ڏٺو، هڪ بيحد سانورو شخص، هڪ ڪرسيءَ جي ٻانهن تي ويٺو، ڪرسيءَ تي ويٺل سان ڳالهائي رهيو هو. هن ٻنهي مون ڏانهن ڏسڻ بہ گوارا نہ ڪيو هو. منهنجي دل کي ڄڻ ڌڪو لڳو هجي. اوچتو ڪنهن ڪرسيءَ تي ويٺل شخص کي سڏيو.

"انجم"

"هون" هن مڙي ڏٺو، "چاهي؟" هن ڳالهائڻ واري کي مخاطب ٿيندي چيو ۽ مان چرڪجي ويم.

هي تہ نس پس اهوئي هو، خوابن جو شهزادو. اهوئي ڳورو، اسمارٽ، ڪلمک، سهڻو، برائون ڪلر جا وار، هو ڳالهائيندو رهيو ۽ مان ڏسندي رهيمانس. ايڏو حسين جهڙو ڇوڪري.

۽ پوءِ جيئن اسان جو سيمسٽر هلندو ويو، اسين پاڻ ۾ گهرا ٿيندا وياسين. هو هر ڪنهن سان شرارتون ڪندو هو. مون سان بہ ۽ مان هميشہ چپ چاپ هن جون سڀ مذاقون برداشت ڪندي هئم. هو ۽ امجد ڪلاس جا سڀ کان هوشيار ڇوڪرا هوندا هئا. مون سان نگهت امجد جي ذهانت جون ڏاڍيون تعريفون ڪندي هئي.

مان هائي الائي ڪيئن ٿي وئي هئم. سڄي عمر ڪنهن کي اک کڻي نہ ڏٺو، هاڻ هنن ٻنهي ڏانهن ڏسندي هئس. هو ٻئي هوندا بہ تہ هر هنڌ گڏ هئا. امجد هميشه رزرو ۽ انجم اهوئي شرارتي. هنن جي جوڙي سچ پچ عجيب هئي. منهنجي دل چوندي هئي تہ مان انجم سان ڳالهايان، هو صرف مون سان مذاق ڪري، ڪلاس جي ڪنهن بي ڇوڪريءَ سان فري نہ ٿئي.

هڪ ڏينهن مون امجد کي پاڻ ڏانهن ڏسندي محسوس ڪيو، مان جيڏي مهل به انجم کي ڏسڻ لاءِ هن ڏانهن ڏسان، انجم هن کي ئونٽ هٽي پيو ۽ هو مون کي ڏسڻ پيو لڳي.

مون کي ڏاڍي حيرت ٿي. دل ۾ ڇڻ واچوڙا اٿيا. ٿي سگهي ٿو ته ڪيس مون سان محبت هجي ۽ امجد کي رازدان بنايو هجيس. ان ڏينهن مون ان ڳالهه کي جانچڻ لاءِ امجد ڪان نوٽس گهريا. هو ويچارو ايڏو ته ڪنفيوزڊ هو جو اکر به ڪونه ڳالهايائين ۽ نوٽس ڏئي چپ چاپ هليو ويو. مون کي هن جي حال تي ڏاڍي ڪل آئي. صفا شريف ۽ بي ضرر انسان هو.

نوٽس موٽايم ته به چپ چاپ وٺي رکي ڇڏيائين. سوچيم هن سان انجم جي مسئلي تي ڪيئن ڳالهايان.

هڪ ڏينهن انجم پاڻ مون سان لان ۾ مليو. اهي لمحا منهنجي حياتيءَ جو سرمايو هئا، هن جي قربت هئي ته دل لوڏن ۾ هئم. الائي ڇا ڇئي، پر هو به ماٺ ڪري نوٽس گهري هليو ويو. مون کي پڪ هئي ته هو ڪجهه ڳالهائيندو، پر هن ته ڪجهه ڪونه ڪيو.

۽ آخر هڪ ڏينهن منهنجين عبادتن رنگ لاتو. ان ڏينهن هن نوٽس ڏيندي چيو، "Something Inside".

ان هڪ جملي منهنجي ڪائنات ئي ڦيري وڌي ۽ ويتر هن جو چوڻ ته گهر وڃي کولجو. گهر وڃي کوليم ته ڄڻ دنيا جو خزانو هٿ اچي ويو هجيم. هن اقرار ڪيو هو مون سان محبت جو. مون کي الائي ڇا ٿيڻ لڳو. دل ڄڻ ٽپ پئي ڏنا. آئيڊيل ملي وڃي ته بيو ڇا گهرجي.

مان هن کان شرمائڻ لڳم. هن سان سنئون سڌو نه پئي ڳالهائي سگهيس، ان ڪري خط جو جواب امجد ذريعي موڪليم.

ان کان پوءِ ڏينهن انجم بيحد پريشان مون وٽ آيو.

"توهان امجد کي ڪجهه چيو ته ڪونه." سوچيم الائي ڇا ٿو پڇڻ چاهي. مرد شڪي فطرت جا هوندا آهن، الائي هن جي ڪهڙي مراد آ.

"نه بلڪل نه." مون صاف انڪار ڪيو.

"هو، رات ڪمرو ڇڏي هليو ويو." هو مون ڏانهن غور سان ڏسي رهيو هو.

دل چيو ته چوانس "اوهان کي منهنجو جواب ڪونه پهچايائين ڇا." پر هن کي ڪٿي ڪو شڪ ته ڪونه پيو هو، ڪٿي هڻ امجد جي باري ۾ منهنجو تاثر تهنه

پيو جانچڻ گهري. دل چيو چوانس ”مون کي امجد جو ڪو بہ فڪر ڪونهي، صرف تون هج.“

بس ايترو چيم، ”تعجب آ.“

انجم حيرت سان مون ڏانهن ڏٺو، ڪجهہ بہ نہ ڪڇيائين. مان بہ هن کي خاموش ڏسي هلي آيم.

ان ڏينهن کان پوءِ انجم مون کان پري پري رهڻ لڳو. هن مون سان پوءِ ڪڏهن بہ ڪونہ ڳالهايو. مان اڳ بہ چپ هئم، هاڻ بہ ۽ پوءِ هڪ ڏينهن انهيءَ ڳالهہ جي سڄي ڪلاس کي خبر پئجي وئي تہ هو ۽ نگهت مڱيل هئا. مان ان ڏينهن کان وٺي هن ڏانهن ڏسڻ ڇڏيو ۽ اڄ مان وري ساڳي جڳهہ تي آهيان، پنهنجي گهر ۾ اڪيلي ۽ اداس.

منهنجي امڙ، منهنجي ضد اڳيان هميشہ جيان هارائي زمين اندر هلي وئي. ها، هاڻي مون کي يقين آ، محبت انسان جا هوش حواس ختم ڪيو ڇڏي. پر ان کان وڌيڪ يقين تہ ان ڳالهہ جو آ تہ آئيڊيل جو وجود تہ هوندو آ، پر ان جي پنهنجائپ جي پڪ نہ هوندي آ، ۽ مان شيرين، پنهنجي تمام تر حسن ۽ خاموشين سميت اڄ بہ پنڊ پهڻ لڳي پئي آهيان.

هاڻي بہ هٿ مون لاءِ وڌندا آهن، پر مون پنهنجي وجود جي درن کي قُلف هڻي، ڪنجيءَ کي لئنسڊائون پل ۾ لوڙهي ڇڏيو آ.

ها، اڄ بہ ڪڏهن ڪڏهن سوچيندي آهيان تہ هن جو مڱڻو ٽيل هو تہ پوءِ هن مون سان محبت ڇو ڪئي، مون کي خط ڇو لکيو.

# گيڙو

هن ڪنڌ ورائي پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏٺو. هرڪو ماڻهو پنهنجي ڪم سان لڳل هو. پريان چانهه واري جي اسٽال تي ڪو هيڪڙ ٻيڪڙ ماڻهو بيٺو هو. هن جي ڏائي طرف ڪتابن وارو به هن مهل هلڪن جهوٽن ۾ هو. پليٽ فارم جي پٽي وٽ چوڙين وارو ڪوڪا پاسن ڪان رکيو، ريتي جون ڳنڍيون ناهي، رپڙن ۾ ويڙهي رهيو هو. پليٽ فارم تي ڪجهه ٿورائي ماڻهو هئا. اڄ گرمي به ڪجهه گهٽي هئي. هو دل ئي دل ۾ پٽڪڻ لڳو: ”هونهن، هي گاڏيون به وڏيون رهزن آهن، ڪڏهن به وقت تي نه ايندي‌يون، بلڪل اسان جي خوشين جيان، جيڪي ان مهل ايندي‌يون آهن، جڏهن اسين انتظار ڪري ڪري ڪڪ ٿي پليٽ فارم تي چڙي ويندا آهيون. پر هي مان سوچيان ڇا پيو؟“ هو ڪنڌ جهٽڪي، بئنچ تي پاسو ورائي سامهون ڏسڻ لڳو. پريان هڪ فقيرياڻي ويٺي هئي. هئي ته اڌڙوٽ پر ڏاڍي خوبصورت هئي. ڪيس ڪارو بلائوز ۽ انگوڇي جي ساڙهي پاتل هئي. بلائوز ڪلهن وٽان ڦاٽل ۽ پٺيءَ وٽان ٽريل هئس. هن پنهنجو سامان ڪولي، ان مان ڪاغذ ۾ ويڙهيل ڪا شيءِ ڪڍي هئي ۽ هاڻي پنهنجي ڳنڍ کي ٻڌي رهي هئي. هن وري اوسي پاسي ڏي ڏٺو ته ڪو ڪيس ان مائيءَ کي ڏسندو ته نه ڏسي رهيو هو، پر ڪوبه ته ڪيس ڏسڻ وارو نه هو. هرڪو ڪجهه گرميءَ ماريل هو ۽ ٻيو ته هي وقت به ڪنهن سٺي ٽرين جي اچڻ جو نه هو.

هن وري ڪتاب ڪولي پڙهڻ شروع ڪيو. پهرئين پني ڪولڻ سان ئي سامهون پنهنجي نالي تي نظر ٿي پيس. نالي سان گڏ لکيل تاريخ پڙهي ٿو: 14-4-82 هن جو ذهن وري پٽڪڻ لڳو: ”انسان پنهنجي سڃاڻپ لاءِ ڪيترو نه بي چين هوندو آ! گهٽو ڪري ڪيترا ئي ماڻهو، ڪتاب وٺي مٿس نالو ضرور لکندا. ضرور ڪهڙو آ ان جو؟ پر صحيح ته ڪن ٿا. هاڻي ان مان خبر ته پوندي ته اهو مِلڪِ ڪنهن جي آ. جيئن هاڻي هن پوڙهيءَ جي ڪا سڃاڻپ ڪانهي ته ڪير چوندو ته هوءَ ڪير آ. پر مان وري به ان لاءِ ڇو پيو سوچيان. اڄ ته هن گاڏيءَ به ڏاڍي دير ڪئي آ. هڪ ته هي پليٽ فارم به ڪا ويهڻ جي جڳهه آ. ڪيلن جون کلون ته به هت. گند گوڙ

تہ بہ هٹ. وٹ وٺان، ڦقير، چاڙهيون ۽........"

سوچڻ دوران هن ڪتاب بند ڪري ڇڏيو هو. اکيون خودبخود شايد ڏينهن جي تپش جي ڪري بند ٿي ويون هئس. ذهن ۾ ڦقير جو خيال آيس تہ الائي ڇو اکيون کولي سامهون ويٺل ڦقيرياڻيءَ کي ڏٺائين. ان هاڻي پنهنجن ٻنين وارن کي کولي، ڪلهن تي پکيڙي ڇڏيو هو ۽ باقي منجهيل وارن کي ڇڏائي رهي هئي.

"هي عورت جوانيءَ ۾ ڪيڏي نہ خوبصورت هوندي...... سهڻي تہ هاڻي بہ آهي، پر عمر ڪجهہ چڙهي وئي اٿس. اڄ ڪيڏي گرمي آ! هت تہ غريب غربي لاءِ موسم بہ آزار آ. سيءُ پوي تہ اوڇڻ نہ لِيي، گرمي ٿئي تہ ٺاهوڪي ڇانو نہ ملي. اسان آهيون ڪيئن، جيئون ڪيئن پيا، اهو ڪڏهن ڪنهن سوچيو آ؟ پر نہ، سوچجي بہ ڇو؟ ٻين سان اسان جو ڪهڙو تعلق؟" هو هڪدم خيال جهٽڪي وڃي ڇانهہ جي اسٽال تي تو ڏسي: ڇانهہ وارو هڪ همراهہ کي بوتل کولي ڏيندي ڏانهس ڏسي ٿو. هو موٽ ۾ ڪيس هڪ بوتل موڪلڻ جو اشارو تو ڪري.

"ڪهڙي؟" پريان اسٽال وارو رڙ ڪري تو پڇي.

"ڪهڙي بہ." هو ورندي ڏئي، پليٽ فارم تي تو ڏسي. ڪيتريون ئي بئنچون خالي آهن. هيڪڙ ٻيڪڙ ماڻهو سٽا پيا آهن. پريان ڪجهہ عورتون پنهنجن خالي ٻارن کي سنيالڻ ۾ پوريون آهن. انهن جا مرد پٽ تي چادر وڇائي، تاس وينا کيڏن. بئنچ تي ڪجهہ ڇانو آهي ڪجهہ اُسَ. هو اُسَ واري حصي کي هٿ تو لائي ۽ هڪدم ڇڪي تو وٺي: "اف ڪيڏي نہ گرم آ."

هٿ کي ڦوڪ ڏئي وري سامهون تو ڏسي. ڦقيرياڻيءَ پنهنجا وار کولي ڇڏيا آهن ۽ ڳنڍ کي پاسيرو رکي، هن جي بلڪل سامهون پليٽ فارم تي لڳل نلڪي جي پاسي کان ٺهيل ننڍڙي حوض ۾ ويهي تي رهي. هو ڪيس غور سان تو ڏسي. هوءَ ڪپڙن سودو نل کولي، پنهنجي مٿان پاڻي تي وجهي. ڪاغذ واري پڙيءَ کي کولي، ان مان ڪپڙن ڌوئڻ وارو صابڻ ڪڍي، هوءَ وارن ۾ هڻڻ تي لڳي. هيلتائين سڄي آلي تي وئي هئي. وارن ۾ صابڻ هڻندي، هن ڏانهنس ڏٺو. هڪدم نظرون ڦيرائي تو وٺي.

"ڇا، سوچيندي دل ۾؟ ڇا وري ڇا سوچيندي هوندي. پنهنجو ڪو خيال نہ تو ٿئيس تہ ڇا ٻئي تي ڪري. هي بہ ڪا جڳهہ آ وهنجڻ جي. پري راڄ ۾ سيني جي سامهون تڙ ڪبو آ ڇا! ڪني، بي حيا. پر هوءَ بہ ڪري ڇا، ڪهڙو هن کي غسل خانا ميسر هوندا، جن کي ڇڏي، هوءَ هتي آئي آ." اوچتو خيال وڪري

وجنس ٿا. چانهه جي اسٽال واري ڪيس ڇوڪري هٿان بوتل موڪلي آ. هو پنجين جو نوٽ ڪڍي، ڇوڪري کي ڏئي، بوتل ٿو وٺي. ڇوڪر واپس ٿو هليو وڃي. هن وري عورت ڏانهن ڏٺو. هوءَ هاڻي پنهنجي پاٽل ڪپڙن کي صابڻ هڻي رهي هئي ۽ صابڻ هڻي نلڪي هيٺان ڌوئي رهي هئي، ائين ڪندي هوءَ الائي ڪيئن پئي لڳي.

هن کي جهڪ اچڻ لڳا، "پوڙهي آ ته ڇا ٿيو اهڙيون حرڪتون ته نه ڪري. هاڻي هن جي عمر آ! ائين ڪندي نهندي! پر مان به ڇا پيو سوچيان! ڇا ان جي جڳهه تي ڪا ڇوڪري اچي ائين ڪندي ڇا؟ اڄ شايد گرميءَ منهنجو دماغ ڦيرائي ڇڏيو آ. الائي ڇا پيو فضول ۾ سوچيان."

هو بوتل مان ڍڪ ٿو پيري. اک اچا به مائيءَ ۾ اٽس. هوءَ به وهنجندي ڪيس ڏسي ٿي. هو وري ڪنڌ ڦيري ٿو ڇڏي. اتان اتي هو تاس ڪيڏندڙن جي مٿان ٿو وڃي بيهي. هو ٽي ڄڻا آهن. هڪ مان هڪ مرڪي ڪانئس اشاري سان ٿو پڇي ته "ڪيڏندين؟" هو مرڪي انڪار ٿو ڪري. بوتل مان ڍڪ پريندي هو وري اوسي پاسي ۾ ٿو نهاري. چانهه واري جو ڇوڪرو اچي ڪيس بقايا ٿو ڏي ۽ خالي بوتل وٺي ٿو وڃي. الائي ڇا ٿو پانئي. هن مڙي مائيءَ ڏانهن ڏٺو، جنهن هاڻي تڙ ڪري ورتو هو ۽ آلن ڪپڙن کي اُس ۾ بيهي سڪائي رهي هئي. ڪيس پاٽل پوتڙو ڏاڍو ويڪرو هو. هن ان مان ساڙهيءَ جا ور ڪڍي پئي نپوڙيا. پاڻيءَ جا ٽيپا ڪيندي، هن عورت وري الائي ڇو هن کي ڏٺو ۽ هو ڪڪو وڪو ٿي ويو "ڇا سوچيندي هوندي ته مان الائي ڇو پيو ڪيس ڏسان!."

هو وري چانهه واري وٽ هليو ٿو اچي. هو ڪيس ڏسي هلڪي ڏند ٽيڙ ٿو ڪري. هو ويجهو اچي مرڪي ٿو: "هي گاڏي ڇا روز ايڏي ليٽ هوندي آ؟"

"نه سائين وڏ ۾ وڏ اڌ ڪلاڪ. اڄ ته الائي ڇو اوائي ڪلاڪ لاتا اٿين. آهن مرضيءَ جا مالڪ ريلوائيءَ وارا، شل پور پوين." هن عورت ڏي ڏٺو. هوءَ ان مهل ساڙهيءَ جي ورن کي سنيالي نپوڙي رهي هئي. سويل وارو سڪل پاسو هن مهل بدن کي ويڙهي ڇڏيو هئائين. ان جو ڪيس وڏو تجربو هو، جو سندس جسم جو نرو به اگهاڙو نه پئي ٿيو. پر وري به الائي ڇو هن کي ڪرپ اچڻ لڳي. "هيءَ مائي ڇا روز هتي هوندي آ؟" هن چانهه واري کان پڇيو.

"ها سائين، فقيرياڻي آ. اتي ٿي پر ۾ رهندي آ، ڇو؟"

"هن کي ڪير روڪي ڪونه ٿو، ائين سيني سامهون وهنجڻ کان؟ يا اهڙي

حرڪت ڪندي، اهي آلا ڪپڙا سڪائيندي؟" هن کي سمجهه ۾ نه ٿي آيو اچي ته هو ڳالهائي ڇا پيو.

"نه سائين، پوڙهي آ، ڪهڙي جوان آ، هونئن ٿي به گهرن ۾ ته پوڙهيون عورتون، اسان جي تر جون ته ائين ئي وهنجنديون هيون."

"ڪٿان جو آهين تون؟"

"اتر جو. ۽ توهان؟"

"مان به اتان جو آهيان."

هو نه چاهيندي به ها ٿو ڪري ويهي. چانهه وارو به هن سان اينگهجي پيو آ. شايد سچو ڏينهن ڪنهن جي سنگت نصيب نه ٿي هئس الائي ڇا.

هو چاهڻ جي باوجود به چانهه واري جي ڳالهه رد ڪري نه سگهيو هو. ڪيس ياد آيو: "اڳي جڏهن گرميون زور هونديون هيون ۽ غربت جي زماني ۾ هڪڙو ئي برمو هوندو هو ته هن جي ماءُ ان جي هيٺان منجهند جو سيني سامهون ئي ڪپڙا پائي وهنجندي هئي ۽ پوءِ آلا ڪپڙا مٿائيندي هئي. تڏهن هن کي برمي جو هٿيو هلائڻو پوندو هو ۽ پوءِ روز شام جو گيڙو ڏيئي وهنجڻ کان پوءِ ماڻس هن کي ڪائڻ لاءِ ٽول ڏيندي هئي. ڪيس گيڙو ڏيندي ڏاڍو ٽڪ ٽيندو هو ۽ پوءِ ٽولَ ان ٽڪ ۾ ڏاڍو مزو ڏيندا هئس.

"اڄ گرمي ٺاهوڪي آ." هن وري ڳالهائڻ چاهيو.

"ها ، سائين. چيٺ جا ڏينهن آهن. ٽڳڻ ۾ ته اڃا......" چانهه وارو ته الائي ڇا ڇا پيو ڳالهائي.

هو وري مائيءَ ڏانهن ٿو ڏسي: هن هاڻي ڪپڙا گهٽو ڪري پائي، وارن کي پٺي ڇنڊيو. وار ڇنڊيندي هوءَ ڪيس وري عجيب لڳي.

"هوءَ وار بلڪل امان وانگي ٿي ڇنڊي. امان به ائين ئي گيڙو ڏياري، پوءِ وارن مان ڇنڊڪا ڪڍائيندي هئي. پر مان امان سان هن جي مشابهت ڇو ٿو ڪيان؟ هوءَ وهنجندي هئي ته به گهر ۾. ڪهڙو هن وانگر سيني سامهون نل هيٺان ويهي رهندي هئي."

هن کي وري ڪرپ ٿيڻ لڳي: "ڪني واهيات. الاهي ڇا پٺي ڪري. اڃي مون ڏي ته چار آنا ڏئي ذليل ڪيانس ته هي جي پليٽ فارم تي هار سينگار وارو سسٽم ڪيو ويٺي آهين ته ڇا به ڪٿي ڪر، آهين اها ٽڪي جي فقيرياڻي. سؤ سؤ ڪري سينگار ته به ڪوڏڙو پٽ ڪوڏڙي جو. پر مان هي سب سوچان ڇو پيو؟ ان

ڪري جو ان مائيءَ کي ائين نہ ڪرڻ گهرجي. پر چو نہ ڪري؟...... آخر ڪٿي وهنجندي..... ڪٿي بہ وهنجي ائين سيني سامهون وهنجڻ ڪو حج فرض اٿس ڇا؟ پر هوءَ تہ پوڙهي آ...... پوڙهي آ تہ ڇا ٿيو؟ اڄڪلهہ دور وري ڪهڙو چڱو آ؟ هتي پليٽ فارم تي ڪيترائي ننڍا ننڍا ڇوڪرا ۽ ٻار پيا ڦرن، انهن سيني کي ڪارڻ لاءِ اهڙيون عورتون ئي تہ هونديون آهن. ڪا لڄ اڇيس ٿي؟"

ان مهل پليٽ فارم تي گاڏي لاءِ انائونسمنٽ ٿي ٿئي. هڪدم ماڻهن ۾ چرُ سجاڳي ٿي اچي وڃين. هو ڪيسي ۾ هٿ ٿو وجهي ۽ ان مهل اها مائي وارن کي صاف ڪري، پوتڙي جي ڪنڊ سان منهن اگهي چانهہ واري وٽ تي اچي. ويجهو اچي هوءَ چانهہ واري کي اشارو ٿي ڪري: "منهنجو حصو؟"

چانهہ وارو مرڪي ڪيس ڏسي، اندر خاني ۾ رکيل ٿالهي تو ڪڍي ۽ غور سان تو ڪيس ڏسي. هوءَ هينئر ڪجهہ صاف آ، بلڪل فريش، ڪنهن معصوم انسان جيان. هن جو هٿ قميص جي پاسيري ڪيسي ۾ آڏي تي ڄمي تو وڃي.

چانهہ وارو ٿالهيءَ ۾ چار پيٽس رکي، فقيريائي کي ڏئي ٿو. مائي، ٿالهي سامهون رکي، ان سامهون جهڪي ٿي: "مٺا مالڪ، بيشڪ تون ئي رزق تو ڏئين"

هو دل ئي دل ۾ تو پڪڪي: "هونهن اتي وري عبادت پئي ٿئي. اهڙي ئي آهي تہ پوءِ ائين چو ڪيائين."

هو عورت ڏانهن وڌي ٿو. هن ڏانهن ڏسندي، هو ويجهو اچي ڪجهہ ڳالهائڻ تو گهري، شايد ڪيس ذليل ڪرڻ لاءِ دل ئي دل ۾ جملا تو گهڙي ۽ ان مهل ئي هوءَ ڪيس ويجهو ڏسي، پاڻ ڏي ڏسندي، پڇي ٿي: "ڪاٿيندين پٽ؟"

هن جي زبان کي جڻ ڪلف لڳي ويو. هن پاڻ ڏانهن وڌيل ٿالهيءَ ۾ پيل ٽن پيٽسن ڏانهن نهاريو. ڪيس لڳو جڻ هن عورت ۽ هن جي ماءُ ۾ ڪو فرق ئي ڪونہ هو ۽ جڻ هينئر هن گيڙو ڏئي بس ڪئي هئي.

هن ڪيسي مان هٿ ڪڍي، رپيو مائيءَ جي تري تي رکيو: "تون ڪاءُ امان!" ۽ تڙ تڪڙ ۾ ايندڙ گاڏيءَ ڏي هليو ويو.

# محبتن جو شهر پڙي ميل

پڇاڻي:

وقت سرڪندو رهيو. مان دريءَ جي ٻاهرئين لوهي پڙڇ کي ڇهندو، هٿ کي هيٺ مٿي ڦيرڻ لڳس. لوهه جو اهو حصو جت منهنجو هٿ پهتو ٿي، هٿ پهچڻ کان پهرين ٿڌو هو ۽ پوءِ گرم پئي ٿي ويو. ڀانيم: هي منهنجو وجود نه آ، ڪو رجيل لوهه پيو ته نڪري، هر پهچندڙ جڳهه کي گرم ڪندڙ.

هوءَ مون ڏي ڏسندي رهي، مان ڪيڏي ڪيڏي مهل ڪيس ڏسي رهيو هئس. نه ته ڪنڌ هيٺ ئي هئم، پرسان ڪير پئي لنگهيو. ڪهڙو گوڙ اسٽيشن تي مچيل هو، مون کي ڪوبه ته احساس نه هو. ها، هڪ پڪ هئي ته هن مهل رات هئي ۽ هوءَ هن گاڏيءَ ۾ ڪاڏي وڃي رهي هئي.

مون ڪنڌ مٿي ڪنيو.

"توهان ٽڪيٽ ورتي آ؟"

"ها". هوءَ هلڪو مرڪي، اڻ لکي مرڪ.

"ڏسان؟" مون هٿ ڊگهيريو.

"نه ته" هن وري مرڪي، منهنجي ڊگهيريل هٿ کي جهلي ورتو.

سمجهيم، مون کي ڏيکارڻ نه ٿي گهري ته هن جي منزل هاڻي ڪهڙي آ. دنيا ايڏي وڏي آ، ان جو احساس ههڙن لمحن ۾ ٿي ٿيندو آ. ان مهل ئي گاڏيءَ وسل هنئي. هن منهنجي هٿ کي جهلي ٿورو ڇڪيو مان ڏانهس ڇڪجي ويم، ڄڻ ڪنهن ڏور سان ٻڌل ڪو لغڙ هجان، جنهن جو پيو ڇيڙو هن جي هٿ ۾ هجي.

هن منهنجي هٿ جي پٺ کي ٽڪيو. گاڏيءَ ٻي وسل هنئي ۽ چرڻ شروع ڪيو. هن سٽ ڏئي منهنجي هٿ کي ويجهو ڪيو. مون ڏي پريل نظرن سان ڏسندي، منهنجي هٿ جي پٺ تي پنهنجا چپ رکي ڇڏيائين. مان گاڏيءَ سان گڏ ڊوڙندو رهيم. هن روئي ڏنو. تيز ٿيندڙ لمحن ۾ مون هن جو آواز ٻڌو:

"مون کي توسان محبت آ مهدي!"

منهنجو هٿ هن جي هٿ مان ڇڏائجي ويو. ڊوڙندي ڊوڙندي گاڏيءَ مون

ڪي اتي ئي ڇڏيو، مون ويندڙ گاڏيءَ پٺيان ڊوڙ ڪي تڪيو، ۽ پنهنجي هٿ جي پٺيءَ تي چپ رکي ڇڏيا.
شروعات:

ڪڏهن ائين به ته ٿيندو آ ته انسان ڪنهن سان نه چاهيندي به ملي ويهندو آ، ڪجهه ڳالهائيندو آ، هرويرو مرڪندو آ ۽ پوءِ اڪيلو ٿي به اڪيلو نه رهندو آ.

مان هن هيڏي ساري محفل ۾ اڪيلو هئس: "لوڪان نون پانوين رانجها چاڪ منجي دا". ڪابه رُت پن ڇڻ کان سواءِ نه هئي ۽ هتي ته هرڪو ڇڻ ڪريل پن هو، ڪڙڪ ۽ هوا لڳڻ ساڻ آواز ڪندڙ. حسن جي هوا زور هجي ته پوءِ هرڪو ڪيئن نه شوخيءَ سان پرپور هوندو!

اتي ئي مون ٻڌو، منهنجي پر ۾ بينل، هڪ ڇوڪريءَ ٻيءَ سان سرٻات ڪيو، "اهو جيڪو ڪاري ٿري پيس ۾ آ نه....."

"ڪهڙو؟"

"اهوئي برائون اکين وارو."

"اهو سمارٽي!" هوءَ مرڪي.

"هونهن، شڪل تي نه وڃجانس، ڪرتوتن جي خبر پوئي نه، ته منهن ئي نه لڳائينس"

"ڇو"

"I Most Corrupt"

"ها پر، ڳالهه ڪهڙي هئي جو تو ان ڏانهن اشارو ڪيو؟"

"اهو ٿئي اياز مهدي!"

"شڪل مان ته ڏاڍو مسڪين ٿو لڳي."

"ها، شڪل مان."

هوءَ مرڪي، مان ان سڄيءَ ڳالهه ٻولهه ڪيٰ خاموشيءَ سان ٻڌندو رهيس. الائي ڇو هڪ هڪ لفظ مون کي چيڙي رهيو هو، ۽ ان مهل ئي مون ڏٺو، هوءَ الائي ڪير هئي، هن ٻنهي جون ڳالهيون ٻڌي، مون ڏي نهاري رهي هئي، ۽ مون هڪدم اکيون پري ڪري ورتيون.

اسان هتي الوداعي پارٽيءَ ۾ گڏ ٿيا هئاسين، اسان جا ڪجهه پروفيسر بدلي ٿي ويا هئا، مان ڊاڪٽريءَ جي فائنل مان هاڻي نڪتو هئس. ان مهل ماني پئي هلي، مان رڱو ڪانيءَ جو هڪ مگ گهرايو ۽ ان مهل اتي بيٺي هلڪا ڊڪ پري رهيو

هئس.

اُهي هيون بہ تہ سچيون، مان سڄي ڪاليج ۾ ٻن شين ۾ مشهور هئس: سمارٽنيس، ڇوڪرين ڦاسائڻ ۽ پڙهائيءَ ۾ ٽاپ ڪرڻ ۾. ۽ ان مهل اوچتو اسان جو هڪ پروفيسر مون ڏي هليو آيو.

”مهدي، Come here“ هن مون کي ٻانهن کان هلڪو ڇڪيو.

"Meet her, she is one of my best students. Now she is at house. I wanted her to meet you because since she has left I have never seen any student as brilliant as of her calibere except you".

هن مون ڏي ڏسي مرڪيو: ”۽ ڪشف، هي اياز مهدي آ. نئون هائوس تي آيل آ.“

مون توڏي ڏسي، پنهنجي ڪنڌ کي ڪجهہ جهڪايو. تو پنهنجي مرڪ جي گول کي ڄڻ اجا وڌو ڪري ڇڏيو. منهنجي دل چيو، مان ائين ئي ڪنڌ جهڪايو بيٺو هجان، ۽ تون مرڪندي رهين، پر ان مهل ئي ڄڻ ڪنهن ڪن ۾ سرٻاٽ ڪئي:

”هوشيار ٿي مهدي، ٻهرئين ملاقات ۾ ائين ڪيئن ٿو ڪرين؟“

”توهان جي ذهانت ۽ ايڪٽيوٽيز جو مون ڏاڍو چوٻول ٻڌو آ.“

تو غور سان مون ڏانهن ڏٺو، سمجهي ويم، تنهنجو اشارو ڪيڏانهن هو.

”بلڪل ٻڌو هوندئي.“ مان جيستائين ڪڇان ڪڇان پروفيسر صاحب ڳالهائي ويٺو:

"Geniuses are always glitering."

۽ مون دل ۾ سوچيو، سرڪار، توهان کي ڪهڙي خبر، هي جو ذهانت جو پرچار اوهان سمجهو پيا، سو ناهي، هي تہ بلائي ڪا ٻي آ.

"Sure Sir." تو وري مون ڏي ڏٺو، مون ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو.

”هائوس جاب پريشرائيز تہ نہ ڪيو آ نہ؟“

”نہ تہ، مان ڪڏهن بہ اندر پريشر نہ ٿيندو آهيان.“

مون توسان ٻهريون جملو ڳالهايو، ۽ ان مهل دل جي ڪنهن ڪنڊ ۾ ڪنهن چيو، ”مهدي، محبت جو شهر ٻڙي مائيلز، حدون اڇي ويون ٿئي، سڀ فاصلا لتاڙي آيو آن، هي ان شهر جي حدن جي شروعات آ.“

۽ ان مهل ئي تو ايڪسڪيوز ڪري ٻي هڪ ڇوڪريءَ ڏانهن توجہ ڏني، ۽ مون پنهنجي دل کي دڙيو ”چرياڻ، ڪو بہ شهر ايندو آ تہ ٻهرين ڳهٽو ڪري ڪچي

آبادي ايندي آ، پوءِ شهر جي وچ تي خوبصورت علائقا هوندا آهن. ٻج نه، ٻهرين ڪچو ته لتار."

ڪهاڻي:

انسان ازل کان وقت جو ماريل آ، اها مار ڪڏهن ڪيئن هوندي آ، ڪڏهن ڪيئن. پوءِ ڪوئي اهڙو ڏک پچائي وڃي ۽ ڪو نه. مون هميشه ٻين جي تجربن مان سبق ورتو آ. مان اياز مهدي پنهنجي ڪاليج جي مشهور "فگر". هن عمر ۾ اچي به الائي مان ڪيئن پيو هلان. اجا ڪجهه ڏينهن اڳي ئي ته مون هڪ ڪيڪ تي 24 ميڻ بتيون وسايون هيون. ڪير چوندو، اهو ٻاراڻي ڏيک ويک وارو انسان ڪو Polished doctor هوندو.

منهنجي هاڻي ڪائي ئي اهڙي آ. ٻاهران مرڪندڙ چهرو ۽ ان چهري ۾ مخصوص ناسي اکيون، خوبصورت نقش، اهو سڀ حسن مون کي منهنجي بابا ۽ امان ٻنهي مان حصي داريءَ سان مليو آ. منهنجا وار نرم ۽ نقش امان جهڙا آهن، جسم بابا وانگر خوبصورت آ، ۽ ان سڄي ڳالهه جو مرڪز منهنجيون اکيون آهن، پرپور چمڪندڙ.

منهنجو بابا ۽ امان پاڻ ۾ ڪڏهن به نه ٺهيا. ڪين هميشه پنهنجي پنهنجي پئسي جو نشو هو. هرهڪ سمجهندو هو ته مان وڏ آن، ۽ پوءِ انهن جي جهيڙي منهنجو سر رلائي ڇڏيو. مان سيني سامهون ته پرپور ۽ خوشگوار زندگي گذاريندو هئس، پر مون سان اندر ۾ ڇا هو، اها ڪنهن کي ڪهڙِ خبر! منهنجي بابا کي ٻاهرئين ملڪن جي چڪرن کان فرصت ئي نه هوندي هئي، ۽ منهنجي امان مون کي ان ڪري چمي نه سگهندي هئي جو هن کي هر وقت ڪنهن نه ڪنهن Social activity ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ وڃڻو هوندو هو ۽ مون کي چمڻ سان هن جي لپ اسٽڪ خراب ٿيڻ جو خطرو هو. ڀلا هن وٽ وقت ڪٿان آيو جو هر هر پنهنجو ميڪ اپ درست ڪري ها.

۽ مان ائين ئي وڏو ٿي ويس، الف ليليٰ جي ڪنهن ديو جيان، هيڏو ڏانگهو، ڇڻ منهنجي وجود کي ڏاڪا لڳي ويا هئا. مان هر مهيني بابا جي Draft جو ڪڏهن انتظار نه ڪيو، مون کي ڪڏهن به اها صحيح خبر نه هئي ته مون وٽ گهڻو پئسو آ. بس ڪتاب هوندا هئا ۽ مان هوندو هئس. ۽ پوءِ ذهانت ۽ پئسي ملي مون کي ريڙيءَ جو ڪو پيالو ڪري ڇڏيو، ڇٽن ئي طرفن کان مون تي

چوڪريون ڪرنديون هيون. مان تہ الائي ڇو ڪنهن سان بہ فري نہ ٿي سگهندو هئس، هو پاڻ ئي منهنجي ڪڏ هونديون ۽ ان ڳالهہ ڪاليج ۾ مون کي "جُوءَ" مان جعفرا ڪري ڇڏيو هو.

هي وقت هيستائين ڪيڏي نہ اطمينان سان گذريو هو. ڪابہ ڇوڪري ايڏو ويجهو نہ ٿي آئي جو ذهني حدن کي ٽوڙي دماغ ۾ ويهي رهي. هرڪا ايندي هئي تہ دل کي پسند. هن ڪشف ۾ الائي ڇا هو جو دماغ ۾ گهڙي وئي هئي.

ان ڏينهن ڏاڍو مينهن وسيو هو. سڄو ڪاليج پڳل هو. موسم بيحد خوبصورت هئي. مينهن وسڻ کان پوءِ اُس نڪري آئي، هرڪا شيءِ چمڪدار هئي، بلڪل روشنيءَ ۾ ٻڌل.

مون ڪار پارڪ ڪري، ڇاپين جو ڇلو هٽن تي ويڙهينندي وارڊ جو رخ رکيو. اوچتو مون کي محسوس ٿيو، روڊ تي ڪجهہ پاڻي هو. ايترو جنهن ۾ پير ٻڏي وڃي ۽ شايد ان ڪري ئي ڪنهن اتي هڪ وڏو پٿر رکي ڇڏيو هو تہ جيئن ماڻهو ٻئي پير وڃي سگهي.

۽ ان مهل ئي، جنهن مهل مون اهو پاڻي ٽپڻ گهريو، پريان ڪنهن پنهنجو پير وڌايو، مون ڪنڌ کڻي ڏانهس ڏٺو. هوءَ ڪشف هئي، خاموش نگاهن سان مون ڏي ڏسندڙ. ۽ ان مهل ئي من ۾ تري آيو "اياز مهدي، هي ڪاليج جون پتيون ايڏيون چمڪيدار ڪونهن، جيڏيون هن جون اکيون آهن." مون هڪدم سندس نظرن ۾ نهاري ڪنڌ ڦيري ڇڏيو، ۽ پاڻ پوئتي هٽي ويس. هوءَ هلڪو مرڪي ۽ اڳتي وڌي آئي.

"هلو!" مون ڳُيٺ ڏني. "هاڻي ڇا ڳالهائبو؟"

"وارڊ ڏانهن؟" هن سوالي نگاهن سان ڏٺو.

"ها." مون مرڪيو، هن ڪجهہ نہ ڪڇيو، بس ڪري هلي وئي، مان بہ سڌو رخ رکيو. مون کي لڳو، ڄڻ مان هڪدم ڏاڍو خوش ٿي ويو هجان، منهنجو موڊ ڏاڍو شوخ ٿي ويو، وارڊ ۾ گهڙڻ ساڻ ياور، منهنجو پارٽنر مون سان ٽڪرائجي ويو.

"ڪيئن آهين لاڏلا؟" هن مون کي ٻانهن ۾ جڪڙيو.

"فس ڪلاس." مون مرڪيو.

"ڇا پيئي ڇيئي ان ٿئين ليلا کي منهنجا مجنون؟" هو شوخ مرڪيو.

"تون تہ صفا وائي آنو آهين يار. ڇا چوندم؟ هن رستو ڪراس ڪري سلام

ڪيو، مون جواب ڏنو مانس.“
”ايڏي دير ۾ رڳو سلام جواب ٿيا؟“
”ها.“ مون ڪجهه رکو جواب ڏنو، هو مون ڏي ڏسندو رهيو، سمجهي ويو
تہ مان پنڙيءَ تان تو لهان.
”چڱو تون وارڊ ڏانهن هل، مان ٻاهران ٿي تو اچان.“
مون ڪجهہ نہ ڪڇيو، بس ڪري هليو ويم، هونئن ٻيون سڀ تہ الائي
ڪيئن لڳنديون هئم جو انهن بابت ياور سان خوب بحث ڪندو هئم، هن ڪشف
لاءِ شايد ڪا ڳالهہ ٻڌڻ نہ پئي چاهيم،
۽ پوءِ هوءَ منهنجي اندر ۾ لهي آئي، ڪنهن اداس شام جيان. ڪجهہ وقت
ڪانپوءِ هن کي منهنجي وارڊ ۾ رجسٽرار مقرر ڪيو ويو هو، پوءِ تہ هن جو ۽
منهنجو ساٿ جڻ گهرو ٿي ويو. اسان ڊيوٽي ڏيڻ مهل هڪٻئي کان الڳ ۽ پوءِ
هڪٻئي سان ساڻ هلڻ لڳاسين. اوائلي لمحن ۾ هن مون سان اکر نہ ٿي ڪڇيو،
پوءِ آهستي آهستي ڳالهائڻ لڳي. ڪجهہ کُلي تہ مون کي پنهنجي باري ۾ سڀ
ڪجهہ ٻڌائي ڇڏيائين، ڏيئن ۾ وڏي هئي، ڪيس ياءَ ڪونہ هو ۽ پاڻ ماءُ پيءُ جي
وفات ڪانپوءِ گهر کي سنڀالي رهي هئي. شروع ۾ مان هن کان ڪافي پري هئم، ۽
پوءِ، آخر هو ۽ مان ايترو ويجهو آياسين جو مان ڪيس گهر جي ٻاهران ڪٽندو هئم
۽ موٽ ۾ ڊراپ ڪري ويندو هئم.
هوءَ وارڊ مان راڻونڊ هٽي موٽندي، مون وٽ ڪجهہ لمحن لاءِ ترسي پئي، مان
ان مهل هڪ ايمرجنسي ڪيس مٿان هئم، هوءَ مون تي جڻ اٽڪي پئي هئي. مون
ڏانهن ڏسندي چيائين؛
”اڄ ڊيوٽيءَ کان پوءِ بازار هلنداسين.“
مون ڪنڌ کي ها ۾ لوڏيو. هوءَ هلي وئي. ۽ منجهند جو ٽڪل ٽڪل قدمن
سان بازار ۾ هلندي، هن، مون ڏانهن غور سان ڏٺو.
”بور تو ٿئين؟“
”نہ تہ.“ مون مرڪيو.
”اڄ مون کي ڪجهہ شيون وٺيون آهن. منهنجيون ٻئي ننڍيون ڀينر ٿيون
مڱجن، انهن جي مڱيندن لاءِ ڪجهہ وٺنداسين، سوچيم تون ايڪسپرٽ تو لڳين
مرداڻي Choice خوب ايندي هوندئي.“
هن جملو پورو ڪري پنهنجي مخصوص انداز سان مون ڏانهن ڏٺو. مان رڳو

مرڪندو رهيم، هوءَ ساڻ هلي پئي تہ جڻ سڄي بازار ئي هن جي اکين ۾ هئي.
مان هن سان خريداري ڪندو رهيم. هن ٻہ سوٽ پيس ورتا، هلڪي آسماني رنگ جا. موٽندي هن مون ڏانهن نهاريو:
"ٿڪجي پيو آهين؟"
۽ مون ڪلهي ڏنو، "ها، ڏاڍو."
"اچ ڪوڪ ٿا پيئون."
هن بازار جي ٻاهران ڪار پارڪنگ وٽ بيهي، منهنجي گاڏيءَ ۾ سامان رکندي بوتلن واري کي اشارو ڪيو.
"تون خاموش ڏاڍو رهندو آهين."
"ڇا ڳالهايان؟، مون وٽ ڳالهائڻ لاءِ ڪجهہ هوندو ئي نہ آ، سواءِ سبجيڪٽس جي؟"
"تنهنجو مڱڻو ٿيل آ؟"
"ها، پنهنجي امان جي پسند تي، هڪ بيورو ڪريٽ جي ڌيءَ سان." مون بوتل وٺي، ان جي منهن کي آڱوٺي سان صاف ڪيو.
"هي منهنجي ڀينرن جا مڱيندا آهن نہ،" هن ڳالهہ بدلائي، "ڏاڍا سٺا ڇوڪرا آهن، بيحد پيارا. خدا ڪري هو ٻئي انهن سان سکي رهن."
"ها، خدا ڪري." مون ڊڪ ڀريو.
"انهن جي شاديءَ ۾ تون منهنجي هيلپ ڪجانءِ!"
"ڪڏهن آ؟"
"مهينو کن پوءِ." هن وڏو ڊڪ ڀريو، "بس مهينو، پوءِ مان ان بار مان آجي هوندم." هن شوڪارو ڀريو.
"ذميواريءَ جو احساس بہ ڪيڏو نہ عجيب هوندو آ." مون کي سمجهہ ۾ نہ آيو، مان ڇا چئي ويو هئم.
"ها، پر تون تہ پاڻ ڪا ذميواري مڱيو ويٺو آهين." هوءَ مرڪي. مون بوتلن جا پئسا ڇوڪري کي ڏئي هن ڏانهن ڏٺو هن جو ڪنڌ ڦريل هو. مون بس ڪري گاڏي اسٽارٽ ڪري ڇڏي. گاڏي هلائيندي مون هن ڏانهن ٽيڏيءَ اک سان ڏٺو، هوءَ دريءَ کان ٻار ڏسي رهي هئي.
ٻاهر ڏسندي ئي چيائين: "اڄ تون مون کي ٻاهران ڊراپ ڪري نہ وڃجانءِ. اڄ اندر هلڻو ٿئي."

مون ڪجهه نه ڪڇيو، خاموشيءَ سان گاڏي هلائيندو رهيم، هوءَ به چپ هئي، گهر اچي، سامان لاهي، ڪٽندو، هن سان گڏ اندر گهڙيس ته پريان هڪ ڇهن پنجن سالن جي ٻارڙي ڊوڙندي اچي سندس چولي جي ڪنڊ کي چنبڙي. ڪشف ڪلهي جو بيگ اتي رکي، ڪيس هڪدم هنج ۾ کنيو.

"اسان جي عاشيءَ ياد ڪيو هو اسان کي."

"ها آپي ڊير سارو،" هن ٻانهون ڊگهيريون.

"ادا سان مليا آهيو، سلام ته ڪيو نه." هن ننڍڙيءَ جو ڌيان مون ڏانهن ڪيو.

"شا ماليڪمُ" هن هٿ پيشانيءَ تي رکيو، مون ڪيس ٻانهن ۾ کڻي، ڳلن تي پپي ڪئي. هوءَ ڊوڙندي اندر هلي وئي.

"اها منهنجي هڪ ڪزن جي ڌيءَ آ، پاڻ ۽ مڙس هڪ حادثي ۾ مري ويا، مان ئي ان کي پاليندي آن."

هوءَ ڳالهيون ڪندي اندر هلي آئي. مان سندس پويان پويان ايندو رهيم.

"اچ اياز، هيڪ نه."

اندر آياسين ته به ڇوڪريون هن کي ڏسي ڏانهس وڌيون. "توهان اچي ويئو آپي؟"

"هونهن" هن ٻئگ پريان صوفي تي اڇليو.

هنن مون کي سلام ڪري، سامان ميڙڻ شروع ڪيو.

"ويهه اياز." ڪشف مون کي اشارو ڪيو، "هي اياز مهدي آ، منهنجي ئي وارڊ ۾ Posted آ، ۽ هي ٻئي منهنجيون لاڏليون آهن، شفق ۽ مرڪ."

"هن خاندان جي هر هڪ ماڻهوءَ جو نالو آرٽسٽڪ آ." مان الائي ڇو چئي ويٺم. هو سپ مرڪي اٿيون، ٻئي ننڍيون پينر سامان کڻي اندر هلي ويون، مان هن ڏانهن ڏسندو رهيم، هوءَ صوفي تي ائين ئي آهلجيل هئي. مون کي پاڻ ڏانهن ڏسندو ڏسي مرڪي پئي.

"ڪجي پئي آهيان." هن ڳالهايو، "هڪ ته تون خاموش ڏاڍو هوندو آهين، خبر ناهي الائي ڪيتريون ڳالهيون تنهنجي من ۾ پيچي پري ويندي هونديون."

"نه ته، ائين ته ناهي."

"چو، تون خواهشون من ۾ ڪونه رکندو آهين ڇا؟"

"مون ائين ته نه چيو، منهنجو مقصد آ، مان ننڍڙي هوندي کان ئي ائين آن،

ڪجهہ رشتن جو خلوص وڌيڪ مليل آ نہ!"

"اهو خلوص مون کي بہ ڪجهہ گهٽ ئي مليو آ. ڇا ڇوان توکي، ڪهڙي ڳالهہ ٻڌايانءِ. الاءِ ڇو من تو تي ڀروسو ڪيو آ. تہ تون ايڏو ويجهو آيو آهين نہ تہ...... اڄ گرمي ڪافي هئي نہ مهدي؟"

هن هڪدم لهجو بدلائي ڳالهہ ڦيرائي، مون ڏٺو، پريان مرڪ ڪمري ۾ گهڙي رهي هئي. منهنجي دل چيو، ڪاش هوءَ نہ اچي ها. اسين ڪجهہ تہ ڳالهائي وٺو ها.

هن جون پينر ويون تہ سڄو گهر ڄڻ ڪيس ڪائڻ لڳو. هاڻي هو بہ ڪير اتي، رڳي ڪم واري مائي ۽ عاشي. مروتون ڄڻ سڀ منهنجي جهوليءَ ۾ اچي ڪريون هيون. مان ڏينهون ڏينهن هن جي ويجهو ايندو ويم. اسان جي وچ ۾ ڄڻ پيپر وال هئي. ويجهو آياسين تہ ڏڪ سان پرزا پرزا ٿي وئي.

اسان ٻئي ٻاهر نڪتاسين، مون رڪشا کي هٿ ڏنو، هن مون ڏي نهاريو.

"اڄ گاڏي ڪانهي، خراب آ، هن ۾ ئي تا گهر هلون."

هوءَ ماٺ ڪري چڙهي ويٺي مان رڪشا واري کي جيستائين ڪجهہ ڇوان ڇوان هن چئي ڏنو: "ناولٽي."

رڪشا هلي تہ هن مون ڏانهن ڏٺو. "اڄ فلم تي تا هلون، واندو آهين نہ؟"

مون ڪنڌ سان ها ڪئي. رڪشا هلندي رهي. ڊرائيور جي سيٽ، پٺ وٽان ڪجهہ ڦاٽل هئي، مان ڦاٽل سيٽ جي نڪتل فوم کي پٽڻ لڳم. رڪشا ۾ جهنجهڻ لڳل هئا. جهاڪا پئي آيا تہ ڪڙڪي ٿي اٿيا. ٻاهر روڊ ڄڻ خوبصورتين ۾ وهنتل هو. پريان مختلف بنگلن جي گيٽ کان ٻاهرين لان ۾ خوبصورت گل هئا. منهنجي اک ڏاڍي روشن ٿي وئي هئي. هاڻي تہ ڄڻ هن جي قربت منهنجي نظر ئي وڌائي ڇڏي هئي. رڪشا واري کي واندو ڪري مان هن پويان سئنيما ۾ داخل ٿيم. هوءَ هڪدم عورتن واري دريءَ ڏانهن وڌي. مون هن کي روڪڻ چاهيو.

"ڇو؟" هن پرون ڳتيا.

"بس، ائين ئي."

"۽ پروگرام ڪنهن جو هو؟"

"توهان جو."

"پوءِ؟"

مان سمجهي ويم، هوءَ ڇا چوندي. بس ڪري الڳ ٿي بيٺم. هن ٽڪيٽ

وئي، مون سان گڏ گئلريءَ جو رخ رکيو. سئنيما ۾ ڏاڍي رش هئي. مائٽن پوسٽرن تي ڇڻ مارا ماري ڪئي هئي. هن هيڏي ساريءَ رش ۾ منهنجو هانءُ ٻوساٽجڻ لڳو. اندر هال ۾ مان ڪنڌ ڪان ويٺم ۽ هوءَ منهنجي پاسي ۾، ۽ سندس ٻريان عورتون ويٺل هيون. هال ۾ اوندهه هئي. سلائيڊز پئي هليون. مان ان اوندهه ۾ واريءَ جي ذرن جيان وکرجڻ لڳم. هوءَ منهنجي ساهه ۾ ڪنهن خوشبوءِ جيان گهڙندي پئي وئي، مان اسڪرين کان ڇڻ پري ٿيندو ويم. نظرن جو رابطو دل ۽ دماغ کان ڪٽجندو ويو. دل ان مهل ڪنهن ٻار جيان ضد ڪرڻ لڳي. هوءَ مون کان ڪجهه انچ ئي ته پري هئي. هن جو هٿ ڪرسيءَ جي ٻانهن تي جرڪي رهيو هو. سندس هٿن جون آگريون خالي هيون ۽ اتي بي ساخته منهنجي دل ۾ آيو "ڪاش اتي منهنجي نالي جي منڊي پيل هجي ها!"

وقت سرڪندو رهيو. سامهون ڇا پئي هليو، مون کي ان جي ڄاڻ نه هئي، بس نظرون سامهون کتل هئم ۽ ذهن هن جي وجود ۾.

"اڄ مرڪ جو خط آيو هو."

هن جي جملي، منهنجي سڄي ڪائنات کي ڇڻ ٻانوا ڏول ڪري ڇڏيو. مان ڪيس ڏيکارڻ لاءِ مرڪي اٿيس.

"هونهن." وات جنهن مهل ڳالهائڻ کان انڪاري هوندو آ ته اهين ئي جند ڇڏائبي آ.

"ڏاڍي خوش آ، ماشاءَ الله."

هوءَ شايد سوچي رهي هئي ته مان ڪجهه چوندم، منهنجي نڙيءَ مان ته ڇڻ ڪنهن آواز چورائي ورتو هو.

"هونئن."

هن مون ڏانهن غور سان ڏٺو. مون اکيون سامهون اسڪرين تي ڄمائي ڇڏيون.

"تون ٺيڪ ناهين ڇا؟"

هن هڪدم مون کي ڇڻ واترو ڪري ڇڏيو هو،

"نه ته، بلڪل ٺيڪ آهيان."

شڪر ٿيو. منهنجو آواز منهنجي لڄ رکي ويو.

"مون کي ڇا سمجهندو آهين؟"

هن جي اها ڳالهه، ڇڻ ڳالهه نه هئي ڪو بم هيو، مون پنهنجا ڇٽڙ اڏامندي

پاتشيا.

الائي ڪيئن چئي ڏنم: ”مان توهان کي ڪشف سمجهندو آن، پنهنجي وارڊ جي رجسٽرار، پنهنجي آفيسر.“

”بس؟“ هن جا چپ ڦڙڪيا.

مان سڄو تپي ويس. منهنجي دل چيو، ڪرسيءَ جي ٻانهين پٺي پنهنجي مٺي ۾ وهائي ڪڍان. مون کي ڇا چوڻو هو، ڇا چئي ويم، پر ان ۾ منهنجو ڪهڙو ڏوهه، انسان گڏو گڏ هوندي ڪجهه وڌيڪ امير ٿي ويندو آ نه.

”نه.“ مون ڳيت ڏني، ”بس چو، توهان منهنجي Guide line آهيو، مان توهان جو سئو ساٿي آهيان.“

هن جا نيڻ پرجي آيا ۽ ان مهل ئي ٻتيون ٻري ويون، شايد انٽرويل ٿيو هو. هن ڪنڌ ڦيري ورتو. سمجهيم، اکين جي آلاڻ کي اکين ۾ ئي جذب ڪندي هوندي. اسان بوتلون گهرايون. ان مهل وري اونده ٿي وئي. مون ڪجهه ڏک پريا. هوءَ بوتل کي نهاريندي رهي. مون کي ڪجهه نه سجهيو، ڇا ڪيان، الائي ڪيئن اهو وقت گذريو پئي. سمجهيم فلم ڏسندي هوندي، هن ڏانهن همٿون ڪري نهاريم، هوءَ اسڪرين تي نه ڏسي رهي هئي، بس بوتل کي ئي پئي تڪيائين.

مون هن جي هٿ کي خفيف ڇهيو، وقت جون واڳون ڄڻ منهنجن هٿن ۾ اچي ويون، مون هن جي پرس جي ٻٽڻ کي جهلي پڪوڙيو. هرويرو هن جي هٿن جي بوتل جي ٻاهران پاڻيءَ جي قطرن کي اگهندو رهيس. لمحا ڍرا ٿي ويا.

ڏانهنس ڏسندي چيم، ”جيڪي قيدي هوندا آهن، انهن جو ٻه ڪو مرتبو هوندو آ ڇا؟....... رتن جو ڪم ئي ماڻهن کي ڏنگڻ هوندو آ. اسان جهڙا مجهول ذات جي عرفان کان اڻ ڄاڻ هوندا آهن، ڪين تخت نشيني ڏني وڃين ته واٽڙا ٿي وينداً نه. اسين ته جهڙا فٽ پاٿي آهيون، تختن تي اسان جو ڪهڙو گذر؟..... ۽ ان تي اوهان پڇو ٿا ته مان توهان کي ڇا ٿو سمجهان! اهو سوال، مون لاءِ جواب ڏيڻ ۾ ڏکيو آ. اهي سوال ته انهن کان ئي ڪبا آهن، جيڪي ذات جي آذار تي هلن، مان ته اڻميو ناهيان، تڇ آن، تڏهن ته ان سوال جو صحيح جواب نه ڏئي سگهيس نه.“

”نه ته،“ هن جو آواز سڏڪي سان ڀرپور هو. ڄڻ هن جي وجود جي بوتل ۾ ڪنهن لوڻ وڌو هجي ۽ ان مان گجي نڪرندي هجي.

"توهان کي ڏکارو ڪيم تہ پوءِ اهو جواب ڪهڙي ڪم جو."

"پوءِ بہ" هن جي اکين ۾ الائي ڪهڙي آس هئي. مون هن ڏانهن غور سان نهاريو. دل ئي دل ۾ لفظ ٽٽندا، پرندا، ٺهندا رهيا. ساهہ جهڙو نڙيءَ ۾ اٽڪي پيو ڳيت ڏئي چيم، "توهان رڳو ڪشف آهيو. جيڪو منهنجي ذات تي الائي ڪيترا انڪشاف ڪندو آ."

هن سان منهنجو ڪهڙو ناتو هو، مان ڇا چوان....... ڪڏهن ڪنهن گل ۽ ان جي خوشبوءَ جي ناتي کي ڏٺو آ. ڪڏهن ڪنهن تڏين هوائن ۽ وڻن جي پنن جي لوڏ جي رشتي کي پرکيو آ. جيڪڏهن اها پرک ممڪن هجي ها تہ پوءِ شايد منهنجو ۽ هن جو بہ ڪو رشتو نکري اچي ها.

هوءَ منهنجو خيال رکندي هئي. اسان ڪٽ جي اِيسن جيان، هڪٻئي کان هڪ مخصوص مفاصلي تي پنهنجي انا جي پاين ۾ ڪپيل هئاسين.

مان هن جي ڊرائنگ روم ۾ وينل هئم. ٻاهر ٿڌ هئي، اندر آتشدان ۾ ٻاهہ ٻري رهي هئي. هن ڪافيءَ جا هلڪا ڍڪ پئي پريا. مان صوفي جي پٺيءَ کي ٽيڪ ڏيو، هن ڏانهن ڏسندو رهيس. هن جا وار، سندس منهن تي لهي آيا هئا. ڪمري ۾ ڊيڪ جو هلڪو آواز هو. عطا الله عيسيٰ خيلويءَ پئي شايد ڳايو.

تيڏي هجر ني ميڪون مار مڪائي، نئين طاقت ترڻ ڪلڻ دي
نت ڏهاڙي مين راهہ واجهايان، سڪ رک کي تنهن ڀولڻ دي
آ مل سڄڻان مين اجڙي ڪون، وسي ڪوئي ميڏي من دي
نت سعيدا پيران فقيران تي، مين وتي هان مگتا منگدي.

منهنجون اکيون ڀوڃنديون ويون، هي ڏک شايد انسان کي ڪنهن شيءِ کي ڏسڻ جي طاقت نہ ڏيندو آ.

"منهنجي امان بابا، پٽ لاءِ ڏاڍيون مرادون باسيون هيون، پر ڇايوسين اسين ٽي ڀينر. اڃا ڪجهہ جوانيءَ ڏي مس هلياسين تہ هو وفات ڪري ويا. هڪ ٻئي پٺيان."

هن مگ کي تڪيو.

"پوءِ؟" مون ڳيت ڏني.

"پوءِ اهو تہ مرڻ کان پوءِ، مون کي بابا جي منهن ڏسڻ جي همت نہ ٿي. سندس منهن ۾ آخر تائين بہ تہ پٽ جي سڪ هجي ها نہ، مان ڪٿان آڻيان ها پنهنجي لاءِ پاءُ."

مان آگرين مان نڪاوَ ڪڍندو رهيس. هن خالي مگ ٽپائيءَ تي رکيو.
"ماڻهو سڪايل هجي نه ته سندس اندر خالي ڪوٺي تي پوندو آهي، بلڪل ان شاعريءَ جيان."
"ها." مون ساهه کنيو، ڄڻ نئون ڄاڻو هجان ۽ اهو پهريون ساهه هجيم. هوءَ مون ڏي ڏسندي رهي.
"تو وٽ سوئيٽر ڪونهي ڇا؟ مون توکي هميشه ڪوٽ ۾ ڏٺو آ."
"ها، ريڊي ميڊ سوئيٽر مان پائيندو ڪونه آن ۽......"
"Hand made توکي ملندا ڪونهن." هن هلڪي مرڪ سان منهنجو جملو پورو ڪيو، مون اکين ۾ هن جو عڪس چٽائي لاٿو.
"ها ۽ ان ڪري ئي مون وٽ رڳو ڪوٽ آهن، سوئيٽر ڪونهي."
دل ۾ آيم چوانس، "تون ناهي ئي نه تي ڏئين" پر ڪي ڪي جملا اندر ۾ ئي ڇٽي ٻڏڻ لاءِ هوندا آهن.
"مون کي ڇٽي نه تو سگهين ته توکي ناهي ڏيان."
هن ڄڻ مون کي گهوريو، مان واٽرو تي ويس ڪنڌ جهڪائي ورتم.
"هان!" هن ڄڻ اها ڳالهه ورجائي.
"چوڻ وارو ئي هئس." مون جملو ڳنڍيو، ڄڻ اهو نه چوان ها ته ڪو ڇير تي پويم ها.
هن مرڪي ڏٺو، هن جي مرڪ ڄڻ ڪنهن انڊلٺ جو آخري ڇيڙو هئي، زمين جي ڪنهن مدار کي ڇهندڙ، هوءَ مرڪندي هئي ته سندس ڳلن ۾ ڊمپل پوندا هئا، سندس وار منهن تي لهي ايندا هئا، جن کي مرڪ ختم ٿيڻ مهل هوءَ سٽ ڏئي مٿي ڪري ڇڏيندي هئي. مان نه تو سمجهان، هن ڪڏهن مرڪ ختم ٿيڻ کان پوءِ ائين نه ڪيو هجي.
"توکي ڪهڙو ڪلر پسند آ؟" هوءَ هاڻي ڏاڍي سٺي موڊ ۾ هئي.
"Sky blue...... blue"
"Next week مون کان Sky blue سوئيٽر وٺجان"
"ماپ؟"
"ان جو فڪر نه ڪر، مون کي اندازو آ"
مون ڪجهه نه ڪڇڻ چاهيو، بس ڪري ڪائنين کي ٻرندو ڏسي رهيو هئس.
اڄ صبح ئي ته پارٽنر سان هن جي ڪري وڙهيو هئس. هو به عجيب انسان هو.

الائي کھڙيون کھڙيون ڳالهيون ڪندو هو ڪشف جي باري ۾ ۽ اڄ صبح ئي متس الهام ٿيو هو تہ ڪشف Corrupt ڇوڪري آ. الائي ڪنهن ڪنهن سان الائي کھڙا کھڙا ناتا هئس.

ذهن ۾ پارٽنر جو خيال آيو تہ الائي ڇو مون هن ڏي نهاريو، هوءَ مون کي ئي ڏسي رهي هئي. هن جي اکين ۾ جيڪي ڪجهہ بہ هو، Corruption نہ هو مان ڏسي نہ سگهيم، ڪنڌ ڦيري ڇڏيم.

ڪڏهن ڪڏهن ائين بہ تہ ٿيندو آ نہ تہ هي راتون ايتريون ڊگهيون ٿي ونديون آهن جو انسان انهن مان ڪڪ ٿي، سندن ختم ٿيڻ جون دعائون گهرندو آ ۽ ڪڏهن تہ الائي ڇو هڪدم سوڙهيون ٿي وينديون آهن شايد انهن جو بہ قربتن سان گهرو تعلق آ، تڏهن ائين ٿيون ڪن نہ.

مان هن سان ويجهو ٿي ويم. پر ايترو بہ نہ جو هڪ ٻئي سان هڪ ٻئي جي باري ۾ ڳالهائي سگهون. ڪيس عاشيءَ کي ننڍڙي ڪار وٺي ڏيڻي هئي، مون هن سان گڏ صدر جا دڪان لتاڙيا ۽ موٽندي عاشيءَ ضد ڪيو، پيٽيز ۽ ڪافيءَ لاءِ. مون گاڏي هڪ سنيڪ بار جي ڪارنر تي بيهاري. بيري کي ڪافيءَ جو چئي اسان اتي ئي گاڏي ۾ ويٺا رهياسين. هوءَ دريءَ کان ٻاهر ڏسندي رهي، منهنجا هٿ اسٽيئرنگ تي رکيل هئا ۽ اکيون ڪٿي پٽڪي رهيون هيون. ڪافي سيءُ هو. پوءِ بہ ڪيترا جوڙا ٻاهر بيٺل هئا. هي محبتون شايد انسان کي سردي گرميءَ کان ماورا ڪري ڇڏينديون آهن، شايد هو هر منډ ۾ اڪيلائپ گهرندا آهن. الائي ڪيترا لمحا خاموشي هئي، پوءِ هن ئي ڳالهايو:

"ڏاڍي ضدي آ عاشي، نيٺ اڄ ضد پورو ڪيائين تہ قرار مليو ٿس."

"تقريباً هر ٻار جو ڪم ضد ڪرڻ ئي هوندو آ." مون ڏانهس نهاريو.

"پر الائي مان ڪيئن هئم، تون ڄائين تہ اياز منهنجي فطرت. مون ننڍڙي هوندي کان اڄ تائين ڪڏهن بہ ضد نہ ڪيو آ. دل کي دڙڻ سولو آهي مون لاءِ بہ نسبت ان جي ضد پوري ڪرڻ جي."

"توهان اذيت پرست آهيو ڇا؟" مون هڪدم ڇتي ڏنو، لفظ واتان بلڪل ائين نڪري ويا، جيئن ڪنهن ٻار کي ترڪڻ جي بلڪل مٿي چيڙي تان ڌڪو ڏئي ڇڏجي ۽ هو بيوس ٿي ترڪڻ ۾ ئي عافيت ڀانئي.

هوءَ چرڪي پئي ۽ ان وچ ۾ هن جو ڪنڌ لڏي ويو، ها ۾. مون کي ڇڻ ڪنهن نعلون هٽي ڇڏيو. دل چيو هتان ڀڄي وڃان، هيڏو سارو ٿيم، ڳالهائڻ نہ

آيو.

مون کي غور سان ڏسندي چيائين، "تون اڄ ڪجهه ڪجهه پريشان آهين؟"

دل ۾ چيم چوانس تو پريشان ڪري ڇڏيو آ. ذري گهٽ ڏهه مهينا ٿي ويا آهن توکي ملندي اجا رسمي ملاقاتون ئي ڪونه ٿيي سگهيا آهيون.

"ها، هو امي جن منهنجي شادي ڪرائڻ جي چڪر ۾ آهن."

"تہ ڪري ڇڏ." هن هڪدم چيو.

"هڪ پرابلم ٿي پيو آ." مون وارن کي هٿن سان ڻاهيو.

"اهو ئي هوندو تہ تون ڪنهن ٻي ڇوڪريءَ کي پسند ڪرڻ لڳو هوندين."

ان مهل ئي بيرو اچي ويو. مون گاڏيءَ جو شيشو لاهي، سامان اندر رکيو ۽ هن عاشيءَ کي ڪارائڻ شروع ڪيو.

۽ شام جو هن جي گهر جي ڊرائنگ روم ۾ ڪافي پيئندي هن مون ڏانهن نهاريو.

"مون تو لاءِ سويٽر ڻاهيو آ."

هوءَ اٿي وئي، مون پاڻ کي هڪدم ڪنهن سان گڏ محسوس ڪيو. منهنجي دل چيو، مان هن کان سويٽر وٺي چوندم، مان ڏاڍو خوش ٿيو آن. پوءِ ان کي هن سامهون پائيندم. هوءَ پڪ خوش ٿيندي.

وقت رڙهڻ لڳو، هوءَ اندر وئي تہ جڻ گم ٿي وئي، مان سڄي بدن ۾ ڪڙڪات پائنيا. هي سڄي عمر انتظار ۾ گذري مهدي، تہ هي لمحا ڪهڙي قيمت جا هئا.

هوءَ موٽي، مان ڪجهه نہ ڪچي سگهيم. سويٽر وٺي، اکيون پيري ڏنومانس، ان تي ڏاڍو سٺو نمونو هو. دل چيم چوانس "دير ڪيئي" پر نہ اهو ڪجهه چئي سگهيم ۽ نہ ئي سويٽر پائي سگهيس. هوءَ مون ڏي ڏسندي رهي. اسان ائين ئي بينا رهياسين.

پوءِ هن ئي ڳالهايو. "پائيندين ڪونہ؟"

منهنجي نڙي گهٽجي وئي، چپ ڪري سويٽر ۾ ٻانهون وجهي ڇڏيم. سويٽر پائي، هن جي سامهون ٿي بيٺم. هن ڪلهن وٽان سويٽر جا گهنج ڻاهي مون ڏي نهاريو.

"سٺو پيو لڳين."

هوءَ صوفي تي ويهي رهي. مون ڏانهنس نهاري ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو. هي

سوينٽر نہ هو جنهن چوگرد ڪو محفوظ گول ڪڍي ڇڏيو هو ۽ مان ان دائري ۾ اچي، پاڻ کي جڻ ڪم هر آفت کان محفوظ پئي سمجهيو.

اسان پاڻ ۾ ڇا هڻاسين، ڪير هڻاسين هڪبئي لاءِ، ان جو احساس ههڙن لمحن ۾ ٿي ٿيندو هو. مان هن جي ويجهو هوندي بہ پري هوندو هئس ۽ هوءَ منهنجي سامهون تہ هوندي هئي پر جڻ ڪنهن سرڙات ڪندڙ ٽي-وي سيٽ جيان، جنهن جي انٽينا پاڻت ٽٽل هجي.

مون کي خبر هئي، مان ان مهل ڪجهہ نہ ڪجي سگهان ها.

"ڪيئن آ؟" هن سوالي نگاهن سان نهاريو.

"اي-ون. فسٽ ڪلاس."

هوءَ مرڪي، "تون ڏاڍا مضبوط ۽ مختصر جملا ڳالهائيندو آهين."

"ها. ۽ مان شايد ان ڪري ڪوبہ فيصلو ڪندو آن نہ تہ ان جو اظهار هڪ ئي جملي ۾ ڪندو آهيان. اهڙو جملو جنهن جي ڳالهائڻ کان پوءِ ڪجهہ بہ نہ بچي."

"اها چوڪري توکي اڃ پسند هئي؟"

هن پالو الاريو، وهاياڻين نہ. پر مون سمجهيو، منهنجو سينو پرڻ تي ويو هو.

"نہ."

"پوءِ مڱڻو ڇو ڪيو هيئي؟"

"اميءَ جن ڪيو هو."

مون جملو الائي ڪيئن ٻاهر اڇليو. اسان جهڙا ماڻهو پنهنجن ڇپن جا ۽ نڙيءَ جا محتاج هوندا آهن. مرضي پوين تہ آواز بہ نڪري نہ تہ رڳو پيا ڪنڌ لوڏيندا.

"هائي ڇو تو انڪاري ٿين؟"

هوءَ اندر وئي هئي تہ شال ويڙهي آئي هئي، شايد پنهنجي شال ڳولڻ ۾ اندر دير ٿي وئي هئس. مون ڏي ڏسندي هن شال کي چڱي طرح بدن تي ويڙهيو. هاڻي شايد جسم جي گرميءَ جو درجو گهٽجندو ٿي ويو. مون الائي ڇو هن ڏانهن ڏسندي چئي ڏنو؛

"اڃي تون نہ ملي هئينءَ نہ."

الائي ڪيئن وقت بيهجي ويو، چئن ئي پاسي خاموشيون ٿي ويون. ان چپ ۾ هن جي ۽ منهنجي ساهہ کڻڻ جو آواز هو. مون سمجهيو هوءَ ڇرڪي اٿندي،

مون کي دڙيندي، ڪو ڪندن سان پريل جملو ڳالهائيندي پر هن ڪجھ به ته نه ڪيو. الائي ڪيتري دير چپ هئي، پوءِ هن هيٺ ڏي نهاريو.

"توکي خبر آ منهنجي عمر گهٽي آ؟"

"ها."

"گهٽي هوندي؟"

"ٽيھ سال ڪن." مون غور سان هن ڏانهن ڏٺو.

"مان ڇٽيهن سالن جي آهيان!" هن ڳيت ڏني.

"چاهي پوءِ." هاٿي منهنجي نڙي به خشڪ ٿي ويئي.

ٻاهر شايد هوا هلڻ شروع ٿي وئي هئي، ڪجھ گهوگهٽ ٻڌڻ ۾ پئي آيا. هوءَ چپ ڪيو گوڏن ۾ منهن وجهيو ويٺي رهي. مان ڪيس تڪيندو رهيس.

هوءِ هڪدم ملول ٿي وئي هئي.

"تون مشڪل سان پنجويهن سالن جو هوندين."

هن نگاهون پري ڪيون.

"ته ڇا ٿي پيو، مان عمر جي فرق جو قائل ناهيان."

هوءَ ڪجھ نه ڪيي. چند لمحا خاموش رهي، پوءِ مون ٿي ڳالهايو:

"اوهان کي برو لڳو؟"

هيترن لمحن ۾ هن پهريون ڀيرو مون کي غور سان ڏٺو، مون ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو.

"نه مون کي اڳ ۾ ئي اهو احساس هو ته تون ڪڏهن نه ڪڏهن ائين چئي وجهندين."

"مون غلط ته نه چيو آ."

"ته اهو صحيح به ته ناهي."

"چو ناهي؟ مان توکان عمر ۾ ننڍو آن ته ڇا ٿيو؟" وقت هيءَ هڪدم الائي کهڙو ٻُل ڪاڙو هو، جو هوءَ توهان مان تون ٿي وئي هئي. "ڏس مان توسان محبتون ٿو ڪيان، صاف....... ڇٽيون، مون کي عمر جو تفاوت قبول آ. مان واعدو ٿو ڪيان، ڪڏهن به توکي عمر جو اهو طعنو نه ڏيندس."

"محبتون ڪنڙ، طعني ڏيڻ جي فن کان ناواقف هوندا آهن مهدي."

هن پهريون ڀيرو منهنجو نالو ورتو. هوءَ ڇا هئي ڇا ڪيي رهي هئي، مون کي ڪوبه ته احساس ڪونه هو.

”مان تو لاءِ بيڪار آن ڇا؟“

”ڪوبہ انسان بيڪار نہ هوندو آ، بلڪل ان بند واچ وانگر، جيڪا ۲۴ ڪلاڪن ۾ ٻہ دفعا صحيح وقت ڏيندي آ.“ هن هڪ قول ورجايو.

”تو کي مون سان محبت آ.“

مون ٿاٽ ڪاڏو، ڇڻ ڇهين درجي جو شاگرد هجان، جواب ڏيڻ لاءِ آتو. هوءَ مون کي تڪيندي رهي.

”گهر جا اڱڻ، مهمانن جي اچڻ ساڻ پرجي ويندا هن، پوءِ جي هو هليا وڃن تہ گهر پرايو لڳندو آ، هوندو تہ پنهنجو آ نہ.“

دل ڇيمر ڇوانس: جملو جيڏو وڏو هوندو آ، دماغ اوترو ئي ننڍو ٿي ويندو آ، ان کي سمجهندي.

”مان توسان محبت نہ ٿي ڪري سگهان.“

”ڇو نہ؟“ مون لفظن کي ڌڪي ٻاهر ڪڍيو.

”مان ان لائق ناهيان.“ هوءَ ڳيت ڏيڻ لڳي.

”محبت ڪو سي- ايس ايس جو امتحان ڪونهي جنهن لاءِ گرئجويٽ هجڻ ضروري هجي.“

هي ڇا پئي ڳالهاير. ڇا ڇوٽو هئم. اسان ٻئي هڪٻئي کي ڏسڻ لڳاسين، هوائون وڌنديون ويون، دل جي واريءَ واري پٽ تي ٺهيل گهر پرڻ لڳا.

”تون مون کي پهرين ئي ڏاڍو سٺو لڳو هئين ۽ تو لاءِ ڇيل اهي جملا مون کي تو ڏي گهلي آيا.“

مون هاٿي ڇپ سڀي ڇڏيا هٿا.

”ڏس، توکي ڇا ڇوان؟“ هن وارن کي هٿن ۾ پڪوڙيو.

”ڇئي ڏي سڀ ڪجهہ.“ منهنجا ڇپ ائين ڪلڻ لڳا، جيئن ٽاڪا ڪين ڇيريندا هجن.

”توکي ان ڏينهن ياور مون لاءِ ڇيو هو نہ تہ مان ڪريٽ آهيان.“ مان واٽڙو ٿي ويم.

”مون اهو ٻڌي ورتو هو.“ هن مرڪيو، ”۽ هُو هوبہ تہ سچو نہ.“

”ڇا؟“ مان ڇا ڪڇان ها، ان ڪان سواءِ.

”منهنجو ماضي صحيح ناهي، مان ماضيءَ ۾ ڪنهن سان افيئر ۾ هئم.“

”اهو ماضي هو، مان توسان مستقبل لاءِ ڳالهہ ڪئي آ.“

”حياتيءَ جا حصا، وٽن جا ڏار نہ هوندا آهن، جو ڪپي ڇڏجن. ڇو تہ تون پاڻ تان ماٺهو ڪلائين مهدي.“ هوءَ مرڪي اٿي.

”ڇا هو جيڪڏهن تون مون سان شادي ڪرين؟“

"ان ڳالھ جي خبر تنهنجي گھر ۾ ڪنهن ڪنهن کي آ."
"ڪنهن کي به نه."
"پوءِ پهرين انهن سان ته ڳالهاءِ."
"مان توسان پهرين ڳالهائڻ ٿو گھران."
"تون گھر وارن سان ڳالهاءِ ته سهي پوءِ مون کان پڇجانءِ."
"تون پنهنجي ماضي تي خائف نه ٿي، ڪجھه به هجي، مان ان کي Consider نه ڪندم."

مون ڏٺو، هوءَ آتشدان جي نڪتل رڪ تي اگرن سورڻ واري ڪاٺيءَ سان منهنجو نالو لکي رهي هئي.

۽ پوءِ ٻئي ڏينهن تي، مان اجا گھر وارن سان ڳالهايو به ڪونه هو ته هن جو فون اچي ويو:

"مان اڄ رات ٽرين ۾ ڪاڏي وڃان پئي، مون کي اسٽيشن تي ڇڏڻ نه ايندين."

"ڪاڏي ٿي وڃين؟"
"تون اڄ ته ٻڌايانءِ!"

مان الائي ڪيئن گاڏي ڪاهي، هن وٽ پهتم. هن جي ڊرائنگ روم جو حال عجيب هو. پريان به بئگ ۽ بستر بند ٻڌل پيا هئا. هڪ ڪنڊ ۾ هوءَ ويٺل هئي، سندس اکيون بند هيون ۽ ڳل آلا هئا. ڪمري ۾ هلڪي آواز ۾ ٽيپ هلي رهيو هو. مان ڪيس تڪيندو رهيم.

مون چپ پڪوڙي ڇڏيا. الائي ڪيئن هن هٿ وڌائي، ٽيپ بند ڪري، ڳل اگھيا.

"ڪاڏي ٿي وڃين؟"
منهنجي نڙي سڙڻ لڳي.
"الائي" هن گوڏي تي پيل هٿ وڃايو.
"هي ويٺي ويٺي ڇا ٿي ويئي؟"
"مان توسان شادي نه ٿي ڪري سگھان مهدي."
"پر ڇو؟"

مان صوفي تي ڪري پيم. هوءَ چري آ ڇا. ڪيڏي مهل ڪهڙي ڳالھه تي ڪري ڪيڏي مهل ڪهڙي. الائي ڪيئن هوءَ مون ڏي ڏسندي رهي. ٻاهر ۾ پيل ڪانيون ٽڙڪڻ لڳيون. ڪيس پيل ڳاڙهي شال سندس منهن تي ڳاڙهو شيڊ وجهڻ لڳي. هوءَ هڪدم ڪا اپسرا ٿي وئي هئي.

"مون نوڪريءَ تان استعيفا ڏني آ."
"پر ڇو؟"
"پاڻ ڪالهه هڪڙي ڳالهه ڪئي هئي، مان توکي ڇا چوان."
"ڪهڙي ڳالهه؟" مان واٺڙو ٿي ويم، هوءَ توکي به اڄ ڇريو ڪندي الائي ڇا مهدي.
"مون سان گڏ اچ."
هوءَ مون کي عاشيءَ جي بيڊ روم ۾ وٺي آئي.
"هن کي ان ڏينهن ڪار وٺي ڏني، تو اهو ٿي چيو هو نه ته ننڍن ٻارن جو ڪم ٿي ضد ڪرڻ هوندو آ."
مون ڪنڌ ها ۾ لوڏي، ننڍڙيءَ ڏانهن نهاريو، هوءَ ننڊ پئي هئي، گهور ستل.
"ته منهنجي اندر جي ننڍڙي به روئي ٿي ته توکي نه ڇڏيان."
"پوءِ مون کي ڇڏ ته ان کي پرچايان."
"نه ته."
هوءَ هڪدم وحشي ٿي وئي. وار وکرجي ويس. اتي ئي پٽ تي گلم تي ويهي، هن سڏڪندي مون ڏي ڏٺو.
"ياور، مون لاءِ توکي صحيح چيو هو اياز، مان ماضيءَ ۾ هڪ ماڻهوءَ سان محبت ڪئي هئي، پاڪ، ڇٽي بلڪل توجهڙي. پوءِ الائي ڪيئن مان ان سان Bodily involved ٿي ويم، الائي ڪيئن اهو سڀ ٿي ويو. هيءَ منهنجي ڪزن جي ڌيءَ ناهي، منهنجي ڌيءَ آ، ان غلطيءَ جي سزا آ. مان سڄي دنيا کي ان ڳالهه کان بي خبر رکيو، توکي ڪيئن رکان ها. تون ئي ٻڌاءِ، مان توسان گڏ هلندي، هن کي پنهنجي ڌيءَ ڪيئن ٿي چئي سگهان؟ تون هن لاءِ مون کي ڇڏ. مان محبتون ماري ويندم، ممتا نه ماري سگهندم."
مون ڪجهه نه ڪڇيو، شنيل جو ڪمبل پري ڪري، عاشيءَ جي وارن کي چمي، ڪشف جي ڳلن کي هلڪو ڇهيم. هي فيصلن جو لمحو هو. هڪ جملي جو.
مون الائي ڪيئن ڪڇيو، "جاڻان ٿو مان، منهنجي خاندان کان مان الڳ ٿي نه سگهندم ۽ هنن ۾ اها جرئت ڪانهي جو توکي ان سودو قبول ڪن. تون مان ملياسين ته پوءِ تون هن کي رڳو آپي ٿي ملنديءَ پوءِ هيءَ ماءُ ڪٿان آڻيندي؟"
ته اياز مهدي، تون شهر جو ڪَڇو لتاڙي، خوبصورت علائقي ۾ گهڙيو هئين نه، اتي ته ڪجهه به ناهي، ان کان ته ڪَڇو چڱو آ. ڇڏ گاڏيءَ کي ته اهو لتاڙي محبتن جو شهر هونئين به ته ٻڙي ميل هوندو نه، پوءِ ڪٿي گهڙ يا ڇڏ.

# ٽانڊا

هن ٻانهن کي مٿي ڪري پنهنجي ڪڇ وٽان سويٽر جا گهنج ٺاهيا. اندران پاتل ان سويٽر مٿان ڪيس خاڪي رنگ جي اڌ ٻانهن واري بوشرٽ پيل آ. هن سويٽر جي ٻانهن ٺيڪ ڪري بوشرٽ جي ٻانهن کي هيٺ ڏانهن ڇڪيو. جنهن مهل هن ٻانهن مٿي ڪئي هئي ته بوشرٽ سندس ڍري سوٽ مان نڪري، سندس چيلهه ۽ پيٽ کي ٻاهر جهاتيون پائڻ لاءِ ڇڏيو هو. بوشرٽ جو هيٺيون بٽڻ ڍرو ۽ اهو سويٽر دامن وٽان ڪجهه ويڪرو هو. هن سوٽ ۾ سويٽر ۽ شرٽ وڌي ۽ مطمئن انداز سان، ڊرائيور جي پرسان ٽانڪيءَ تي ويهي رهيو. ٽانڪيءَ تي ويٺي سندس وجود جهاڪن جو شڪار هو. ڊرائيور کي به شايد ڪا ڪاوڙ هئي. سندس کيسي ۾ پيل ريزگاري، جهاڪن سان ڇڻڪڻ لڳي. هن کيسي ۾ پيل رومال ويڪرو ڪري ڪليل ڄڄهه کي پريو. کيسي کي ٺاهيندي، هن ٽيڏي اک سان پويان نهاريو، اتي ويٺل اهو نوجوان اڃا به اڀرو تي لڳو، حالانڪ بس، ڪافي تکي هلي رهي هئي، پر هن کي شايد پهچڻ جي اڃا به ڪا وڏيڪ جلدي هئي. ڪيس هن نوجوان جون اکيون ڏاڍيون عجيب لڳيون هيون. ڪيس شايد پهرين سٽ ۾ ئي اهو لڳو هو ته جڻ سندس جواني ارڏاين سميت موٽي آئي هجي.

بس ۾ الاهي رش هئي، الاهي سارا ماڻهو بيٺا هئا. روشن هاڻي اڃا ڀاڙو وٺي بس ڪئي هئي. اڄ ته ڏينهن ئي اهڙو هو. هڪ ته هفتي جي آخر، ٻيو تهوار به مٿان هو، ڪيس ڪافي ڪمائي ٿي هئي. ڪيس ياد آيو، پوين سيٽن کان جڏهن هن ڀاڙو وٺڻ شروع ڪيو هو ته پويان هڪ ڇوڪري چار ٽڪيٽون وٺي، هڪ ٻاڻ ڏانهن ۽ ٽن ٻين همراهن ڏانهن اشارو ڪيو هو. روشنَ انهن ٽن وٽ پهتو ته ڪيس ڏيان مان ڳالهه لهي وئي، ڪانئن ڀاڙي وٺڻ لاءِ هٿ وڌايائين ته هڪ همراهه ٺوڪ طور ڏانهنس ڏسي مرڪيو.

"ڊبل ڪندين ڇا؟"

روشن سڄي ڳالهه سمجهي ويو هو، بس ڪري رسمي طور، معذرتي انداز ۾ مرڪي اڳيان نڪري آيو هو ۽ هينئر، ان کان پوءِ سڄي بس کان ڀاڙو وٺندي

سندس ذهن ۾ اهي نظرون لهي تي آيون. حالانڪ اها هن لاءِ ڪا نئين ڳالهہ ڪانہ هئي، پر ان ڇوڪر جون اکيون الائي رک ۾ پيل بہ ٽانڊا هئا.......

"ٽيم گهڻو ٿيو آ؟" خميسو ڊرائيور ڪانئس پڇي ٿو. هو ڇرڪي ٿو پئي.

"سوا نو."

هوش ۾ اچڻ تي کيس محسوس ٿو ٿئي، بس اڌ فاصلو لتاڙي آئي هئي. هو خميسي ڏانهن غور سان ٿو نهاري سوچي ٿو "هڪ تہ هن بہ تنگ ڪيو آ، پلا جي هر هر نہ بيهاري تہ ڇا ٿي پوندس. ڪهڙو قهر مٿان ڪرندس. پر مان هي سوچان چو پيو. هي جو روڪي ٿو تہ اسان ٻنهي جو پلو آ، سواري چڙهي ٿي تہ ڪمائي بہ تہ اسان لاءِ ٿي آ نہ. پر جي هر هر نہ بيهي تہ منهن ڪَچا، وات ڳاڙها ڇورا ائين گوڙ ڪن.... چو ڪندا......"

ڇوڪرن تي کيس الائي ڇو سويل وارو واقعو ٿو ياد اچي. هڪ هنڌ ريٽي ريٽي واري سواري الاهي بيٺل هئي. خميسي بس بيهاري تہ ڪافي دير لڳي وئي هيس ۽ هلڻ ۾ دير ٿي تہ پويان ويٺلن مان ان ڇوڪري رڙ ڪئي:

"اڙي او براتي، او ڪنڊيڪٽر، هٽ سڪل ٿئي ڇا، جو ڊبل لاءِ ڏڪ نہ ٿو هڻين."

۽ اتي ئي ان جي پر واري زور سان چيو:

"ادا، سڪل نہ ٿس، ڏسين نہ پيو ڪرايو ڊبل جو گهري پيو. هاڻي ڊبل ڪرايو وٺي، يا بس ڊبل ڪري."

روشن اهو جملو ٻڌي ڄڻ ٻري پيو هو. هن ظاهر تہ لنوائي ڇڏيو هو، پر سندس اندر ڏکڻ لڳو هو. پوءِ بس هلڻ کان پوءِ هن پاڙو وٺي اچي ان ٽانڪيءَ تي پٽال ماري هئي. سندس عادت ۾ هو تہ هو هميشہ پاڙو وٺي در وجي وسائيندو هو. اڄ ڄڻ سندس اندر ۾ ڪا هورا ڪورا هئي.

"هي ڇوڪرو ڪيڏو نہ ارڏو آ، ڪيئن نہ ڇت- ڪتائيءَ سان ڳالهائي ٿو..... پر نہ، هن عمر ۾ شايد هرڪو اهڙو ٿي هوندو آ، مان ڇا گهٽ هوندو هئس."

کيس ياد آيو، هڪ دفعي، هن هڪ ڪنڊيڪٽر کي دير ڪرڻ تي دبڙات پٽيو هو، ۽ پٽڻ کان پوءِ پنهنجي گهر تي لهي کيس سوچ آئي هئي، هو ڪنڊيڪٽر ڪيئن نہ منهنجا اچليل اگر، مات ڪري جهڻي، پاسي کان رکندو ويو هو. شايد مجبور هو، پر ڪهڙي مجبوري هئس، مون کي وراڻيءَ ۾ ڇڙٻي بہ سگهيو ٿي....

۽ تنهن کان سواءِ مون لهڻ مهل بہ کيس چنيو هو، تہ ان مهل بہ هن مرڪي معذرت ڪئي هئي. ڇا هي ايترائي مجبور هوندا آهن.......

"پوئتي وڃ، ڦاٽڪ تو اچي."

خميسو شايد هن جي حالتِ زار کان واقف هو. روشن هڪ دفعو وري ڇرڪي ٿو پوي. سندس اکين ۾ جڻ رنگ موٽن ٿا. ڦاٽڪ هاڻي هڪ بہ منٽ جي فاصلي تي هو. روشن ٽانڪيءَ تان اٿي، ماڻهن کان پاسو وٺندو گيٽ تي هليو ٿو اچي. انهن هيترن ماڻهن جي وچ مان لنگهندي بہ کيس جڻ ان ڇوڪري جي نظرن جي تپش گرمائي رهي هئي.

"هي ڇو ٿو اٿين ڏسي، مان ڪو هن جو ڪاوان ٿو ڇا. اڄ نہ مون سان هن ٺڻ ٺڻ ڪئي، تہ مان بہ ڏهہ ٻڌائيندوسانس. نوڪري ٿا ڪيون تہ سرڪار جي، ڪو هنن جا بلا ڳهير آهيون ڇا. اهي ٻيا ڪنڊيڪٽر هوندا جي سهي ويا هوندا. پر جي تون هن کي هڪ بہ جملو ڇٽي وجهين ۽ هو بہ ڪو هٽ پير ڪٽي وجهي تہ...... تہ ڇا، پوءِ ڏنو ويندو، يا هو زور يا مان....... ۽ پوءِ جي انڪوائري ٿئي ۽ تون لهي وڃين......"

پر اهو سڀ مان سوچان ڇا پيو...... ڇو اٿين سوچڻ لڳو آن، هو ذهن جهٽڪي ٿو. خميسي بس ڦاٽڪ تي بيهاري آ، ماڻهو لهن پيا، روشن کيسي مان ٽوڪن ڪڍي، ٽڪيٽن جا نمبر ڏسي، ان تي تعداد ٿو لکي، اڄ شايد هوش جاءِ تي ناهنس، خميسو، در تي نهاري ٿو، روشن هيٺ بيٺو ٿو لکي، بس هلڻ ۾ لمحن جي دير تي ٿئي، پريان ڇوڪر ہوڪ ٿا ڪن:

"هلي هلي."

بس جي باڊي وڄي ٿي. روشن، سٽ ڏئي چڙهي ٿو. خميسو کيس سامهون واري آئيني ۾ ٿو نهاري. روشن در کان ٻاهر ٿو ڏسي.

"اڳي مون بہ اٿين ئي ان در تي بيٺل ڪنڊيڪٽر کي لتاڙيو هو ۽ پوءِ هن کيٺن نہ مرڪي چيو هو، "ڇا ڪيون بابل، انسان آهيون، سڄو ڏينهن ٿا وهون، غلطي تہ ٿي ٿي وڃي."

۽ ان کان پوءِ هن کيٺن نہ مرڪي ڊرائيور کي ڊبل چيو هو، حالانڪ هو بہ شايد سندس اشارو ڏسي لهي اچي ها. گيڏي هو..... نہ نہ مجبور هوندو پر کهڙي مجبوري. پر نہ...... اڄ تہ مان بہ عزتِ نفس ظاهر ڪندم. هن جي چخ چخ ڪئي تہ مان بہ الله جي ڏني مان الاهي ٻڌائيندومانس. مان ڪو ان جهڙو آن

ڇا؟"

بس مختلف اسٽاپن تي بيهي ٿي. ماڻهو لهندا چڙهندا ٿا رهن. روشن ٽيڏي اک سان ڏسي ٿو، هو ٻه سندس يار دوست اڃا نه لٿا آهن ۽ ان مهل ئي هو پنهنجين سيٽن تان اٿن ٿا. روشن جي دل الائي ڇو ڌڙڪي ٿي. هو سندس ويجهو اچي ٿا بيهن:

"استاد، سهڻل، آئيندي ڪرم ڪندا ڪيو اسان جي حال تي. هي سڀ ڇاڇي جا پٽ آهن اوهان جا، جو انهن کي ڪٺندي ڪٺندي اسان جي بيخ ٿا ڪڍو. هي بسون شاگردن جون آهن يا انهن جون."

هو الائي ڇا ڇا ٿو چوي، سندن اسٽاپ اچي ويو آ. پريان خميسو ڪيس آئيني ۾ ڏسندي، بس ٿو بيهاري، هن مان ٻه لهن ٿا، اهو ڇوڪرو به ڪيس ڏسندي ٿو لهي. خميسو اشاري سان هن کان پڇي ٿو ڇا ٿيو.

روشن لنوائي ٿو. ان ڇوڪري جو هڪ ساٿي هن ڏي گهوري ٿو:

"اڙي اسان توکي هون نه؟"

روشن جي منهن تي الائي ڇو مرڪ تري ٿي اچي. سندس وات مان نڪري ٿو: "ڇا ڪيون بابل، انسان هون، سچو ڏينهن ٿا وهون، غلطي ته ٿي وڃي ٿي نه، ڪمايون ڪيئن، جي انهن کي نه ڪٺون......"

هو الائي ڇا ڇا ٿا چون. روشن بس کي ڏک هٽي هلڻ لاءِ اشارو ٿو ڏئي، خميسو بس ٿو هلائي، روشن محسوس ٿو ڪري، ڄڻ سندس هٿن ۾ ڪنهن ٽانڊا رکيا هئا.

# آرزو ۽ سپنا

مون ڪنڌ مٿي ڪنيو، چوڻ چاهيم. لفظ أڪلي نہ سگهيا، مان چپ ڪري هن کي ڏسندو رهيس. دل جي ماٿري بيوفائين جي زلزلي هيٺ هئي. ناڪامين جا پٿر محبت جي چوٽيءَ تان ڪرندا، منهنجي چرئي وجود کي زخمي ڪري رهيا هئا. لفظ ٻاڦ وانگي دل مان نڪرندا گم ٿيندا رهيا، دل جي ڳالهہ زبان تائين نہ اچي سگهي. مون هن ڏانهن عجيب نظرن سان ڏٺو، هن ڪجهہ بہ نہ چيو، ڪنڌ ڪجهہ جهڪي ويس، هن جا سڏڪا وڌڻ لڳا، مون عجيب احساس محسوس ڪيو.

چيم، "مون سمجهيو هو، منهنجي محبت قلندر جي وجڻ واري ڌمال جو ڏونڪو نہ آهي، جيڪا تنهنجي دل جي پير تي پئي منهنجي محبت جو وجندڙ احساس ڏياري." مون پاڻ کي روئندو محسوس ڪيو. هن ڪجهہ بہ نہ ڪڇيو. هن جي خاموشي منهنجي دل ۾ مچيل باهہ کي وڌيڪ تيز ڪري رهي هئي.

"مون کي اها خبر نہ هئي تہ تون بہ اظهار جي محتاج آهين. مون کي اها بہ خبر نہ هئي تہ ڪو ان جذبي جو اظهار ڪيو آهي. مون تہ سمجهيو هو تون محبت کي محسوس ڪري سگهندينءَ، پر نہ، تون تہ بيحس گڏي آهين ناهيد. شوڪيس جو سينگار گڏي، جيڪا پنهنجي بيجان ۽ ڪليل اکين سان هر شي کي ڏسي سگهي ٿي. ان کي ڪنهن جي دل جي حالت جي ڪهڙي خبر؟"

اکين مان آب وهائيندي چيائين، "مون کي غلط نہ سمجهہ. نوني، خدارا مون کي غلط نہ سمجهہ."

"تہ ڇا سمجهان؟" مون ڦاٽ ڪاڏو. "صحرا جي رڃ جو هڪ نادر مثال، جيڪو پري کان پنهنجي هجڻ جو احساس ڏياري، ويجهو اچڻ سان جڏهن اها خبر پوي ٿي تہ اهو ڌوکو هو تہ حياتي ڪلهن جو بار ٿيو پوي...... ۽ تون...... تون اها رڃ آهين، جنهن کان، مون کان اڳ ٿي ڪيترا ماڻهو دوکو کائي چڪا آهن."

منهنجا چپ ڏڪيا پئي، چوڻ ڪجهہ ٿي چاهيم تہ وات مان نڪتي ٻي ڳالهہ پئي.

"نه، مان دوکيباز نه آهيان." هن جي لهجي ۾ عجيب درد هو. "مون ڪنهن کي به دوکو نه ڏنو آهي."

"نه، تون ته صرف ماڊل بدلائيندي آهين،" منهنجي لهجي ۾ تلخيءَ جو زهر وڌندو ٿي ويو. "تون انهيءَ سرمائيدار وانگر آهين، جيڪو هر سال ڪارن جو ماڊل بدلائيندو آهي. فرق صرف اهو آهي ته هو ڪارن جو ماڊل بدلائيندو آهي ۽ تون هر سال دلين جا ماڊل بدلائيندي آهين. ڪڏهن منور ته ڪڏهن اصغر، ڪڏهن اسلم ته ڪڏهن مان ۽ هاڻي وري انجم."

"نه مان اهڙي نه آهيان نوني،" سڏڪندي چيائين. "خدارا مون کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪر. دلين جا ناتا ڪچن ڌاڳن وانگر نه هوندا آهن، جي هڪ سٽ ۾ ٽوڙيا وڃن."

"دليون اسفنج جي چپل جون پٽيون نه آهن، جن کي ڳنڍيو وڃي، پر جيڪڏهن دلين کي ڳنڍڻ جو ڪم ڪيو به آهي ته اهو موچڪو ڪم قدرت ڪندي آهي ناهيد. پوءِ اها ان جي مرضي ته ڪچو ڌاڳو استعمال ڪري يا پڪو." مون اندر مان باهه ڪيندي چيو.

"پر تو ته مون سان ڪڏهن به اظهار نه ڪيو." نماڻين اکين سان ڏسندي سوال ڪيائين.

"پر چا جو اظهار ڪيان ها؟ اهو ته مون کي توسان بيپناهه محبت آهي ۽ مان تو کان سواءِ مري ويندس؟ مون اهو نه سوچيو هو ته تون به ڪا ٻين وانگر اظهار جي محتاج آهين، مان توکي بي وفا ٿو سمجهان ناهيد، صرف بي وفا." مون محسوس ڪيو جڻ ڪير مون کي پچي رهيو هجي. "وقت جي ايندڙ دز تنهنجي يادن کي لٽي ڇڏيندي، پر جڏهن دل جي دنيا ۾ ڪو طوفان اٿندو ۽ اها لٽ اڏامي ويندي ته آءٌ ان يادن جي عذاب کي برداشت ڪري نه سگهندس."

"مان وڃان؟" هن سوالي نظرن سان مون ڏانهن ڏٺو.

"ساهه تي به ڪنهن جو ڪو اختيار هوندو آهي، ناهيد." مون ڏک مان چيو. "چنڊ جا تمنائي به ڪيڏا نه چريا هوندا آهن، تون وڃ، خدا ڪري تون جتي به هجين خوش هجين." مان دل جو درد سهي نه سگهيس، لڙڪ اکين مان نڪري ڳلن تي پهتا ته گرميءَ جو احساس ٿيم، مون لونڊڙين کي سڙندو محسوس ڪيو. ها..... مان روئي رهيو هوس، هڪ بيوفا لاءِ، جنهن رڳو ان ڳالهه تي ورهين جو ساٿ ٽوڙي ڇڏيو، جو مون هن سان ڪڏهن به محبت جو اظهار ڪليءَ طرح نه

ڪيو هو.

مون کيسي مان رومال ڪڍيو ۽ ڳوڙها اگهيا. هي رومال به ته ناهيد ڏنو، اوهه، مان شايد انهن ننڍين ننڍين ڳالهين کي برداشت ڪري نه سگهان. هن جي ياد ته منهنجي زندگيءَ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موجود هوندي، مان ان کان ڀڄي ڪيڏانهن ويندس. مري وڃان؟ پر منهنجي مري وڃڻ سان هن کي ڪهڙو نقصان پهچندو. پر مان هن کي نقصان پهچائڻ جو ڇو ٿو سوچان!؟

هوءَ آرٽس فيڪلٽيءَ جي ڪنڊ وٽ روڊ تي پهچي چڪي هئي، مان فيڪلٽيءَ جي پٺيءَ وٽ بيٺي هن کي ويندو ڏسي رهيو هوس. روڊ تي پهچي هن مون تي آخري نظر وڌي. ڏسڻ سان روئي ڏنائين. ڳوڙها رئي سان اگهي هوءَ فيڪلٽيءَ جي منهن ڏانهن هلي وئي. مان پنڌين پاسي کان پٿرن تي هلڻ لڳس، اڄ ته ڄڻ هي پٿر به زمين مان نڪريو مون کي پنهنجي موجودگيءَ جو احساس ڏياري رهيا هئا.

مان ان رستن تي ناهيد سان گڏ ڪيترا ئي ڀيرا لنگهي چڪو آهيان، پر هينئر جڏهن مان هتان لنگهي رهيو آهيان ته عجيب قسم جو احساس ٿو ٿيم. دل کي ڄڻ ته ڪير ٻنهي هٿن ۾ جڪڙي، مهٽي رهيو هجي. مان ڀريل اکين سان لاهي تان هيٺ لهان ٿو.

اکيون وسڻ لاءِ آتيون آهن. پر، پر مان ڇو رئان؟ هڪ بيوفا لاءِ رئان جيڪا انجم سان شادي ڪري خوش آهي، جنهن سان مون ٽي سال گذاريا ۽ جيڪا وک وک تي مون سان گڏ هئي، پر نه ڏوهه منهنجو هو، مون به ته ٽن سالن جي عرصي ۾ ڪڏهن هن سان کلي اظهار نه ڪيو هو، پر اظهار جي ضرورت ڪهڙي هئي؟ هوءَ مون سان هر هنڌ گڏ هئي ۽ ڇا هن منهنجي رويئي مان ڪونه ڄاتو! اندر جو اظهار اکين وسيلي ٿيندو آهي، ڇا هن اکين جو پيغام به نه سمجهيو هو. هن ٽن سالن جي ساٿ کي فقط چرچو سمجهيو. مان ايترو ڇو ٿو سوچيان، مان سوچي چريو نه ٿي پوان.

”نه، هي حياتي آهي نوني، ڪو ٽيليويزن جو سنڌي ڊرامو ڪونهي، جو ماڻهو سوچي سوچي چريو ٿي پوي. توکي ڪجهه به ڪونه ٿيندو.“ اندر مان ڄڻ آواز ايندو هجي.

مان سوچ دوران لاشعوري طور تي سگريٽ دکائي پيئڻ لڳو هوس، هينئر جڏهن آڱر جي سڙڻ جو احساس ٿيم ته ڄاتم ته مان سگريٽ پي رهيو هوس. مان

سگريٽ جو ٽوٽو اڇلائي ٿو ڇڏيان.

ويران رستي کان لنگهندي جبل جو اهو ٽڪر سامهون اچي ٿو وڃي. اهو ئي جبل، جنهن تي ناهيد کي سهارو ڏئي چڙهيو هئم ۽ هن کي يونيورسٽيءَ جي باري ۾ ٻڌايو هئم، ”هوءَ آرٽس فيڪلٽي اٿئي ۽ هوءَ سينٽرل لائبرري. هوءَ پريان سنڌ يونيورسٽي ڪالوني ۽ هو علامہ آءِ. آءِ قاضي جو مقبرو ۽ هن پاسي هو جتوئي پويلين.“ مون اشاري سان هن کي ٻڌايو پئي. مٿي جبل تي هوا ڏاڍي هئي، هن جو گلابي رئو هر هر اُڏامي ٿي ويو. مان رئي کي سنڀالي سنڀالي ٽڪجي پيو هوس ۽ هن هر هر پئي کليو.

”ٻڌائين نہ ٿو، پر اهو سگريٽ تہ پري ڪر. دونهون سڌو نڪ ۾ ٿو گهڙندو وڃي.“

هن ڪجهہ بيزاريءَ سان چيو هو. مون کلي ڏنو هو- هن چڙهندي چيو: ”اصلي ڪونہ ٿو وٺين ائين. تون ايترا سگريٽ چو پيئندو آهين.“

”چري، زندگي بہ هڪڙي قسم جو سگريٽ اٿئي. جنهن جي فلٽر ٽِپ ان جي پيئڻ جو رستو آهي، پوءِ اها سيني جي مرضي آهي ڪو ڪيئن پئي ڪو ڪيئن. ماضي وارو يعني گذريل حصو اٿئي سگريٽ جو سڙيل پاسو ۽ باقي بچيل حصو مستقبل آهي ۽ جنهن هنڌ تان اهو سڙي ٿو اهو حال آهي.“

”توبهہ تون تہ بور ٿو ڪرين، انجنيئرنگ اهڙو Tough سبجيڪٽ تہ نہ آهي، جو ماڻهو عام زندگيءَ ۾ بہ ڊائلاگ ڳالهائيندو رهي.“ هن هلڪي ٽوڪ هنئين. مون ڪجهہ نہ چيو صرف کلي ڏنم.

مان هلندي هلندي جبل کان ڪافي پري نڪري اچان ٿو. گهڻو اڳ جڏهن مان هن سان مليو هئس تہ اسلم مون کي خبردار ڪيو هو: ”نوني، خدارا هن سان ناتو نہ ڳنڍ، هيءَ ساٿ نہ نڀائيندي، دوکو ڏيندي، ڪجهہ سوچ نوني، ڪٿي اوستائين نہ پهچي وڃين جتان موٽڻ مشڪل ٿي پوئي.“

مون هن جي سامهون تہ ڪجهہ ڪونہ چيو، باقي پوءِ خوب کليو هوس. ”واهہ واهہ، ڇا پيو چوي بيوقوف...... ڪيس تہ لفٽ نہ ملي، پر جيڪڏهن مون کي ملي ٿي تہ سڙي ٿو. ناهيد اهڙي نہ آهي. هو ڪوڙ ڳالهائيندو هوندو.“

مون ڳالهہ لنوائي ڇڏي هئي ۽ پوءِ مان ناهيد سان گهرو ٿيندو ويس. ٻيا منهنجي مٿان کلندا هئا، پر مون کي ڪنهن جي بہ پرواهہ نہ هوندي هئي. مون کي هن جي طبيعت بيحد وڻندي هئي. اسان ٽي سال گڏ رهياسين، مان هن جي ڪري

ڳوٺ ڪونہ ويندو هوس. هوءَ بہ پنهنجن مائٽن وٽ ڪڏهن ڪڏهن ويندي هئي. نہ تہ هوءَ بہ هاسٽل ۾ هوندي هئي ۽ مان بہ. اسان جون هاسٽلون ڪجهہ پنڌ پري تہ هيون پر روز ٿي ملندا هئاسين.

خميس تي جڏهن مان هن کي هاسٽل تي ڇڏي پنهنجي روم تي آيس. تہ منهنجي روم ميٽ وٽ هڪ تار پئي هئي. "نوني، بابا جي طبيعت سخت خراب آهي، جلد پهچ." اها تار ادا ڪئي هئي. مان بيحد پريشان ٿي ويس. تڙتڪڙ ۾ سامان ٻڌم. ناهيد جي هاسٽل تي ويس تہ خبر پئي هوءَ اڌ ڪلاڪ اڳ ساهيڙين سان ڪاڏي نڪري وئي هئي. مون هن جي نالي خط لکيو. جنهن ۾ وڃڻ بابت لکيم ۽ ڳوٺ هليو ويس.

بابا جي طبيعت سخت خراب هئي. هن کي سخت سور هو. ادا علاج سهڻي نموني ڪرايو. شهر مان ڊاڪٽر آيا. جن بابا جو علاج ڪيو ۽ مهيني سوا کان پوءِ بابا جي طبيعت ڪجهہ ٺيڪ ٿي.اسان جي ٻيءُ اولاد کي سوچڻ سمجهڻ جي پوري اختياري ڏني آهي ۽ پاڻ بہ هر فيصلو ادا ۽ مون کان پڇي ڪندو آهي. دنيا ۾ آهيون بہ اسان بہ ڀائر، ڪابہ ڀيڻ نہ اٿئون.

هڪ شام بابا مون کي سڏايو.

"امجد پٽ، مان سوچيان ٿو تہ تون بہ وڏو ٿي ويو آهين. تنهنجي بہ شادي ٿيڻ گهرجي، هاڻي جيڪا تنهنجي مرضي؟"

"بابا....." مون ڪجهہ ڪيہائيندي چيو، "مان شادي ڪندس ضرور پر........"

"ڇٺ پٽ، ڇٺ تہ پنهنجي پسند سان ڪندس." مشڪندي چيائين: "مان ۽ تنهنجي ماءُ تہ اڳ ۾ ئي اهو فيصلو ڪري ويٺا آهيون تہ جتي تون چوندين، اتي ئي تنهنجي شادي ڪنداسين. اسد جي بہ تہ هن جي مرضيءَ سان ڪئي هئم." بابا ادا جو حوالو ڏيندي چيو. سچ پچ هوندن بہ اٿين بابا هر شيءِ ۾ منهنجي ۽ ادا جي پوري پوري پسند جو خيال ڪندو آهي.

مون اٿين محسوس ڪيو ڄڻ مون کي هفت اقليم جي دولت ملي وئي هجي. مون کي سڀ کان وڏو ڊپ بابا مان ئي هو تہ هو مون کي ناهيد سان شادي ڪرڻ نہ ڏيندو. پر نہ، هن تہ منهنجي سيني سوچن کي بي بنياد ثابت ڪيو. مون بابا کي چيو: "بابا، مان شهر مان ٻئي ڀيري اچي توهان کي اطلاع ڪندس تہ جيئن توهان رشتو گهرڻ وڃو."

مون سوچيو هو تہ شهر وڃي جڏهن مان ناهيد کي ان ڳالهہ جو اطلاع ڪندس تہ هوءِ ڪيترو نہ خوش ٿيندي. مان بيحد خوش هوس. ان شام جو ئي امان ۽ بابا کان موڪلائي شهر هليو آيس. امان مون کي حيرت مان پٺي ڏٺو تہ ويٺي ويٺي هن کي ڇا ٿي ويو. جيپ تي چڙهڻ مهل هن چيو: "نوني، خط ضرور لکجانءِ ۽ هاڻ، جلد لکجاءِ تہ جيئن مان رشتو گهرڻ، اسد ۽ ان جي زال سميت اچان."

"ها امان." مون تڙ تڪڙ ۾ چيو.

"۽ ها، شهر ۾ خط لکڻ کان پوءِ ڪنهن جڳهہ جو انتظام ڪجانءِ. انهيءَ هاسٽل ۾ ڪو اسان رهنداسين ڇا....."

ادا ڪلي مون ڏانهن ڏٺو هو ۽ ڊرائيور جيپ اسٽارٽ ڪئي.

مان سڄي واٽ سپنا ڏسندو آيس. پوءِ هيئن ٿيندو پوءِ هونئن ٿيندو. روم تي پهتس تہ روم ميٽ اسلم ڪونہ هو شايد ٻاهر ويل هو. مون سوچيو تہ وهنجي سهنجي پوءِ ٻاهر نڪران. واءُ سواءُ لهان تہ ان ڏيڍ مهيني ۾ ڇا وهيو واپريو. مان وهنجي وارن کي ڦٽي ڏئي رهيو هوس تہ اسلم ڪمري ۾ داخل ٿيو.

"تہ چٽبو اچي وئين، ڪامريڊ." هن ڪجهہ منجهيل نموني سان چيو.

"ها." مون هن ڏانهن حيرت سان ڏٺو. هو وسائيل وسائيل پٺي لڳو.

"پر تون ائين چو پيو لڳين. خوش تہ آهين نہ؟ طبيعت تہ ٺيڪ اٿيئي نہ؟" مون هن کان ڪيترائي لاڳيتا سوال پڇيا.

"ها." هن ٿڪي مرڪ مرڪي. "ها، مان بلڪل خوش آهيان."

مون کي حيرت ٿي تہ هن مون کان اهو بہ ڪونہ پڇيو تہ مان اهو ڏيڍ مهينو ڪٿي هئس. ڪهڙا حال هئم.

مون هن کان پڇيو، "ڪا ڳالهہ آهي اسلم؟"

"نہ نہ، ڪهڙي ڳالهہ هوندي، سڀ ٺيڪ آهي. ڏي خبر تون ڪيئن آهي؟" هو ڪجهہ فڪرمند پئي لڳو. مان ڏاڍو حيران ٿيس. هن کي آخر ٿي ڇا ويو آهي. هي تہ هر وقت "خوش مزاج" مشهور آهي، پوءِ اڄ ڇا ٿيو اٿس! ڇا ناهيد کي تہ ڪجهہ ڪونہ ٿي ويو آهي. اسلم آخر چپ چو آهي. مان ڏاڍو پريشان ٿيس. اسلم کي ڪلهن مان ڌونڌاڙيندي چيم، "تون ٻڌائين چو نہ ٿو اسلم ڳالهہ ڇا ٿي آهي؟"

هن جي چهري تي ويتر ڏک ڦهلجي ويو، اکين ۾ پاڻي پرجي آيس. منهن ٻئي پاسي ڦيرائي چيائين:

"تنهنجي ناهيد جي شادي ٿي وئي."

"ڇا؟" ڪنهن بم جي ڪلپ ڪڍي جڏهن ان کي اڇلايو وڃي ته اهو ذرا ذرا ٿي ويندو آهي. مون به پاڻ کي ذرا ذرا محسوس ڪيو. ائين محسوس ٿيم ڄڻ ڪنهن مٿان ڪيرايو هجيم. پر ڪجهه به نه ٿيو. مان بلڪل ٺيڪ هوس، فقط دل ذرا ذرا ٿي وئي هئي. مان پاڻ کي جهلي نه سگهيس. اسلم کان پڇيم، "ڪٿي؟، ڪڏهن؟ ڪيئن؟ ڪنهن سان؟" مون کي اعتبار نه پئي آيو.

"مان فقط ايترو ٿو ڄاڻان ته هن جي شادي اڪرم سان ٿي آهي، اهو جيڪو هن جو مائٽ هو. او هُو ترڊ ايئر وارو ڪارو ڇوڪرو."

مون سيني ۾ سور جي هڪ ايرنڊڙ سٽ محسوس ڪئي. پاڻ مايوسيءَ جي سمنڊ ۾ ٻڏندو محسوس ڪيم. اها ناهيد، جيڪا ڏيڍ مهينو اڳ مون سان گڏ هئي، اڄ پرائي آهي. هوءَ ڪنهن ٻئي جي آهي. اهو احساس ڪيترو نه اذيتناڪ آهي. پر هن دنيا ۾ نه چاهڻ جي باوجود به ڪن ڳالهين کي منهن ڏيڻو ئي پوندو آهي.

ٻئي ڏينهن مون آرٽس فيڪلٽيءَ ۾ هن کي ڏٺو، هوءَ اڳ کان بيحد سهڻي ٿي وئي هئي، نڪ ۾ ڦلي پئي هئس. هن مون کي ڏٺو ۽ ڦڪو ڦڪو مرڪندي ڪنڌ ڦيري ڇڏيو. مون محسوس ڪيو ڄڻ هوءَ بيرخيءَ جو اظهار ڪندي هجي. مون هن جي ساهيڙيءَ آصفا کي سڏيو.

"ادي منهنجو هڪڙو ڪم ڪجو،" ڏکندڙ دل سان چيم. "ناهيد کي چئو ته شام جو پنجين وڳي مون سان آرٽس فيڪلٽيءَ جي پٺيءَ وٽ ملي."

"ها ادا، چوندي مانس." هن چيو ۽ هلي وئي.

مان ناهيد کي پاڻ به چئي پئي سگهيس، پر مون سوچيو هوءَ الائي مون سان ڳالهائي الائي نه. مون شام جو هن جو انتظار پئي ڪيو. مون کي پڪ هئي ته هوءَ ڪونه ايندي، پر هوءَ آئي ۽ جيڪي مون کي چيائين تنهن منهنجي اميدن جو قلعو ڊاهي پٽ ڪري ڇڏيو.

حياتي ٿوهر جي ڪنڊي جيان سخت محسوس پئي ٿئي، مان هلان پيو. سوچيندي سوچيندي هاسٽل تائين پهچي چڪو آهيان. مون در کوليو، اندر گهڙي بلب ٻاريم ۽ ٽيبل تي اچي ويٺس، مون پيڊ جو پنو ڪنيو ۽ لکيم:

"امان–

مون شادي نه ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي."

حياتيءَ جي گاڏي تيز ٿيندي آهي، بيحد تکي. انهيءَ گاڏيءَ کي ڪوبہ پنهنجي مرضيءَ سان هلائي سگهندو آهي ۽ نہ وري روڪي ئي سگهندو آهي. انهيءَ واقعي کي چار سال ٿي ويا. مون ڪاليج ڇڏي ڏنو. امان گهڻو ئي پڇيو تہ شادي ڇو نہ ٿو ڪرين، مون ڪوبہ جواب نہ ڏنو. ڇا چوان ها. اهو تہ انسان جڏهن ڪجهہ وڃائي ويهندو آهي تہ هن ۾ ڪجهہ بہ حاصل ڪرڻ جي سوچ نہ هوندي آهي. هو ڪنهن شي کي حاصل ڪندي بہ ڪيٻائيندو آهي تہ متان ان کي وڃائي نہ ويهي.

هڪ ڏينهن نذير جي شاديءَ جو ڪارڊ مليو. هو منهنجو بيحد گهرو دوست آهي. هو ۽ اڪرم ٻئي ڪلاسي هئا، مون کي نہ چاهيندي بہ وڃڻو پيو ۽ هو ڇريو منهنجي اچڻ سان ڏاڍو خوش ٿيو.

"سنو ٿيو ڪامريڊ جو اچي وئين، آهين تون سنجيده ماڻهو، مون کي ڊپ هو تہ تون ڪونہ ايندين."

حالانڪ هو ڪاليج ۾ مون کان هڪ درجو Senior هو پر تڏهن بہ اسان گهاٽا دوست هئاسين ۽ آهيون.

"نہ نہ، اهڙي تہ ڪا ڳالهہ نہ آهي." مون چيو.

"ادا تو کان ڪو ڪم ڪونہ ڪرائيندا سين. رڳو ڪم جي نگراني ڪجانءِ." هن کلندي چيو.

"فڪر نہ ڪر يار، جيئن چوندين تيئن ڪندس." مون چيو.

هن جي شاديءَ ۾ مان بيحد مصروف هوس. ڪم مان جان ئي نہ پئي ڇٽي. ڪجهہ مهمان سمهڻ لاءِ ٿي ويا. انهن مون کي چيو تہ اندران ڪمبل ڪڍي اچان. مان اندر ڪمبل ڪڍڻ ويس. اندر پني ڪيو ڪا عورت ويٺي هئي. مون کنگهيو تہ جيئن مون کي جڳهہ ڏئي. هن ڪنڌ ورائي ڏٺو. هوءَ ناهيد هئي. جهڪي ڪوپ مان شيشيءَ ۾ ڪير لاهي رهي هئي. هوءَ شاديءَ کان پوءِ ڏاڍي سهڻي ٿي وئي هئي. هڪڙو ٻار پاسي کان ويٺي سندس چولي جي ڪنڊن کي چڪي رهيو هو. شايد ڪير لاءِ ضد ڪري رهيو هو.

منهنجي وات مان نڪتو، "تون!"

هن مون کان پڇيو، "ڪيئن آهين نوني؟"

"ٺيڪ آهيان،" ورائيم. "تون ڪيئن آهين؟" پڇيم.

"بس، زندگيءَ جا ڏينهن پئي گهاريان." هن ورائيو.

"ڏينهن تہ فقط مايوس گهاريندا آهن، مسز اڪرم!" مون ٺٺولي ڪندي چيو، "باأميدن لاءِ زندگي مصيبت نہ پر عيش ۽ آرام هوندي آهي، هو ڏينهن گهاريندا نہ آهن، پر زندگيءَ کي Injoy ڪندا آهن."

"تو ٺوڪ ڪرڻ جي عادت نہ ڇڏي آهي." هن ڪنڌ هيٺ ڪندي چيو.

"ورهيہ اڳ مون هڪ ڇوڪريءَ سان محبت ڪئي هئي. مون هن سان جيئري جاڳندي ڳالهايو هو ۽ هاڻي هن جي موت کان پوءِ هن جي تصور سان ڳالهائيندو آهيان. هو جيئري آهي، پر منهنجي لاءِ مري چڪي آهي. مان ڪنهن سان ازل کان وٺي ابد تائين محبت ڪرڻ جي عادت ڪڏهن نہ سکهيو آهيان. ٺوڪ ڪرڻ جي عادت ڪيئن ڪڏهن سگهندس." مون وڏيڪ تلخ ٿيندي چيو.

"نوني، تون ورهين جي جدائيءَ کانپوءِ بہ ڪونہ بدليو آهين، اهوئي ساڳيو بي نياز ۽ ٺوڪن ڪرڻ وارو نوني." هن ڪجهہ ڏڪارو ٿيندي چيو. "۽ مون ٻڌو آهي تہ تو شادي بہ نہ ڪئي آهي."

"ڪنهن سان ڪيان،" مون هن کي ڏسندي چيو. "جنهن سان ڪرڻ گهريم سا پرائي ٿي وئي. مان ڪنهن سان بہ شادي نہ ٿو ڪري سگهان، ناهيد.... مون ۾ وڌيڪ بيوفائين سهڻ جي طاقت نہ آهي. مان تنهنجي بيوفائيءَ کان پوءِ ڪنهن ٻئي جي بيوفائي برداشت ڪري نہ سگهندس."

"مان بيوفا نہ آهيان." هوءَ روئڻهارڪي ٿي وئي، ڪير بوتل ۾ لاهيندي هن جا هٿ ڏڪي رهيا هئا.

"نہ، مون کي ڇڏي اڪرم سان شادي ڪرڻ وفا جو مظاهرو هو. ڇا اها بيوفائي نہ هئي؟" مون ٽتل لوهہ تي وڌيڪ زور سان ڌڪ هڻڻ چاهيو.

"مون بيوفائي نہ ڪئي هئي." هن روئي ڏنو. "مان مجبور ڪئي وئي هئس. تنهنجي وڃڻ کانپوءِ هڪ ڏينهن ادا هاسٽل اچي مون کي وٺي ويو. گهر ويس تہ امان مون کي چيو تہ: اڪرم منهنجي مائٽي گهري آهي. امان منهنجي ساهيڙين وانگر هئي. مون هن سان تنهنجي باري ۾ ڳالهايو، امان جڏهن بابا سان ان معاملي تي ڳالهايو تہ هو ڪاوڙجي پيو. ائين ڪڏهن ٿيو آهي ڇا، ڇوڪرو ٻروچ ۽ اسين پٺاڻ، اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي. اهو ڪڏهن ڪونہ ٿيندو اڪرم ماءُ، ناهيد کي چيو تہ اسان ڪڏهن بہ خاندان کان ٻاهر شادي نہ ڪئي آهي. هيئنر ڪيئن منهن ڪارو ڪنداسين. برادري ڇا چوندي. مون ناهيد کي پڙهايو تہ ان جو مطلب اهو تہ نہ آهي تہ هوءَ ڇڙواڳ ٿي پنهنجي پسند جا وَرَ ڳوليندي وتي. ائين ڪڏهن بہ نہ ٿو

تي سگهي.چٿينس تہ اڪرم پنهنجي خاندان جو ڇوڪرو آهي. مون هن جي پيءُ کي زبان ڏني آهي ۽ ناهيد جي شادي هاڻي اڪرم سان ٿي ٿيندي." مون روئي ڏنو. امان منهنجي ڏک ۾ تہ شريڪ هئي، پر هوءَ بہ ڪجھ ڪري نہ سگهي. سڀ تياريون ٿي ويون. نڪاح مهل بہ تون مون کي ياد هئين نوني. مون سوچيو صحيح نہ ڪريان- پر دير ڪرڻ سان امان روئي ڏنو. "پٽڙا، اسان جي عزت تنهنجي هٿ ۾ آهي. ٻچا صحيح ڪر، اسان کي برادريءَ ۾ لڄارو نہ ڪر." مان امان کي روئندو ڏسي نہ سگهيس ۽ صحيح ڪري پرائي ٿي ويس. پر مون کي پنهنجي محبت جو قسم نوني، تون منهنجي پهرين ۽ آخري محبت آهين." هن سڏڪي سڏڪي پنهنجي ڳالھ پوري ڪئي.

"تنهنجي پهرين ۽ آخري محبت تہ ڪٿي مان ٿي هجان، پر هو منور، اصغر ۽ اسلم ڪهڙي مرض جي دوا هئا." اندر ۾ باھ پئي لڳي، هونهن، مون سان ڪوڙ ٿي ڪري. مون کي پرڇائي ٿي.

"تون ايڏو شڪي تہ نہ ٿي. تو مون کي ڪڏهن ڪنهن سان گڏ ڏٺو. هو جي پاڻ ڇريا هوندا تہ منهنجو ڪهڙو ڏوھ. پر هاڻي وقت انهن ڳالهين جو نہ آهي. توکي ماضي وسارڻ گهرجي. جيئن مون هن جي ڪري سڀ ڪجھ وساري ڇڏيو آ." هن نننڍڙي کي ٻانهن کان جهليو.

مون پنهنجي اندر ۾ ڪنهن شيءِ کي رجندي محسوس ڪيو. ائين لڳو ڄڻ تيز بارش سندس پٺ جهڙي وجود تي پيل مٽي کي هٽائي ڪيس ڌوئي اجرو ڪري ڇڏيو هجي. هن جي ڳالھ هئي بہ تہ سچي، مان ٻروچ هئم، هوءَ پٺاڻ. پلا اسان وٽ ذات کان ٻاهر بہ ڪو هٿ ويو.

"ناهيد،" چيم. "برادريءَ ۽ ذاتين جي جنڱلي رسمن ڪيترين دلين کي جدا ڪري ڇڏيو آهي، جن مان پاڻ بہ هڪ آهيون، اسان تہ انهن جو شڪار ٿياسين، پر مون کي يقين آهي تہ ايندڙ نسل انهن رسمن کي ختم ڪندو ۽ ضرور ڪندو."

معصوم ٻار چپ ڪري اسان جي ڳالهين کي ٻڌو پئي، ڪير جي ضد کي ڇڏي مون کي حيرت مان ڏسي رهيو هو.

"هي ڪير آهي ناهيد" مون پڇيو.

"منهنجو پٽ آهي عاصم. عاصم پٽ چاچا کي سلام ڪر." هن نننڍڙي کي چيو.

نننڍڙي سلام ڪري مون سان هٿ ملايو. مون هن کي ڪڇ ۾ ڪنيو ۽ هن

جي پيشانيءَ تي مٺي ڏني. ڪيسي مان ڏهه رپيا ڪڍي عاصم جي ڪيسي ۾ وڌم.
"اهو ڇا ٿو ڪرين نوني." ناهيد چيو.
"ڪجهه به نه آهي ناهيد،" مون چيو. "مان سڄي عمر توکي نه ڪجهه ڏئي سگهيس پر عاصم کي نه ڪجهه ڏئي سگهان ٿو. مون سان هڪڙو وعدو ڪر."
"چئو."
"تون پنهنجي اولاد کي انهن ريتن رسمن جو شڪار ٿيڻ نه ڏجانءِ. متان پنهنجي پٽ کي به مون وانگر ڪنهن ناهيد کان جدا ڪرين. خدا ڪري تون جتي به هجين خوش هجي."
مون ننڍڙي کي ڳل تي چمي ڏني. هن جون اکيون چمڪيون پئي. ناهيد روئي ڏنو.
"قسمت پاڻ کي جدا ڪري ڇڏيو آهي ناهيد، ايتريقدر جو آءُ تنهنجا ڳوڙها به نه ٿو اگهي سگهان. چري روءُ نه. هاڻي پنهنجي گهر کي وسائڻ جي ڪوشش ڪجانءِ." مون چيو ۽ هن ڏانهن آخري نظرن سان ڏٺم. هن جي نيڻن ۾ لڙڪ هئا. منهنجي اکين ۾ به ڳوڙها پرجي آيا، مون هن کان لڪائڻ لاءِ ڪنڌ ڦيري ڇڏيو ۽ ٻاهر اچي روئي ڏنم.
اڄ مان هن کي پنهنجي مرضيءَ سان پرائو ڪري آيو هوس. نڙيءَ ۾ ڄڻ هڪ گولو ڦاسي پيو هجي.
مون سوچيو: "مان پلي ڏڪارو هجان، خدا ڪري هوءَ جتي به هجي خوش هجي. شال سدا سهاڳڻ رهي."
مان وڌيڪ اتي رهي نه سگهيس. نذير کي ٻڌايم ته گهران تار آئي آهي ته ضروري ڪم آهي موٽي اچ، سو مان وڃان پيو. هن مون کي ڊاڍو روڪيو پر هليو آيس.
اسٽيشن تي پهتس ته گاڏيءَ جي اچڻ ۾ ڪجهه دير هئي. رات جو وقت، مان چانهه جي اسٽال تي آيس، چانهه پيئڻ دوران رڪارڊنگ پئي وڳي. هڪڙو رڪارڊ ماسٽر چندر جو وڳو.
قسمت ڪئي جدائي ڪنهن تي ميار ناهي،
خير ڇا به ٿي پوي ته به ٽٽو پيار ناهي.
"ناهيد، زماني جي هر هڪ ادا مون کي تنهنجي ياد ڏياريندي، پر ڪا ڳالهه ناهي. ڪجهه گذري آهي، ڪجهه گذري ويندي." اکين مان پاڻي وهي آيم. مون سوچيو ۽ کلي ڏنم، ٺڪي ڪل.
پنهنجن هٿن سان پنهنجي پياري شي ڏيئي ۽ خدا حافظ چئي به مان رنس پئي، مون کوپ رکي رومال ڪڍيو ۽ ڳوڙها اگهي ڇڏيم.

# تو سنگ تو بن ڏينهڙا

نمنا.... نم جانان!

اڄ حيران آهيان، تنهنجو نالو چپن تي ڪيئن آيو اٿم. ۽ آيو بہ آ تہ ان وقت جڏهن منهنجي مٿي ۾ چانديءَ جي تارن جي جهرمر رڙيون ڪري ٻڌائي پئي تہ زورد علي، وقت ڪنهن تيز مانجهي جيان، تنهنجن هٿن مان نڪري، توکي رتورت ڪري محبتن جي لغڙ کي توکان تمام پري ڪٽي ويو آهي. جڏهن بہ ڪنهن کي وڏي ڏور گهرج ۾ هوندي آ ۽ جڏهن مانجهو ۽ ڪچو ڌاڳو پاڻ ۾ ملائي ڇڏبو آ، تہ مانجهي جي نڪرڻ کان پوءِ انسان ڪچي ڌاڳي کي جهلي ڪيئن نہ پاڻ کي بي وس محسوس ڪندو آ.

۽ مان زورد علي، پنهنجي ڪاليج جو بيحد سمارٽ ۽ ڊئشنگ ڇوڪرو، اڄ ائين ئي ڪچي ڌاڳي کي جهلي، الائي ڪيترو پري نڪري آيو آهيان. تو سنگ گذاريل پل منهنجي ڌاڳي سان ٻڌل لغڙ آهن. يادگيرين جا عذاب ورچڻ تي هوندا آهن تہ لغڙ کي ڇڪ ڏئي هيٺ لاهيندو آهيان ۽ جڏهن سورن کي سهي نہ سگهندو آن تہ ڍر ڏئي ڇڏيندو آن.

هي محبتون بہ ڪيتريون نہ عجيب هونديون آهن نمنا. اسين محبتن ڪرڻ کان پهرين مڪمل هوندا آهيون، ڪلي سگهندا آهيون، ميوزڪ گهٽ آواز ۾ ٻڌي ٻئي جي ڳالهہ بہ آرام سان ٻڌي سگهندا آهيون ۽ پوءِ جڏهن محبتون ڪري وڃائڻ کان پوءِ نہ ڪل ايندي آ نہ وجود مڪمل رهندو آ تہ اسين ڪيترن دوستن هوندي بہ ڀرپور آواز ۾ ميوزڪ ٻڌندا آهيون، ۽ جڏهن ڪو، ڪا ڳالهہ ڇوندو آ تہ آواز گهٽ ڪرڻو پوندو آ ۽ ڳالهائيندڙ الائي ڇا محسوس ڪندو آ.

محبتون مرادن کي دل ۾ جڳهہ ڏينديون آهن، انسان گلن مان خوشبو ۽ هوائن مان پاڻهہ ڀريل ست محسوس ڪندو آ. ڇهائن جو ست، ڪنوارن جسمن ۽ ٻرندڙ حياتين جو ست، ۽ دل انهن مرادن کي مينديءَ جيان رچائي وڏي ويندي آ. انسان پاڻ، پاڻ کي هماليہ جي مٿان ڀائيندو آ. پوءِ الائي ڪيئن اها خوشبو گلن کي ڇڏي ويندي آ. اهو ست ڏپ ڪري ويندو آ ۽ انسان هيڪل وياڪل ٿي

ڪنهن اوپري جيان پنهنجي پاڻ کي ڏسي ڪلندو آ. ۽ نمنا، اهائي ڪيفيت هوندي آ دل مان مرادن جي نڪرڻ جي. جڏهن اسان جو اندر مرادون مائڻ کان انڪار ڪندو آ تہ اسين اتاولا ٿي پوندا آهيون.

۽ اڄ، ٽيهارو ورهين کان پوءِ، جڏهن چنڊ رات آ، ٻاهر هرڪو عيد لاءِ خوش آ ۽ هينئر جڏهن ڪنهن هنڌ سيون چڙهيون هونديون، ڪنهن سيرو رڌو هوندو ۽ رڪابيءَ ۾ جڏهن ڪن چوڙين پريل هٿن، ڪن مضبوط هٿن کي اهو سيرو يا سيون کائڻ لاءِ ڏنيون هونديون تہ منهنجي وطن ۾ هر هنڌ هٻڪار پکڙي هوندي. مضبوط هٿن سيري جي پليٽ جهلڻ کان سواءِ ئي نازڪ هٿن کي جهلي ورتو هوندو. رڪابيءَ ۾ پيل سيرو ترڪڻ تي هوندو، ڪنهن جي اچڻ جو آواز ٻڌي، چوڙين ڇٽڪيو هوندو.

"ڇڏ نہ، الائي ڪير اچي ٿو."

"نہ، پهرين چنڊ مبارڪ تہ ڏي نہ." هٿن مضبوطيءَ سان چوڙيلين لاءِ چاهہ ڪيا هوندا.

"مبارڪ هجئي."

"تو کي بہ"

۽ پوءِ گهڙيءَ پل لاءِ نيڻن جوت جڳائي هوندي لمحن جي سوڪڻ جي ڪا خبر ئي نہ پئي هوندي ۽.....

اڙي پر مان بہ ڪهڙو نہ چريو آهيان. ٽيهارو ورهين ۾ منهنجي ديس ۾ ڪيتريون نہ تبديليون آيون هونديون. مان بہ ڪهڙا نہ عجيب تذڪرا پيو ڪيان، پر نمنا، حرمان نصيبن جا تذڪرا بہ تہ اهڙا ئي هوندا آهن نہ، ڇا اٿ چٽيل.

هتي، سئٽزرلئنڊ ۾، منهنجو خوبصورت ترين گهر، اهڙو تہ ٺهيل ٺڪيل آ جڻ ڪنهن ميوزيم جو ڪو ڪمرو. جيڪا شيءِ جتي سا تتي پئي هوندي آ. ڪير ڪٿي، ڪير هٽ لائي؟ منهنجو پٽ محسن، پنهنجن دوستن مارڪ ۽ ڊيوندرا سان ٻاهر ويل آ، منهنجي ڌيءَ آسيا کي شادي ڪئي بہ مهينا ٿي ويا آهن. بيو ڪوئي بہ تہ ڪونهيم ۽ اڄ جڏهن آسيا جي شاديءَ کانپوءِ اها پهرين عيد رات آ تہ مون پنهنجن ۾ ڪنهن شيءِ کي اتڪيل پاتيو آ. منهنجين اکين ۾ تون اٽڪي پئي آهين نمنا، لڙڪن جي صورت ۾. اهي لڙڪ مان تنهنجي محبت جي رومال سان اگهي ڇڏيندم، پر اگهڻ کان پهرين مان پنهنجين اکين کي ڏنڌلو ڏسڻ ٿو گهران.

"ٻڌ."

تو ڏي ڏنو هوم، هٿن ڪي پيالو ٺاهي، منهن رکي، مون ڏي ڏسي رهي هئينءَ. سڌ ڪيومانءِ تہ جواب ۾ مرڪ منهن تي آئي هيئي.

"هونهن."

"هي سنيپ تہ ڏس!" مون ايرڪسن اينڊ ڪمپنيءَ جو ڪئلينڊر توکي ڏيکاريو هو.

"چو، ڪا خاص ڳالھ اٿس ڇا؟" تو پيالو ٽوڙي منهن کي اڳتي ڪندي پڇيو هو.

"ڏس تہ سهي." مون ٻانهن کان ڇڪيو هومانءِ.

"اڇا"

تون ڪئلنڊر تي جهڪي آئي هئينءَ. ان تي هڪ گهر جو فوٽو هو. خوبصورت ترين گهر، ٽڪرين ۾ گهيريل، اڇي رنگ جو، جنهن جي ڇت ۽ بالڪنيون ڪاٺ جون هيون ۽ بالڪنين ۾ گل لڳل هئا. ٻاهران نظر ايندڙ درين جي شيشن پٺيان آف وائيٽ رنگ جا پردا لڳل هئا. گهر ٻاهران لان ۾ هڪ ڪاٺ جي بئنچ پيل هئي. لان ۾ پيلا پيلا گل هئا ۽ هڪ طرف پينگهو بہ لڳل هو.

"خوبصورت آ." تو غور سان ڏسندي چيو هو.

"اهو منهنجو آئيڊيل گهر آ. جڏهن مان توکي ساڻ ڪري سئٽزر لئينڊ هلندم نہ، تہ نمنا منهنجو وعدو آ، پاڻ اهڙي ئي گهر ۾ رهنداسين."

"چريو آهين ڇا!"

"نہ، مون اهو فوٽو الائي ڪڏهن کان سنڀالي رکيو آ، رڳو توکي ڏيکارڻ لاءِ. جڏهن تون انهن درين جا پردا سرڪائي پنهنجن ٻارن کي سڏيندينءَ ۽ سپوز وڏي هوندي جڏهن هو پرڏيهي ويندا تہ پوءِ تون مون کي لان مان اندر گهرائيندين تہ حياتي ڪيڏي نہ عجيب لڳندي جانان!" مان صفا جذباتي ٿي ويو هئس.

"اڙي هائي نهيو. بلڪل پيسيمسٽ آهين. اهو بہ تہ ٿي سگهي ٿو تہ تون ڪنهن ٻيءَ سان شادي ڪري، پنهنجي اولاد کي پرڻائي، پوءِ ان ئي پردي کي ڇڪي، ان سان پنهنجا ڳوڙها اگهين ۽ مون کي ياد ڪري وايون ڳائيندو وتين: توکي ياد ڪري او نمنا، اکڙيون پرجي آيون."

"نہ پليز" مون رڙ ڪئي هئي، "اڄ چنڊ رات آ، چوندا آهن ان رات ڪانہ ڪا گهڙي قبوليت جي هوندي آ. اهڙي وائي تہ واتان نہ ڪڍ. ڪهڙي خبر هيءَ ئي اها گهڙي هجي."

۽ تو، ماٺ ڪري ڪنڌ جهڪائي، منهنجن وارن کي چميو هو. اهو تنهنجي معافي وٺڻ جو مخصوص انداز هو.

۽ جانان، اڄ اهائي ڳالهه آ، اهوئي گهر آ پر تو بن.

هتي اهي ئي آف وائيٽ پردا آهن. اهوئي عمارتي نقشو آ. پر ناهين ته تون ۽ سوچيان پيو، هيءَ جاءِ آهي گهر ته ڪونهي. ماڻهو ڏينهن ۾ ڪنهن جاءِ کي گهر ڪري وٺندا آهن. مان ورهين ۾ به گهر کي گهر ڪري ڪونه سگهيو آهيان.

هونئن ڏس نه ڪيڏو عجيب رشتو آ چاهتن جو به! اول اول جڏهن انسان ها ڪندو آ، ڪنهن ساڻ هلڻ جي، يا ڪو ٻيو پنهنجي وجود سان گڏ وڪون کڻندو محسوس ٿيندو آ ته پوءِ سڀ رستا ڄڻ ايوبيا يا نتيا گليءَ جا هجن، ڊگها، سهڻا، ٻنهي پاسي وڻن سان ڀريل ۽ هيڪلا. چاڪاڻ ته چاهت انسان کي سيڪاريندي ئي هيڪلائيءَ جو سفر آ نه! پوءِ جيڪڏهن هلندي هلندي اوچتو اهو رستو ٻواٽو ٿي وڃي ۽ مجبوريون انسان کي الڳ رستي تي هلائين ته ڪيڏو نه شديد احساس ٿيندو آ ڦرجڻ جو!

۽ مان زورد علي، جڏهن پنهنجي محبتن جي ايوبيا جا سڀ رستا تو سنگ لتاڙي، ان اوچتي ٻواٽي تي توکان الڳ ٿي، هتي اچي پهتو آن، ته خبر ٿئي مون وٽ ڇا آ؟ تون، تنهنجو هرڪو احساس، ۽ تنهنجا اقرار ۽ محبتون.

ڪرڻن جي ڪنهن پر، تنهنجو هٿ جهلي چيو هئم، "اڄ، توکي تنهنجي باري ۾ ڪجهه ٻڌايان."

ان مهل رڳو ڪزن هئاسين. محبتون هيون ته به اندر ۾ دٻيل، ڪنهن پاندراري ۾ پيل سڪن جيان. ڄڻ ڇڻ جي ڇڻڪار سان ڀُر، پر ٻاهران نظر اچڻ کان معذور.

تو آهستگيءَ سان هٿ ڇڏائي چيو هو، "نه، مان انهن ڳالهين تي اعتبار نه ڪندي آن."

"ڇو؟"

"بس، الائي ڇو نه."

۽ ان مهل مون سوچيو هو، زورڙ، هن سامهون جهڪ نه. هن جي وجود جي پاندراري کي پنهنجي محبتن جي سڪن سان ڀرجڻ ڏي. انتظار ڪر ته ڪو تنگيءَ جو پل اچي، پاندارو پچي ۽ سڪا ڇڻ ڇڻ ڪندا نڪري اچن.

پوءِ ڪيتريون ئي رتون گذري ويون، هڪ ٻئي سان گڏ هلندي، لائيف شيئر ڪندي. نه تون ئي ڪجهه ڪچندي هئينءَ ۽ نه وري آئون.

۽ هڪ ڀيري عيد جي ٻئي ڏينهن، گهر وارن چيو، "اڄ ڏسون ٿا زوروءَ جي نجومت، ڪيستائين ٿي هلي."

پوءِ مون ننڍڙي ڪوٺيءَ ۾ ويهي واري واري سان هٿ ڏسڻ شروع ڪيا هئا. در تي دادا ٻه ٻه رپيا في بندو وٺي رهيو هو.

۽ ان مهل ئي جڏهن نجما آپا جي وڃڻ ڪانپوءِ مون "نيڪسٽ" جو نعرو هنيو هو ته تون اندر آئي هئينءَ. سامهون ڪرسيءَ تي ويهي، شرارت سان مون ڏي ڏسندي تو هٿ ڊگهيريو هو.

"فرمايو سائين، ڇا آهي منهنجي هٿ ۾؟"

"ساري، مان تنهنجو هٿ ڏسي نه ٿو سگهان." مون صاف انڪار ڪيو.

"ڇو؟"

"بس الائي ڇونه." مون تنهنجو ئي چيل جملو ورجايو هو. تنهنجي منهن تي پهرين ته الائي ڪيترا اداسيءَ جا رنگ آيا هئا. پوءِ آخري جملو ٻڌي تو مرڪيو هو.

"بدلو ٿو وٺين؟"

"نه." مون انڪار ڪيو هو.

"ته پوءِ ڏس نه!" تو ليلايو هو.

"نه."

۽ ان مهل ئي دادا کي مون رڙ ڪري چيو هو،

"دادا، مان نمنا جو هٿ نه ڏسندم."

"اڙي ائين نه ڪجانءِ. ان لاءِ منهنجي سخت سفارش آ. خبر ٿئي هن ته پنج رپيا ڏنا آهن، هٿ ڏيکارڻ."

۽ مون مڙي تو ڏانهن ڏٺو هو. تو رئي کي وات ۾ پڪوڙي، شرارتن سان کلي ڪنڌ جهٽڪيو هو.

"پڇي سگهان ٿو، ڪهڙي خوشيءَ ۾ توهان کي هٿ ڏيکارڻ جي ريجهه ڪئي آ، جڏهن ته توهان کي اها ڳالهه پسند به ناهي؟"

"توهان رڳو هٿ ڏسو نجومي صاحب، پئسو مليو جان ڇٽي. هاڻي پنهنجو ڪم ڪريو."

تو وري رئو وات ۾ وڌو هو، جڻ کل روڪيندي هجين ۽ مون ڪاٻو هٿ جهلي توکي ٻڌائڻ شروع ڪيو هو. پهرين تنهنجي کل گم ٿي ۽ پوءِ جڻ سڄو

وجود ئي الائي ڪيئن تي ويو هيئي. تو رڳو ها پئي ڪئي. نہ ڪري بہ نہ پئي سگهين،. منهنجو علم ۽ منهنجي سٺڪالاجي ڪنهن ڪنهن کي نہ پڪڙي سگهي هئي نہ تہ هرڪو ڪليل ڪتاب جيان هو.

تنهنجي منهن ڏانهن ڏسندي چيو هئم: "تون اقرار ۾ اڱرائي ڪرڻ نہ ٿي گهرين. ائين نہ؟ ۽ جنهن سان تون محبتون ٿي ڪرين، ان جهڙي انسان کي ان ڳالهہ جي ڪا خبر ئي ڪانهي. آهي نہ؟"

تو هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو هو ۽ ان مهل الائي ڪيئن جڻ ڪنهن ڪو پاندارو منهنجي ڪنن پر وڄايو هجي.

ڪجهہ ڪن رکي پڇيو هو مان، "هڪ ڳالهہ چوان، مائيندءِ تہ نہ ڪندينءَ؟"

"نہ." تو منهنجي منهن ۾ ڏٺو هو.

۽ ان مهل الائي ڪيئن ذات جي سيني اعتمادن کي ڳڌي توکان پڇيم:
"Do you love me?"

هڪدم الائي ڇا ٿي ويو هو. تنهنجو هٿ اڻ- لکو ڏکيو هو. رئي جو پلاند هٿ تي ويڙهيندي، تو ڪن لاءِ سوچي چيو هو، "Yes."
"From how much time?"
"I don't know"
"Approx?"

تو ڪن وري سوچيو هو ۽ پوءِ ناڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو هيئي.
"I really don't know".

اهي چار جملا، اهو مغرب کان پوءِ سج گم ٿيڻ مهل اوندهہ جو اثر ۽ اهو رئي جو پلاند ۽ آگر، منهنجي حياتيءَ جو موهہ آهن. مون وٽ بيو آهي ئي ڇا؟

ڪڏهن ڪڏهن سوچيندو آهيان، تنهنجي ساٿ بابت تہ ڪيڏو نہ عجيب لڳندو آ! اهو وقت جيڪو توسان گڏ حياتيءَ جي مالها ۾ پويو هئم ۽ بي فڪرا پل اسان جي هٿن مان ترڪندا هليا ويا. ساهہ سيباڻين گهڙين ۾ بہ اسان ڏکن ۽ سورن جي سٽن کي منهن ڏنا. گڏ هوندا هئاسين تہ بہ جداين جي احساسن سميت جڻ ڪنهن بور سئنيما ۾ انسان ڪنهن من پسند فلم ڏسڻ لاءِ بائوندءِ هجي.

"اڄ چنڊ ڏسون."

رات جي راڻيءَ جي پريان اوندهہ ۾ تنهنجو هٿ جهلي، توکي گهليندي اندر وٺي آيو هئم. بنگ مان دوربيني ڪڍي تنهنجي ڳچيءَ ۾ پارائي هئم.

"هان اچي وٽ. هائي ڏس چنڊ."

تو پنهنجي مخصوص مرڪ سان مون ڏي ڏٺو هو،

"زوريءَ ڏيکاريندين ڇا؟"

"ها، نه ته گهر وارا ڪو هن مهل پاڻ کي اڪيلائيءَ ۾ ملڻ ڏيندا ڇا، اهوئي ٿي هڪ بهانو آ."

ڇوڻ لاءِ ته ڇٽي ويم پر هڪدم ڦڪو ٿي ويو هئم. تون الائي ڇا سمجهين ته توسان اڪيلائيءَ ۾ اوندهه ۾ ڇو تو ملڻ گهران. تو ڏي ڏٺم ته تنهنجي منهن تي ڪوبه تاثر ڪونه هو.

ٻانهن ڪان جهلي ٻاهر پڌر ۾ وٺي آيو هيومانءِ. پريان مما نماز پڙهندي پڇيو هو، "زورؤ، ڇو تو نمنا کي تنگ ڪرين- هاڻي وري ڇا سجهيو اٿئي."

"ڪجهه نه مام، مان ته نه، هن نموري کي ئي چنڊ ڏسڻ جو شوق ٿيو آ. پڇوس ڪٿي."

۽ تو هڪدم ڏکي امان ڏانهن ڏٺو هو، مون ڏي ڏٺئي ته ڪنڌ ڦيري ڇڏيو هئم.

عجيب انداز سان الائي ڪيئن جملو اچاريو هيئي:

"ها مما، مون ئي چنڊ ڏسڻ پئي چاهيو، هن مهل ڪجهه وڏو آ نه!" تو هڪدم جملو ڇٽي مون ڏانهن ڏٺو هو. امان نماز پڙهڻ ۾ وري لڳي وئي هئي ۽ مون توکي ٻاهر پٽ جي پريان ويهاريو هو. تنهنجو رنگ ڪجهه دير لاءِ الائي ڪيئن ٿي ويو هو. منهن ۾ ڏسندي ڇيو هومانءِ، "ٿئنڪ يو."

تو ڪجهه نه ڇيو هو، دوربيني اکين تي رکي ڇڏي هيئي.

۽ ان رات مون توکي ٻانهن ۾ وٺي، حياتيءَ ۾ پهريون ڀيرو ڪنهن عورت جا وار چميا هئا. اهو ڪن پل مون کي اڄ به ياد آ. تنهنجا وار، منهنجا چپ ۽ چهاءُ ۽ تنهنجو مهڪندڙ وجود. مون توکي وارن چمڻ ڪان پوءِ غور سان ڏٺو هو. تون ڪلندي ڪلندي خاموش ٿي وٺي هئينءَ. تنهنجو ڪنڌ منهنجي ڪلهي تي آهلجي پيو هو ۽ مون انهن پلن ۾ جهونگاريو هو

"Ever and ever. for ever and ever
You will be the one
That shines on me like a morning sun."

ان رات جو هڪ هڪ پل، منهنجي حياتيءَ جو ڪل سرمايو آ. هوندئن به ڪيئن نه راتين جون راتيون پاڻ گڏ ويهندا هئاسين. توکي خبر آ نمنا، تو ڪان سواءِ مون ڪنهن کي به پوري رات پاڻ سان گڏ گذارڻ لاءِ نه ڏني آ. پلي مون کي تند نه اچي، پلي ڪمپني ڪهڙي به سٺي ڇو نه هجي، مان وڏ ۾ وڏ ٽين تائين ڪنهن

سان گڏ ويهندو آهيان. سچي رات تہ تنهنجو حق آ، ڪنهن ٻئي کي ڪيئن ڏيان؟
۽ ان رات چنڊ ڏسڻ جي بهاني ڪيتري دير ٿي وينا هياسين. گهر وارا آيا، ٻہ منٽ ويهي هليا ٻئي ويا. ڪوبہ آيو ٻئي تہ دوربيني تنهنجين اکين تي پئي آئي، تو ان سان چنڊ جي غارن تي پئي ڳالهايو ۽ پريان مون اٿين ٿي ڏاڪڻ تي ويني پئي اليهر جا پنَ پٽيا. ان رات تہ سڀ جڻ چنڊ جي ڪڍ پئجي ويا هئا ۽ جيڏي مهل اڪيلايون پئي مليون تہ ڪيئن نہ مون دوربيني تنهنجي اکين تان لاهي پئي چڏي.
:"چنڊ تہ ڏسڻ ڏي نہ!" تو ڪل ڪل ۾ ڌڙڪي طور پئي چيو.
"مون کي پنهنجين اکين ۾ ڏسڻ ڏي، اڄ تہ الائي ڇو ايمان تو خراب ٿئيم."
توکي وارن ڪان جهلي پئي ورتم ۽ تو هر هر آهستگيءَ سان پاڻ کي ڇڏايو پئي.
"زورد، ايڏو جذباتي نہ ٿي، منهنجي ايڏو ويجهو نہ اچ." ۽ مان پاڻ جذبن جي تپش ڪان گهبرائجي توڪان ڪن پل لاءِ پري پئي ويم.
ڪجهہ ڪن رکي تو بند مٺ کولي مون کي سڏيو هو: "زورد، اچي وٺ"
مان ويجهو نہ آيو هئم، پريان ٿي پڇيو هئم، "ڇاهي؟"
"سوپاري ۽ سونف."
"تون کاءُ نہ!"
مون سختيءَ سان ڪنڌ ٻئي طرف ڦيري پئي ڇڏيو، ان مهل تون الائي ڇا هئينءَ– ڪو چنڊ ٽڪر، ڪو آتشين پيڪر.
"تو سواءِ کاوان؟" تو مون ڏانهن ڏسندي، ڏسي ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو هو.
"ويجهو اچڻ ڏين نہ ٿي، باقي سوپاري سونف کارائڻ لاءِ تڪڙي آهين، اٿين نہ؟"
تو ٻارن وانگر هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو هو ۽ مون کي تنهنجي انداز تي ڪل اچي وئي هئي. ويجهو اچي، تنهنجي هٿن مان ڪجهہ سوپاريون ۽ سونف کڻي، مون تنهنجي ٻئي هٿ کي تيزيءَ سان جهلي پڪوڙيو هو. تو هٿ نہ ڇڏايو هو. بس ٻئي هٿ ۾ ننڍيل سوپاريون ڦڪي، دوربينيءَ جي ڪاري راڊ تي پريسنگ ڪئي هئي ۽ ان مهل تنهنجو اهو وجود، تنهنجي اها خوشبو ۽ ان هٿ جو ڇهاءُ، اڄ بہ مون کي چنڊ جي غارن ۾ جهاتيون پائيندي محسوس ٿيندو آ.
هي محبتون هونديون بہ تہ ننڍين ننڍين سرڪن جو مجموعو آهن نہ! ڪيڏيون نہ معمولي ڳالهيون ڪيڏيون نہ خوبصورت لڳنديون آهن قربتن ۾! پوءِ

اهي معمولي لفظ ۽ ادائون سڄي عمر جي اسڪرين لاءِ جڻ سينما اسڪوپ تي ونڊيون آهن.

ڪيڏو نہ وڙهندا هئاسين بارڙن جيان! هڪ ٻئي کي هلڪا ڌڪ هڻڻ، صوفن جا ڪشن وڙهائڻ ۽ وس پڄي تہ ڀري محفل ۾ ڪو هڪ عدد جملو آهستگيءَ سان چيل پر ٽانڊن جهڙو. پوءِ جڏهن هڪ ٻئي کان سواءِ نہ سرندي هئي تہ پرچي پوندا هئاسين ائين ٿي جڻ هير گهلڻ نہ گهري خوشبوءِ کان سواءِ.

"تو وارن کي ڪلپ ڇو هنئي، کولئي ڇو ڪونہ؟"

"منهنجي مرضي، منهنجا وار آهن، تنهنجا تہ ڪونهن." تو هيٺين چپ کي ڏندن ۾ ڀڪوڙيو هو.

"تنهنجي وارن تي منهنجو ڪو حق ناهي؟" مون کي الائي ڇو جوجڪي اچي وئي هئي.

"نہ." تو مون ڏانهن ڏسندي انڪار ڪيو هو.

۽ مون ساهہ ۾ الائي ڇا هرندي محسوس ڪيو هو، مانڻ ڪري ڪنڌ ٻئي طرف ڦيري ڇڏيو هئم. الائي ڪيترا پل ائين ئي گذري ويا هئا. پوءِ تو ئي سڏيو هو. "زوردا!"

"هونهن." ڪنڌ ائين ئي هئم.

"تون ڪيڏو نہ عجيب آهين. هڪدم چڙيو پوين. ٻڌ، هي سڄو وجود ئي جڏهن تنهنجو آ تہ رڳو وارن جي لاءِ ڇو پڇيئي؟"

مون ڪنڌ ورائي تو ڏانهن ڏٺو، تنهنجين اکين ۾ هلڪو پاڻي هو، مون کي پنهنجي ناداني‌ءَ تي پشيماني هئي.

"ٻڌ جانان! اسين محبتن ڪرڻ لاءِ ها تہ ڪندا آهيون، پر پوءِ پنهنجي محبوبائن سان صحيح ڊيل ڪري ڪونہ سگهندا آهيون. مان بہ شايد ائين ئي تو ڪيان. يار اڳ ۾ ڪنهن سان عشق ڪرڻ جو تجربو ڪونهيم نہ، ان ڪري مڙئي توکي اگرو ٿو لڳان. Ok...... I'm Sorry" مون هٿ ٻڌا هئا ۽ تو هٿن کي پنهنجي هٿن ۾ جڪڙيو هو.

هونئن اسان قربتن جي هر پل کي ميڙڻ گهرندا آهيون. قربتون هونئن بہ تہ ڪنهن پرفيوم جي هڳاءُ جيان هونديون آهن نہ، ڪنهن وقت جي ڪپڙي تي لڳل، جدائي‌ءَ جي ڌوٻي‌ءَ هٿان ڌوپجڻ جون منتظر.

اسان ٻئي بہ تہ پري پري رهندا هئاسين نہ. پوءِ جڏهن ڪنهن عيد تي يا

ڪنهن ڪم ڪار جي سلسلي ۾ ملندا هئاسين ته ڪيئن نه اندر جو انسان مرڪي پوندو هو! چئن ٿي پاسي جڻ خوشبو هوندي هئي، پرپور پر هلڪي.

"اڄ موسم ڪهڙي نه خوبصورت آ!" تو سوڙ ڇڪي ويڙهيندي، ماريا کي چيو هو.

"ها، ٻاهر ڪڪر آهن زبردست سيءُ آ ۽ گهر ۾ زبردست بوريت آ. ان کان وڌيڪ ڪا خوبصورتي هوندي!" هن "ٽائيم" پڻي پڙهيو ۽ پريان هڪ ٻئي هنڌ ۾ ويڙهجندي سيڙهجندي، مون تو ڏي نهاريو هو. تنهنجا ڳل تپش ڪري الائي ڪيئن ٿي ويا هئا. تنهنجا وار وهاڻي تي پکڙيل هئا ۽ ان مهل ئي ماريا رڙ ڪئي هئي:

"ادا زورد، ڪجهه خيال ڪيو، ائين ته نه ڏسو، آخر مان به....."

هن ڳالهه ڪري کنگهيو هو ۽ مان جڻ واٽڙو ٿي ويو هئس. تو مٽن کان وهاڻو ڪڍي، ماريا کي وهائي ڪڍيو هو.

"چو پئي، ڇا پئي ڪيو مون؟" مون هن ڏانهن نهاريو.

"توهان آپا کي....." هن وري جملو ڪٽيو هو.

"ها، ڇا پئي ڪيو مون تنهنجي آپا کي؟" مون منهن جي پڪائي ڪئي هئي.

"الا، توهان ٻئي ڪيڏا نه هو آهيو، سيني جي سامهون ئي هڪٻئي کي گهوريندا وتو." هن "ٽائيم" جا پنا تيز تيز اٿلايا هئا.

"بيوقوف!" مون رسالو ڦري سندس مٿي ۾ وهائي ڪڍيو.

"نمنا ته دراصل مون کي اشارن ۾ سمجهايو پئي نه "علي بابا" جي فلائنگ ساسر ۾ پستا چانهه آندي وڃي."

ماريا کي سنيالڻ جي اها هڪ ئي ترڪيب هئي، نه ته وات ڦاٽي هئي، الائي ڇا ڇا چوي ها.

"سچي؟" هن دوڏا ڦاڙيا.

"ها، جناب."

"پوءِ اُٿو نه!" هن سوڙ ڇڪي هئي.

"پر هڪ پرابلم آ."

"ڪهڙو؟"

"پئسا ڪونهن."

"پوءِ ڏوڙ چانهه ۽ ساسر ايندي."

هن منهن سچايو هو، مون وري بازي ڦرندي ڏٺي، هڪدم ڳالهه مٽي ڪنيم:

"اڙي نہ نہ. هڪ ترڪيب بي بہ آ. آنٽيءَ کي وٺي اچ تہ تون ۽ آنٽي، مان ۽ نمنا تاس تا کيڏون، جيڪو هارائي سو بل ڀري."

"چڱو، مان آنٽي کي وٺي اچان."

هوءَ وٺڻ وئي هئي تہ مون توکي سڏيو هو: "بڌ، تنهنجو هي عشق مون کي ڪنگلو ڪري ڇڏيندو."

"مون چيومانءِ تہ علي بابا، جي آفر ڪر؟"

"نہ يار. هيئن تا ڪيون ڪٽي، تہ مان پتو تو ڦيرايان، پلي بل آنٽي ۽ ماريا ڀرين."

پوءِ تاس کيڏندي، هزار چالاڪين جي باوجود بہ اسان هارائي ويا هئاسين. پوءِ تہ آنٽي ۽ ماريا جهان ڪٽي مٽي تي ڪنيو تہ اڌ ڪلاڪ اندر بل ڀريو وڃي. تو مون ڏانهن نهاريو هو:

"اچا کيڏ."

"هاڻي چا تو تي سگهي. ڪي نيهه رپيا." مون پئسا گهريا هئا.

"مون وٽ تہ ڪونهن."

"تہ سٽ ٿي مان ڏيندم چا؟"

"نہ تہ مون آفر ڪئي هئي؟"

"يار، ڪجهه ٿي ڏي ڪٽي. ويهہ رپيا ڪن."

"ساري."

"ساري." مون تنهنجا تال ڪديا هئا. "نہ ڪيان ها اها آفر تہ اها ماريا الائي چا چا بڪي ها."

"You are not true lover. Aren't you?"

"تهيو نيڪ آ.......I am a true businessman."

ان ڏينهن مون ان بل کي ڀريندي، توڏانهن ڏٺو هو..... تو ساسر ڪائيندي ماريا کي چيو هو، "اڳي تہ ايڏي مزيدار نہ هئي. اڄ مڙئي سواد وڌي ويو اٿس."

۽ ڪجهہ ڪلاڪن کان پوءِ مون پنهنجي ڪوٽ جي کيسي ۾ ڪا شيءِ محسوس ڪئي. ڏٺم اتي نيهه رپيا رکيل هئا.

"هي پنج رپيا وٺ." مون نوٽ توڏي وڌايو.

"ڪٿان آيا؟"
"ان بل مان بچيا هئا."
"تون رکي ڇڏ."
"اڙي وٺ ڪٿي، ڪو تو کان پنان پيو ڇا؟"
"پيو نہ تہ وري......."
تو پريان اميءَ کي ايندو ڏسي، آهستي اهو جملو چئي، "مٿگ" کولي سامهون ڪيو هو، ۽ مون ان مهل ڪسڪڻ ۾ ئي عافيت ڀانئي هئي.
اهي پل هوندا بہ تہ ڪن نمبر لڳل ٽنين جيان آهن نہ! انسان ڪنهن تيزيءَ سان ويندڙ ٽرين جي مسافر جيان، اندران وينو پيو ڳڻيندو آ: ڏهہ سئو اسي، اٺ هزار هڪ ۽ الائي ڇا ڇا.
توسان گڏ هوندي، منهنجين محبتن جي ٽنين جو ڪوبہ نمبر نہ هوندو هو.
"پنهنجو هٿ تہ ڏي."
تنهنجي ساهيڙيءَ جي گهران رات جو گهر موٽندي مون اوندهہ ۾ هلندي توکي ڏنو هو. پريان روڊ تي ٻرندڙ اسٽريٽ لائٽ ڪجهہ ٻہر هئي. تو ساڄو هٿ وڌايو هو.
"هيءُ؟"
"نہ، کاٻو ڏي." مون تنهنجو کاٻو هٿ، پنهنجي ساڄي هٿ ۾ جڪڙي، توکي پنهنجي ويجهو آندو هو. تو هٿ کي هلڪو لوڏيو هو.
"ڇڏاءِ نہ. ائين ئي رهڻ ڏي."
مان ڏاڍو اُداس هئس. ان رات جي صبح تي توکي واپس وڃڻو هو. محسوس ڪيم، مان بہ ائين ئي ويس توسان تہ الائي ڪهڙي حالت هوندي. توڏي ڏٺم، تنهنجو ڪنڌ جهڪيل هو. مون سان گڏ هلندي، تنهنجو مٿو منهنجي ڪلهي کي پئي لڳو. مون ان مهل اندر جي عذابن کي لڪائڻ چاهيو هو: "نم، آسمان تي ڏس."
"ڇا ڏسان؟"
لڳم، تنهنجو لهجو ڪجهہ پريل هو. مون کان ڳالهايو نہ پئي ٿيو. زور ڪري پئي جڻ لفظ ڪڍيم.
"اتي ٽيڙو ڏس. صدين کان ائين ئي آ. هڪ هنڌ بيٺل. ان ۾ ٽي تارا آهن نہ. ساڄي پاسي وارو تون آهين ۽ کاٻي پاسي وارو مان. ۽ وچ ۾ جيڪو ستارو آ نہ

سو تنهنجو منهنجو پيار آ، ڪنهن جلد جيان، ٻن ٽلهن ورقن ۾ محبت جي وڪريل پنن کي ڳنڍيندڙ."

تو ڪجهه نه ڪڇيو هو. ماٺ ڪري ساڻ هلندي رهي هئينءَ. مون توسان ان رات بيحد ڳالهايو هو. تو ڪيڏي مهل منهنجين چرين جهڙين ڳالهين تي مرڪيو پئي ته ڪيڏي مهل اداس پئي ٿينءَ. ۽ موٽ مهل گيٽ وٽ ايندي، مون توکي ٻانهن کان جهلي بيهاريو هو.

"ترس، اندر نه هل."

"ڇو؟"

"مون کي پاڻ ڏسڻ ڏي. اندر هلندئينءَ ته وري گهر وارن وٽ ڦاسي ويندا سين."

"چڱو، ڏس مون کي."

تو ڪجهه چڙ مان چيو هو. ۽ مون محسوس ڪيو هو ته ايندڙ جدائيءَ جا احساس توکي ڏنگي رهيا آهن، ۽ تو مون کان جلدي الڳ ٿيڻ ٿي چاهيو. ان مهل مون کي ڪو احساس ڪونه هو ته گهٽيءَ ۾ ڪير تو اچي، ڪير پيو وڃي. مون توکي گيٽ پلر جي پرسان بيهاري، تنهنجي پيشانيءَ جي وچ تي، وارن شروع ٿيڻ واري جڳهه تي چميو هو. تنهنجين اکين ۾ هلڪو پاڻي هو. ۽ پوءِ گهر اچي، جڏهن رات دير تائين، سڄي گهر وارا ڪچهريءَ ۾ لڳل هئا ته مون سيني جي وچ ۾ ويهندي، توکي ڪيڏي ڪيڏي مهل ٽيڏيءَ اک سان ڏٺو ٿي. تنهنجي وجود ۾ جڻ ڪا برف تي ٿيندڙ اسڪيٽنگ ٿيندي هجي. رگڙجندڙ، ڇٽنگون ڪندڙ. ٻئي ڏينهن صبح جو مون توکي ٽرين ۾ ويهاري، دريءَ کان اچي ماريا کان پڇيو هو: "ڪوڪ هلندي."

"شوق سان." هن ڏند ٽيڙيا هئا.

"تون ڇا پيئندينءَ؟" توکان پڇيم.

"اٿپل."

امان جي مون کي خبر هئي ته پيپسي پيئندي هئي. بوتلون آندم ته ماريا اڪ بچائي هڪ اٿپل ڪٽي ورتي. پوءِ تو ۽ مون وٽ هڪ اٿپل ۽ هڪ ڪوڪ بچي هئي. ڪجهه پل رکي، ڪجهه ڍڪ پيري تو ڪوڪ مون کان ورتي هئي.

۽ جنهن مهل مون اڌ پيتل اٿپل مان ڍڪ پئي پريو ته پريان امان کي ماريا چوندي اسان ڏانهن نهاريو:

"اِمان ڪي ڪي ماڻهو هوندا آهن نه، تن جي بوتلن به هڪجهڙي چوائس هوندي آ. ان ۾ به هڪپئي کان سواءِ ڪونه سرين. هو منهنجي ساهيڙي آ نه نجما....."

هوءَ الائي ڪهڙين ڳالهين ۾ لڳي وئي هئي. ۽ مون اک بچائي تنهنجي منهن ۾ نهاريو هو ۽ تنهنجي منهن تي ان مهل الائي ڇا هو. ڪا اندلث، ڪا رنگ ريکا ۽ پوءِ مون کي خبر پئي هئي ته اها اٿيل تو ان ڪري گهرائي هئي، جو توکي خبر هئي ته مان ان کان سواءِ ڪا بي بوتل نه پيئندو آن.

هئن محبتن ۾ انسان وٽ ڪا شيءِ پنهنجي بچندي به ته ناهي نه نمر. انسان سڄو ڪنهن رنگ ۾ رڱجي ويندو آ. تکو رنگ، پڪو، نه لهندڙ. ان رنگ ۾ رڱجڻ کان پوءِ اڳ جا سيئي خراب توڙي سٺا چٽ مٽجي ويندا آهن. پوءِ بس هڪ ئي رنگ بچندو آ، چڙهيل ۽ انسان ان رنگ جهڙو ئي تي ويندو آ، جڻ اڳ الائي اهڙو هو ئي نه.

"ٻڌ."

"چاهي؟" تو "نيوز ويڪ" تي جهڪئي جهڪئي جواب ڏنو هو. دريءَ تي ويٺي تو الائي گهڻي دير کان ويٺي ٻيل- گمر چپاڙيو ۽ رسالو ويٺي پڙهيئي.

"اڄ کان وٺي تنهنجا ببلز بند."

"الا نه!" تو ڪتاب بند ڪري مون ڏي نهاريو هو. " تون سڄو ڏينهن مينهن وانگر سونف سوپاريءَ جو اشتهار لڳي پئي هوندي آهين نه، هي به ختم."

"نه نه نه!" تو نتيڙي ٻار وانگر رينگٽ ڪيو هو.

"نمنا جي، مان پنهنجي فيوچر وائيف کي ڪئنسيرس ڏسڻ نه ٿو گهران."

"الا زورد، ڪيڏو بي حيا آهين. ڪنيون ڳالهيون نه ڪندو ڪر." تون ڪجهه شرمائجي وئي هئينءَ.

"ڪنيون ڳالهيون ته ٿينديون جيڪڏهن تو ببلز ۽ سوپاريون نه ڇڏيون."

"ڏس زورڻ، اهڙو سخت آرڊر نه اشو ڪر."

"مون کي تنگ تي اهڙو قدمر ڪڻڻو تو پئي. هونئن نه تون مڙندينءَ، نه مان." مون ڪاوڙ واري ائڪٽنگ ڪندي نخرو ڏيکاريو هو.

"ٻڌ، گهٽ ۾ گهٽ ڪا ڪوانٽتي ته ڇڏ نه!" تو ليلايو هو.

"چڱو، هيئن ٿا ڪيون، ببلز بند، سوپاري هڪ روز. ٺيڪ آ؟"

"ٻه پڙيون روز."

"نہ، هڪ. هڪ ڪان وڌيڪ بلڪل نہ."

"يلا اڄ تہ آئي ڏينم. آخري پيرو تہ دل کولي ڪائي وٺان."

"ها، اڄ جام."

مان ٽپ ڏئي بازار ڏانهن ڀڳو هئم. وٺي گهر آيم تہ تون دادا سان گڏ ويٺي هئينءَ. مان ماٺ ڪري اندر اچي ويٺو هئم. دادا پلنگ تي ليٽيل منهن تو طرف ۽ پٺ مون طرف هئس. تون مٿو ڍڪيو ڏاڍي آرام سان ڪرسيءَ تي ٽيڪ ڏيو ويٺي "سب رنگ" جا پنا اٿلائي رهي هئين. ڪجهہ پل رکي، جڏهن دادا وري ڪتاب پڙهڻ لڳو تہ تو اشاري سان پڇيا ڪئي: "آندئي."

مون ڪنڌ لوڏيو هو: "ها."

تو وري اشارو ڪيو هو: "ڏي نہ."

سوچيم ڪيئن ڏيان. ڪتاب کولي وچ ۾ وجهي، توکان پڇيم:

"نمنا، تو هي سب رنگ ۾ جهرڪ جهرڪيءَ وارو لطيفو پڙهيو آ؟"

"نہ مون تہ، سب رنگ ڏٺو ئي ڪونهي، ڏيکار تہ."

۽ مون ڪتاب آڻي تنهنجي ڪڇ ۾ رکيو هو. ۽ ان مهل دادا مٿان هلي آيو هو. "ڏسان تہ ڪهڙو لطيفو آ."

۽ مون کي ان مهل پنهنجي بيوقوفيءَ تي ڪاوڙ آئي هئي. ڪتاب کوليو هئم تہ بہ غلط جاءِ تان، ۽ پڻ تي رڱيون ڪهاڻيون هيون. تو هڪدم ڪتاب پاسي کان جهٽڪيو هو، سوپاريون ۽ سونف اتي رئي جي اوٽ ۾ ڪري پيا ۽ تو هڪدم پنا اٿلائڻ شروع ڪيا.

"الا ڪيڏانهن ويو. زورؤ، هي ڳولي تہ ڏي تو وارو لطيفو."

تو پنهنجي جان ڇڏائي، رئي جو پلؤ ويڙهي، سوپاريون لڪائي ٻاهر جي راهہ ورتي هئي ۽ مون کي ان ڪتاب مان لطيفا ڳولڻا پيا هئا.

۽ اڄ عذابن جي اڻ-ڪٽ سلسلن مان لنگهندي، منهنجي چوطرف جڻ هوائن جا گهوگهٽ هجن- ڪو طوفان، ڪا واچ، ڪو ٻڪرار مينهن. اتي وطن ۾ اتر اوير جي ڪنڌ وٽ مينهن چڙهندو هوندو تہ اڄ بہ ماڻهو ان کي ٻڪرار چوندا هوندا نہ! اتي تنهنجي گهر جي اڳڻ تي اڻين ئي ساوڻ لهندو هوندو. ۽ پوءِ وسندڙ مينهن ۾، پنهنجي گهر جي ڪنهن ڪنڌ ۾ ويهندي، تو پنهنجي ڪاپي هٿ جي پٺ تي پنهنجا چپ رکيا هوندا، انهن احساسن سان تہ مان جت بہ هوندم، اڻين ئي ڪيو هوندم.

"نم سويٽي، هڪ ڪم تہ ڪر."

تو ان مهل نتنگ پئي ڪئي. ڪنهن سوئيٽر جو باربر پئي ٺاهيئي.

”چا ڪپئي، چانهه يا ڪافي؟“

تو هٽ روڪيو هو. مان جيستائين ڪجهه ڪڇان، تو دريءَ جي ٻاهران نظر وجهي پريان ايندڙ ڪڪرن، ۽ جهڙ جي خوبصورت موسم کي ڏسي چيو هو:

”پڪ ڪافي پيئندين؟“

”نه، مان توسان ڪچهري ڪرڻ ٿو گهران.“

مون ڳالهه بدلائي هئي، جيتوڻيڪ آيو ڪافي پيئڻ هئس.

”نه جناب، هينئر نه. مان هن مهل سخت مصروف آهيان. ڏسين نه ٿو شام تائين باربر ٺاهي امان کي ڏيڻو آ، سويٽ پوري ڪرڻ لاءِ.“

”ٻڌ، توکي ڏهون ڏينهن ته آهي ان باربر کي پورو ڪندي. اچا نٽو ٺهي.“

”توري سست آهيان نه.“ تو پنهنجي مخصوص انداز سان هيٺيون چپ ڀڪوڙي مرڪيو هو.

”تو ۾ ڪم اهو هو ته مون کي ايندڙ سياري لاءِ، ناسي رنگ ۾ هڪ زبردست قسم جو سويٽر کپي. ۽ جناب اهو تنهنجن هٿن جو هوندو، اهي چٽيون لڳل سويٽر مان ڪونه پائيندس، باربر تنهنجو ٺاهيل، نمونو ڪنهن ٻئي جو.“

”ساري. مان نه ٺاهيندس.“

”چو“

مون کي انڪار تي تعجب ٿيو هو، ۽ ان مهل تو پنهنجين عادتن جيان، هلڪڙي آواز ۾ اچاريو هو:

”تنهنجو سويٽر ٺاهيندس نه زورد، ته هڪ ڏينهن ۾ ٺي ٺهي ويندو. پوءِ هي جي گهر جي سويٽر جو رڳو باربر ٺي ڏهن ڏينهن ۾ ٿو ٺهي ته گهر وارا چا چوندا؟“

”توري ڪٿي دِلي ڪجانءِ.“

”مون کان ڪونه ٿيندي.“

تو مرڪيو هو. ان مهل ٻاهر جي موسم جي خوبصورتيءَ کان وڌيڪ اسان جي اندر جي سونهن هئي.

توڏي نهاريندي چيو هئس: ”تون اهڙيون خوبصورت ڳالهيون نه ڪندي ڪر. مان جڏهن هتان ويندو آهيان نه، ته پوءِ ڪلاڪ وينو ڳڻيندو آهيان. پهرين ڪلاڪ پوءِ ڏينهن، پوءِ مهينا، جيستائين توکي وري ڏسان.“

تو باربر ناهڻ چڙي ڏنو هو. نتنگ ائين ئي ڪچ ۾ رکي، تو منهنجيون ڳالهيون غور سان پئي ٻڌيون. ان مهل اهي آدرشي پل بہ عجب هئا.

تو هڪدم ڳالهايو هو: "تون ڪلاڪن کي ڏسندو آهين ۽ مان منٽن کان شروع ڪندي آهيان."

"تون ڏاڍي بولڊ آهين."

"مان پنهنجي گهر وارن جي وچ ۾ ويهي دنيا جي هر موضوع تي ڳالهائي سگهندي آن، پر جنهن بہ وقت تنهنجو تذڪرو ٿيندو آ، تہ خبر ناهي ڇو منهنجي زبان ئي نہ هلندي آ."

"اهو سڀ منهنجين محبتن جو ڪرشمو آ، چري ڇوڪري."

"ڪڏهن انجام سوچيو اٿئي، ايڏين وڏين دعوائن جو."

"خدا انجام کي خوبصورت ڪندو نمنا جي. جذبا شديد هجن نہ، تہ محب ضرور ملندا آهن. اچ کان هڪ ڪم ڪجانءِ. سمهڻ کان پهرين پنهنجي کابي هٿ جي پٺ تي هڪ ڪس ڪري ڇڏجانءِ. مان هجان نہ هجان، پلي ڪنهن جو بہ ساٿ هجئي، اهو ڪم ضرور ڪجانءِ."

۽ تو هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو هو.

پر پوءِ الائي ڪتان چٽيل ڊير سارن پنن، سائي گاهہ واري چهر کي ڍڪي وڌو، اهڙي طرح جو ذرو بہ تہ سائو نہ پئي نظر آيو. بس ساواڻ ۽ پيلاڻ مڪس ٿي وئي. مون کان سڀ ڪجهہ کسجي ويو- تون، تنهنجو ساٿ ۽ رفاقتون ۽ پوءِ جنهن شيءِ کان ڊنل هئم سائي ٿي هئي. مان تنهنجو ڪزن هئم تہ ماءُ طرفان ۽ تنهنجو پيءُ ٻي ذات ۾ ڏيڻ جو قائل نہ هو.

مائهو ملندا آهن سفر دوران. واقفيتون ٿينديون آهن، ائڊريسن جي ڏي وٺ کان پوءِ جدا ٿيڻ مهل موڪلائي تہ سگهبو آ نہ؟ مان تہ توکان موڪلائي بہ نہ سگهيم هڪدم سڀ ڪجهہ تي ويو. ڪجهہ بہ تہ باقي نہ رهيو. نياز پنوهر جي سٽن جيان: "يار ان جو بہ ڪو سبب هوندو- مون جي مرڪڻ صفا ڇڏيو آهي."

۽ پوءِ مندن ويل، تنهنجي شاديءَ جي سال کن کان پوءِ، جڏهن هڪ پيري اوچتو مليا هئاسين تہ ڪيئن نہ آنتيءَ ڪجهہ جملا چيا هئا: "اڙي توبنهن، اڳ ڪيئن نہ نمنا ۽ زورد تاس تي جهيڙا ڪندا هئا، ۽ هڪ پيري تہ بل پرينندي روئٽهارڪا بہ تي ويا هئا. چپ چپ ڇو آن؟ سڀ ڪجهہ ئي تہ ساڳيو آ. اجايو پيو نمنا کان ڦڪو ٿئين. پرڻجي وئي آ تہ ڇا ٿيو، هتي تہ اهائي ساڳي آهي. آ ماريا،

ڪٿي آ تاس تہ اڄ تي وڃين."
۽ مون ٿڪي مرڪ مرڪندي توڏانهن نهاريو هو. تون ڪيڏي نہ بدلجي وئي هئينءَ. سڄي شوخي ختم ٿي وئي هئي. ڄڻ ڪو موٽ هجين- ٽڪو مرڪندڙ بيجان مجسمو.
"توهان اڪيلا آيا آهيو، ارشاد نہ آيو ڇا؟"
مون تنهنجي مڙس جي باري ۾ پڇيو هو، تون تڙپي وئي هئينءَ. سمجهيم "توهان" جو استعمال نہ وڻيو اٿئي. پر هاڻي تہ سڀ جملا "توهان"، سان ئي شروع ڪرڻا هئا، "تون" جو تہ وقت ئي گذري ويو هو.
"نہ، ڪجهہ ڪم هئن."
وري بہ اها چپ. اڄ تہ ڪلائيندڙ، وات ڦاٽي ماريا بہ چپ هئي. وقت هڪدم جيڪو ور ڏنو هو سو ڏاڍو اوچتو هو ۽ منهنجي وجود جي سواري ان تي اجا پاڻ سنڀالي نہ سگهي هئي.
"آ، ماريا!" مون ماريا کي سامهون ويهڻ لاءِ چيو.
"ڇو، مون سان نہ ويهندا؟" تو پڇيو هو.
"يلي يلي."
"اڄ مڙئي زورد ڪجهہ شرمائي پيو. شاديءَ کان پوءِ پهريون ڀيرو توسان مليو آ نہ؟"
"نہ آنٽي، اها تہ ڪا ڳالهہ ڪانهي."
مون پتا ورهائڻ شروع ڪيا هئا.
"هارائڻ واري تي "علي بابا" جو بل." تو مرڪندي چيو هو، اها هڪ مرڪ منهنجي وجود جو مرڪِ هئي. جدائيءَ جا عذاب ڪيترا بہ گهرا ڇو نہ هجن، قربت جي ٿيڃ جيتري وجود کي بہ وسارائي نہ سگهندا آهن.
ان بازيءَ ۾ هن ۾ ڪيڏو نہ فرق هو. اسان ڪيڏياسين تہ پئي پر بي دليا. اڄ تہ اڪيوٽ ڪري توڏي سڻا پتا ڪيئن اڇلايا هئا؟ تنهنجي هٿن کي پتا ڏيڻ مهل، ڏٺي ڪيئن دٻايان ها؟ ۽ هڪ بازي ڪٽي تنهنجي هٿن تي هٿ ڪيئن رکان ها؟ ان هٿ جي ميندي تہ ڪنهن ٻئي نالي جي هئي.
۽ راند کيڏي تو چيو هو، "پاڻ اڄ بہ هارائي وياسين."
"مان ڇانهہ ۽ ساسر وٺي اچان."
"پئسا تہ ڪٽو."

"نہ نہ، مان وٺي اچان."

"نہ بابا ائين ڪيئن، ٻئي اڌو اڌ ڪيو." آنٽي مٿان ٻيهي فيصلو ڪيو هو.

۽ تو پرس ڏئي ڇيو هو، "ان ۾ سائيڊ پاڪيٽ ۾ جيڪي پنج رپيا پيا آهن نہ، اهي نہ ڪڍجو."

مون سائيڊ پاڪيٽ مان اهو نوٽ ڪڍي پڇيو هو، "هي نہ ڪڍان؟"

"ها، اهو." تو ڀيٽ ڏني هئي.

۽ مون نوٽ رکي پرس بند ڪري ڇڏيو هو. ان نوٽ کي مان نہ سڃاڻان ها تہ ٻيو ڪير سڃاڻي ها. ان مان تہ ٻہ سال ٻهرين جي موسم ۽ قربتن جي خوشبو پئي آئي.

پوءِ توکان جدا ٿيم تہ خبر پئي ڪيئن هئم: ڪنهن قتل ڪيڙي جيان- ڏڙڳ ڏڙڳ. مان آدرشي انسان، مرڪنڊز پلن جو فليور ڪٿان وساري سگهان ها؟ هيڏانهن هليو آيم، ۽ اتفاق تہ ڏس نہ، گهر ورتم تہ ٻہ اهڙوئي. خوابن جو موهہ. سوچيم، گهر مليو ٻہ آهي تہ ڪڏهن، جڏهن گهر ڏجائي ڪانهي. پوءِ آسيا ۽ موسو منهنجي حياتيءَ ۾ آيا.

موسو ڪڏهن ڪڏهن پڇندو هو، "پپا، مم ڪنهن جهڙي هئي؟" مان مرڪي ڳالهہ ٽاري ويندو هئم. يا ڪڏهن توکي ڊسڪرائيب ڪندي ڪندي، جڏهن اوچتو، چپ ڪاٻي هٿ ۾ پٺ تي ٻهچندا هئا تہ هو هميشه پڇندو هو، "پپا، توهان اهو ائڪشن ڇو هڻندا آهيو؟"

مان ڇا چوان، هتي ڇاڻو نپنو آ. تڏهن ٻہ مون پرپور ڪوشش ڪئي آ، ڪيس سنڌي اچي. ۽ پوءِ انهن پلن ۾ اسان تنهنجيون گهڻيون ئي ڳالهيون ڪندا آهيون. خيالي، الائي ڪهڙا ڪوڙ بدوڙ.

۽ نم جانان، ڪيڏي نہ عجب جهڙي ڳالهہ آ. دادا نثار کي جڏهن مان آسيا جي شاديءَ جو لکيو تہ هن موٽ ۾ جيڪي لکيو سو ڇا نہ هو. ان خط ۾ هڪ پٽرا هئي- ورهين کان پوءِ مون لاءِ تنهنجي ڪا خوشبوءِ:

"ڪالهہ نمنا آئي هئي، چوي پئي هي زوروڙ ڪهڙو نہ عجيب نڪتو. هيڏا ورهيہ ٿي ويا، جيئن سئٽزرلئنڊ ويو تہ اکر نہ لکيائين. ۽ لکيائين تہ ٻہ ڇا؟ ڏيءَ جي شاديءَ جو...... ڇٺوس تہ زال جا فوٽو تہ موڪلي، ڏسون ڪيئن آ، ان جي فيملي."

خط لکڻ مهل دادا لکيو تہ تون اُت ويٺل هئينءَ. او خدا، هن پنن کي تو ڏٺو

هوندو، هي لفظ تو پڙهيا هوندا!

۽ نمنا، منهنجي وجود کي انهن سڻن ڏنگي وڌو آ. هن مهل تنهنجو تصور مون سامهون آ: ڪن ٻارن جي ماءُ، ڪجهہ ٿلهي، ڪجهہ عجيب، وارن ۾ اڇون تارون، هٿن ۾ هلڪا گهنج.

توکي ڏٺي ٻہ تہ ٽيهہ ورهيہ ٿيا آهن. مان پنجاهن جي سرحدن ۾ گهڙي چڪو آهيان. عمر جي اڌ صديءَ جو هڪ ڪوارٽر توسان گڏ گذاريل آ ۽ ٽي توکان الڳ. ۽ اڄ سوچيان پيو نمنا، تو اها ڳالهہ ڪيئن ڇٽي؟ اتان جڏهن هليو هئس تہ آخري ڪم خبر ٿئي مون کهڙو ڪيو هو؟ مون ان گيٽ پلر کي چميو هو، جتي توکي ان رات بيهاري، تنهنجي وارن کي ڇهيو هئس.

۽ نم جي! اڄ ٽيهن سالن گذرڻ ڪانپوءِ نہ اڄ تائين چيوئنگ گم چڪيو آ، نہ سوپاري، نہ ڪڏهن پنهنجي اولاد کي وارن تي چميو آ ۽ نہ ئي ڪڏهن ڪين ڪاٻي هٿ کان جهليو آ، نہ ڪڏهن اٿپل کان سواءِ ڪجهہ پيتو آ. اهو هٿ، اها ذاتي نسبت تہ توسان آ. مان تہ اڄ بہ ٽيهن سالن کان پوءِ بہ سمهڻ کان پهرين پنهنجي ڪاٻي هٿ جي پٺ کي ضرور چمندو آن. ڪڏهن ڪڏهن جڏهن ننڊ نہ ايندي اٿم تہ پوءِ احساس ٿيندو اٿم تہ اڄ ڪس ڪونہ ڪيو اٿم، ڪندو آهيان تہ ننڊ ايندي آ. ٻڌاءِ ڇا اها سڄي ٽپسيا رک هئي؟ نہ، بلڪل نہ.

تون جيڪڏهن پنجن جو نوٽ رڱين سگهين ٿي تہ مان بہ اهي سڀ ڪري ٿو سگهان. اهوئي تہ محبتن جو معراج آ. جانان، تو زال جي فوٽو جي لاءِ چيو آ، مان ڪٿان موڪليان، آسيا ۽ موسو تہ هتان هٿ ڪيل آهن. هتي هڪ سنڌي زال مڙس هئا، حادثي ۾ مري ويا، انهن جو اولاد مون کنيو. تو ڪيئن چيو تہ مون شادي ڪئي هوندي. نمنا، محبتون اولمپڪ جي مشعل جيان هونديون آهن. سيليبريشن ڪٿي بہ ٿئي، چٽنگ اولمپيڊ مان ئي ايندي آ. نم جي، مان ڪٿي بہ هجان، تنهنجو آن. ايڏو ايڪسٽريمسٽ هئس، ٻي عورت کي پنهنجو وجود ڪيئن ڏيان ها؟

هي زورد علي آهي، هو ۽ رهندو تہ رڳو نمنا جو. پوءِ ٻلي سنگ هجي يا ٻن.

مون کي لڳي ٿو، جڻ مون کو سويٽر پاتو هجي، تنهنجي هٿن جو نهيل ۽ جڻ ان جو باربر ۽ نمونو هڪ ئي ڏينهن ۾ مڪمل ٿي ويا هجن ۽ جڻ مون توکان الڳ ٽيهہ سال گذاريا ئي نہ هجن.

# وَڏُ

هن هٿ کي ٻاهه تي سيڪيو، پير کي تتل پانياٺين ته پري ڪري ورتائين.
پريان ويئل سومر هن ڏي نهاري هلڪو مرڪيو. اڻ لکي مرڪ سندس چپن تي ڪنهن وچ جيان ڪا چمڪ هنئي ۽ پوءِ سندس منهن جو آسمان، اٿين ئي ڪارو ٿي ويو. پريان مڪن ڪين ڏسي پنهنجي سلفيءَ ۾ تماڪ پريو.

"اڄ ڪينئن آ پارو؟"

هن تماڪ کي تيلي ڏئي، سوٽو هنيو ۽ مٿان پيل ڪمبل، جنهن ۾ هو ويڙهيل سيڙهيل هو، وري ور ڏئي ويڙهڻ لڳو.

"ناهوڪڙو آ."

نصيبان ڪجهه نه ڪچي، پريان مولڻ ڏي تڪڻ لڳي. مولڻ سومر ڏي نهاري ورندي ڏني. نصيبان وري به ڪجهه ڪو نه ڳالهايو. هٿ کي ٻاهه کان پري ڪري چڏيائين. سومر ڦاٽل رليءَ کي پيرن تي ٺاهي وڌو.

"هڪ ته هن موسم کان به ڦاٿا آهيون، اوچڻ ليي ڪو نه. سيءُ آ، جو ڪڙڪيو ٿو ڪڙڪي، ڪيڏي وجون."

"هونئن وري ڪهڙو سک ۾ هونداهون، جو هن موسم جو روئون!"

پريان سڪينه ڳالهايو. سندس ڳالهائڻ تي نصيبان جي منهن تي هلڪا هلڪا نقش ابريا، ڪيس شايد سڪينه جو ڳالهائڻ نه وڻيو هو.

"اٿين به ناهي."

نصيبان پٽڪيو، الائي چو هِن سڪينه کي رد ڏيڻ، جڻ هُن پنهنجو ايمان تي سمجيو.

"هونئن آهي ته سهي. سچي آ سڪينه" مڪن باسو ورائيو "ڪهڙو وري اونهاري ۾ سکيا هونداهون. وسي مينهن، ته ڪندبون ڳوليندا وتون، اچي طوفان ته سڀ ٽين ٽپڙ مٽي ٿيو وڃن، جيئن ته هر مند ۾ جهڙو وهه جو ڳنڍيو، هر گهڙيءَ ڪڙو."

هن سلفيءَ کي پاسي کان رکيو ۽ سڌو ليٽي، چتين لڳل ڪمبل کي مٿان وجهي، سمهڻ لاءِ تياري ڪئي، نصيبان کي جهڙي ٻاهه لڳي وئي. مڪن ڏي گهور ڪري نهاريائين.

"هڪ ته مون کي تنهنجو اهو رد ڏيڻ بنهه نه وڻندو هميشه منهنجي ڳالهه کي ڪوڙو ڪندين."

"توڻ ڳالهه ئي اهڙي ڪندي آن، نه ته مون کي ڪو شوسڙو نه ناهي توکي رد ڏيڻ جو."

"الائي متان هجنئي."

نصيبان وري بہ پير باھ ڏي ڪيو. جملو اڪليندي سندس منهن عجيب نقش ناهڻ لڳو.

"۽ تو جي سڪينہ کي ڪوڙو ڪرڻ گهريو، سو..."

مڪن دوڏا ڦوٽاريا. ڪيس شايد نصيبان جو هڪ طرح ڳالهائڻ نہ وڻيو.

"تنهنجي ڏاڏي پوٽي آ چا، جو پار تي ڪٿينس."

نصيبان تپي وئي، مڪن کي هن جملي چڻ پٺيءَ ۾ باھ ڀڙڪائي ڇڏي. هو هڪدم اٿي ڪڙو ٿيو.

"تون وري ڪا منهنجي ڏاڏي پوٽي آن چا."

نصيبان ڪجھ چوي چوي تہ مولڻ وچ ۾ ٽپي پيو.

"ڇڏيو هاڻي، اهڙي کهڙي ڳالھ تي پٺي آ جو پاڻ ۾ ايئن ٿا منهن ماري ڪيو .... بس ڪر ڙي تون." هن مڪن کي دڙيو "۽ تون بہ ٺاہر ڪر مائي."

نصيبانُ بس نہ ڪئي. سندس اکيون پرجي آيون.

"مان ناهيان نہ هن جي ڏاڏي پوٽي، متياڻي ناهيانس نہ. تڏهن ٿو دوڏا ڦوٽاري، پرائيءَ رن جي ڪري ٿو مون متان اکيون ڪڍي."

"بس ڪر تہ نڙيءَ تي ننهن نہ ڏيانءِ."

مڪن وري گرم ٿي ويو. مولڻ وچ ۾ هليو آيو.

"مائي بس ڪر نہ هاڻي، چيو مانءِ تہ سهي. مهاڏو نہ ڏي، مڙس سان اٽڪبو آ چا؟" هن مڪن ڏي نهاريو. "۽ ميان تون بہ هاڻي سمهي پؤ. جڏڙيءَ سان اٿين تہ نہ اٽڪ."

ان وچ ۾ سڪينہ ڪجھ نہ تي ڪڇيو. پريان ئي پنهنجي هنڌ ۾ ويڙهيل سيڙهيل ليٽي رهي، منهن کي مفلر ويڙهي ڇڏيو هئائين. مڪن چپ ٿي، ڪمبل متان وجهي پئجي رهيو. نصيبان بڙ بڙ ڪري، اتي ئي باھ ۾ ڪاٺين کي سورڻ لڳي.

هو سيئي فقير هئا ۽ هتي مسجد جي پرسان ٺهيل دالان ۾ رات گذاريندا هئا. مڪن ۽ نصيبان زال مڙس هئا. نصيبان جي ڪاہي ٽنگ ۽ ٻانهن سڪل هئي ۽ مڪن هن جي ڪري سڀ ڪجھ وڃائڻ جو قائل هو. قسمت هن هنڌ تي پهچايو هئس. صبح ٿيڻ ساڻ فجر جي نماز تي ايندڙ جماعتين جي اچڻ کان اڳ ئي هو، سومر، مولڻ ۽ سڪينہ سان گڏ اتي ويهندا هئا ۽ پوءِ جيئن جيئن نمازي نماز پڙهندا ايندا هئا، سندن جهولين ۾ ڪجھ نہ ڪجھ پوندو رهندو هو.

مسجد جي پر وارو اهو دالان بہ عجيب هو. هڪ طرف کان اتي، مسجد جي ٻارنهن ئي مهينا هلندڙ مرمت لاءِ ريتي ۽ سيمنٽ جون ٻوريون پيل هونديون هيون ۽ ٻئي طرف ڀت ۾ لڳل، سيمنٽ جون ٺهيل نڪيل دڪيون هيون ۽ وچ واري گذرگاھ تي انهن

جو وسيرو هئو. سڄو ڏينهن ماڻهو هڪ طرف کان ٻئي طرف ويندي هڻ وٺان لنگهندا هئا. پوءِ هڪ ڪنڊ ۾ سڪينه منهن تي ڪپڙو ويڙهيو هٿ ڊگهيريو ويٺي هوندي هئي ۽ ٻئي طرف در وٽ سومر "مولا ڪي سڃاڻ، ڪجهه ڏئي وڃ" جو راڳ پيو آلاپيندو هو.

سڄو ڏينهن مولڻ جون اکيون، ماڻهن کي خالي خالي تڪينديون هيون ۽ نصيبان هڪ گاڏڙي ۾ پيل، مسجد جي ڏاڻي در وٽ ويٺي هوندي هئي، جتي ڏاڪا ختم ٿيندا هئا ته اتي مکڻ سندس گاڏڙي جي پٺ تي هٿ رکيو، ڪنڌ جهڪايو ويٺو هوندو هئو، نصيبان زور زور سان ڪنجهندي هئي ۽ جيڪي ڪجهه ملندو هو، سو گاڏڙي ۾ پيل ڦاٽل رليءَ هيٺ رکندي ويندي هئي.

هوءَ پاسي ڪي ريڙهي ٿي، جڻ پاسو ٿي ورائي. سندس ساڄو پاسو ڇر ڇر ٿو ڪري، ڪابه ڪيس هميشه جيان پنهنجو نٿو لڳي. ڪنڌ ڪٿي ڏسي ٿي، سڪينه به ستي ناهي، هيءَ لڱل بلڻ ۾ نهاري پئي ٿي. ٻاهر سيءَ ڪجهه وڌي ويو آ. نصيبان ڪنڌ کي ڪجهه ورائي نهاري ٿي. مکڻ، سومر ۽ مولڻ ٽئي ننڊ ۾ گهور پيا آهن. نصيبان وري سڪينه ڏي نهاري ٿي.

پر منهنجو ڇاهي! مان وري ڪهڙي هتي جي مالڪياڻي آن! اسين ته سڀ وڻ وڻ جي ڪاٺي هون.... پر هو مٺو مکڻ به ته چرياڻ آ. هميشه منهنجي ڳالهه کي رد ڏيندي ان ڇوريءَ جي ڳالهه مڃائهين ڪندو... هوءَ به هميشه منهنجي هر ڳالهه تي نهڪار ڪندي. مجال آ جو ڪٿي "ها" ڪري... مون سان پٽيس ئي ڪا نه. مون کي ڪجهه ٿي پئي ته مون لاءِ ڪجهه ڪندي، مون لاءِ رد ڏيندي... پر مون کي وري ڪهڙي پروڙ لڳل آ، سندس پوڻ نه پوڻ جي.... اڪوئي وڃي کڏ ۾ پئي. پر هاڻي جي مکڻ سندس پاسو ڪنيو ۽ رد ڏنائين نه، ته اهڙو ناهي ٺوڪي جهيڙو ڪندي مانس، جو مسجد جا در دروازا به اهڙا ڇيڪاٽ نه ڪندا ۽ ...."

هوءَ خيالن ۾ الائي ڪٿان ڪان ڪٿي وڃي نڪتي هئي. سوچيندي سوچيندي جهوٽو اچي ويو هئس. الائي ڪيتري دير اٿين گذري وئي هئي. اک کليس ته ڏٺائين ته ٻاهر پنيرڪو هو. صبح ۾ ڪجهه ئي دير هئي. نصيبان مسجد جي لوهي در ڏي نهاريو جاڻ ٿوري دير کان پوءِ ملو اچي کڙڪي سان قفل کوليندو، وڏي آواز سان مسجد ۾ گهڙندي سلام واريندو ۽ پريان سومر رليءَ مان ڪنڌ ڪڍي ٻڙ ٻڙ ڪندو... پر مان هي سوچيان ڇا ويٺي، ٿيو ڇا ٿم، اڄ ته مٿي ننڊ به الائي ڪيڏي وئي آ، هر اچي ٿي، هر نٿي اچي.

ڪيس ٿوري تپش محسوس ٿئي ٿي ۽ سوچي ٿي: "اڄ ته هن مهل گرمي آ. ٻاهه به ته ٻاري ستا هئاسين، رات ان تي به ڪيٺن نه گوڙ ٿيو. سڪينه چوي نه ٻاريو، مون چيو ٻاريو.... پر اسان جو اهو ڏند چڪ ڪيستائين هلندو. هوءَ "نه" چئي مان" ها" مان" نه" هوءَ" ها". هاڻي ته دوئا پٽيو ويٺي آ. پلي ويهه مائي، ويهي ڏس. ڪهڙو ٿو فرق پوي.

اوچتو ڪيس ڪا شيءِ محسوس ٿئي ٿي. هوءَ ڪنڌ ورائي ٿي. ڪنڌ مخصوص

حد تائين ڦريس ٿو. هوءَ ڪابي پاسي نٽي ڏسي سگهي. سندس ڪابي پاسي گرمي وڌندي ٿي رهي. هوءَ سڄي جسم کي پيڙهه ٿي گهري ۽ ان مهل ئي الائي ڪيئن سڪينہ کيس ڪٺي ٿي وٺي. نصيبان الاهي ڳري آ. سڪينہ وري بہ کيس ريڙهي پري ٿي ڪري. نصيبان بت کي ڦيري اوڏي نهاري ٿي سندس هنڌ ۾ ڦاٿل رلي ۾ ڪجهہ ٽاندا هئن. ٻپ ڪان نصيبان جي رڙ ٿي نڪري.

مکڻ هڪدم بُل ڪاٺي اٿي ٿو. سومر بہ منهن تان رلي پري ڪئي. الائي ڪيئن هوا تي ٽاندا اڏامي اچي سندس ڪابي طرف ڪريا هئا ۽ هنڌ کي ساڙهہ لڳا هئا.

مکڻ نصيبان ڏي نهاري ٿو.

"رات چيو هو ماڻهءِ نہ تہ سڪينہ کي رد نہ ڏي. هن چيو هو تہ باهہ وسائي سمهون، توئي رد ڏٺي باهہ ٻارائي هئي. هاڻي جي سڙي مرين ها تہ وجهين ها اسان کي بہ جنجال ۾. پاڻ تہ وڃين ها، اسان جو بہ سر ڪٽين ها."

نصيبان وري بہ نہ مڙي. "چو، سِر چو ڪٽان ها. ٽاندو بہ پري نہ ٽٽي ها چا مون ڪان."

"توکان پري ٽٽي ها، هان...." مکڻ ٽوڪ طور مرڪيو. "توکي سڪينہ ۽ پنهنجو فرق ئي نظر نٽو اچي. توکان تنهنجي ٻانهن پنهنجي مرضيءَ سان پري نٽي ٽٽي، سو ٽاندو ٽٽي ها."

نصيبان سڪينہ ڏي نهاري ٿي. هوءِ وري بہ ڪجهہ نٽي ڪڇي. نصيبان جي نڙي پرجي ٿي اچي. کيس سڄي ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي ٿي وڃي. ذهن ۾ جملو ٿو گهڙجيس. هوءِ لمحن لاءِ سوچي ٿي، پوءِ چپ ٿي وڃي ٿي ۽ اٿي ئي سڪينہ مکڻ ڏي نهاري ٿي.

"جي هن ڪان پري نہ ٽٽي ها، تہ مان چا لاءِ هئم. مون ئي هن کي پري ڪيو آ، مان ئي هن جي ٻانهن آن."

نصيبان جي منهن تي رنگ ٽا اچن. مکڻ ڪجهہ نٽو ڪڇي، سومر رلي ٿو ناهي.

"مائي، ذات پيدا ئي رد لاءِ ٿي آ، مکڻ. هڪ چپ ٽيندي تہ بي ڏيندي. تون ڪنهن کي چپ ڪرائي، ڪنهن کي ڪندين."

مکڻ ڪجهہ نٽو ڪڇي، سومر کي رليءَ کي منهن تي وجهندو ڏسي مرڪي ٿو ۽ ٽاندا وسائڻ ٿو لڳي.

# اکين ۾ مثل پلو

هُو ڀُوسٽ محسوس ٿو ڪري، هٿ وڌائي هڪ ڀيرو وري اهو چيڪ ٿو ڪري ته شيشي جي سرڪڻ جو رخ هن طرف آهي يا ٻئي. شيشو، پٿر جيان سخت ۽ جبل جيان ارڏو ٿو لڳيس. ٿورو غور ٿو ڪري ته احساس ٿو ٿئيس ته هي دريءَ ۾ فڪس ٿيل آهي. چر پر ڪندڙ نه اڳي ئي لڪليل آهي جنهن مان اڳين سيٽ وارو هوا جو مزو وٺي رهيو آهي. سوچي ٿو ڪيڏو نه اجگر جيڏو شهر آهي! ڪيئن نه ماڻهن کي ڳهي ٿو وڃي. ماڻهو.... جيئڻ جيان چر پر ڪندا رهن ٿا ننڍين ننڍين گهرن ۾، فليٽن ۾ بنا آسمان جي ديدار ڇڪئي ننڊ ڪن ٿا.... مشين جيان اُٿن ويهن ٿا ۽ مشين جيان ئي محبت ۽ نفرت ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا.... پر مشين محبت يا نفرت ڪيئن ڪندي ؟ هي مان ڇا پيو سوچان؟ ڇا ٿي ويو آهي مون کي؟

هو ذهن کي جهٽڪي، پر ۾ ويٺل علي شير ڏانهن نهاري ٿو جيڪو ڪيس پاڻ ڏانهن نهاريندو ڏسي ڏند ٽيڙي ٿو. ”اهو اٿو ڪراچي بابلا.... بلائن جو شهر...“

فاروق، علي شير جي جملي تي آهه لکي مرڪ جو اظهار ڪرڻ ٿو گهري پر ڪيس لڳي ٿو ته اها مرڪ ”وٽنيشنگ ڪريم“ جيان هٿي جيڪا منهن ۾ گم ٿي وئي. هو علي شير جي پر ۾ ويٺل ذاهد ڏانهن نهاري ٿو جيڪو لاتعلق ٿيو، مسافرن جي پيهه ۾ ساهه کڻڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪري رهيو آهي. هو به فارق جي نگاهن جي تپش شايد محسوس ٿو ڪري، ڏانهس نهاري ٿو.

”منجهي پيا آهيو ڇا؟“

”نه يار ...“ فاروق آهه لکو کلي ٿو. ”بس ڪراچيءَ ۾ اهو سواريءَ جو عذاب به ڪو گهٽ ڪونهي.... ڪا به سواري ڪا خالي ملي ٿي؟... الائي ڪٿان ايترا ماڻهو اچن ٿا...! جاءِ ليي ڪا نه. مسافرن کي آخر مونجهه نه ٿيندي نه....“

زاهد ڪا به ورندي نه ٿو ڏئي. پرسان ويٺل ۽ بيٺل مسافر، هن جي ڳالهه ٻڌن ٿا سمجهي نه ٿا سگهن بس هن ڏانهن نهاريندا رهن ٿا.

علي شير وري ڳالهائڻ شروع ٿو ڪري.

”اهو سڀ اوپري ماڻهو لاءِ آهي ياءُ، مان به جڏهن ٻهريان هتي آيو هوس ته گهمي ويو هوس... هاڻي روز گل ڪوچ ۾ سهراب ڳوٺ مان موٽي ڪيماڙيءَ ويندو آهيان.... هِري ويو آهيان نه....“

آخري جملو چئي هو پنهنجي عادت موجب ڪاٻي اک ٿو هٽي فاروق جي من ۾ مونجهه وڌي ٿي وڃي. ”هي اجان تائين اهڙو آهي.... بلڪل ساڳيون حرڪتون اجان به ڪندو ٿو رهي....“

هو علي شير تان نظرون هٽائي هڪ پيرو وري، دري کان ٻاهر نهارڻ لڳي. ڦُٽ پاٿ، عمارتون، ماڻهو سڀ پرڀاسي کان لنگهندا پوئتي وڃي رهيا آهن. ائين ٿي جيئن وقت جا ڪانٽا گردش ڪندا حال کي ماضي ڏي ڌڪيندا آهن.

فاروق پنهنجي اندر ۾ عذاب محسوس ٿو ڪري. ٿيڏي اک سان علي شير کي ڏسي وري دريءَ مان ٻاهر نهاري ٿو. سوچي ٿو هن جنجال کي ٻه هن ئي ڪوچ ۾ چڙهيو هو.... پيٽسان ... ۽ وڏو ڏچو ته اهو ته چڙهڻ سان ئي مون تي نظر پيس ۽ سڃاڻي ورتائين .... هاڻي ماڻهو ڪيئن منهن مٽائي..... ڪيئن لنوائي.... سڌو اچي منهنجي ۽ زاهد جي وچ ۾ وينو.... ۽ هاڻي لڳو آهي "هن" جون ڳالهيون ڪرڻ.... ڇا سوچيندو زاهد....؟ هن ماڻهو سان منهنجو ڪهڙو تعلق رهيو آهي... "هوءَ ڪير هئي!" "هيءَ" ڪيئن سڃاڻيندو هوندو "هن" کي؟ الائي جي هي ڳالهيون جي گهر هلي زاهد نجمه سان ڪري وڌيون ته پيٽس اجايو هڪ خلم ٻاري ڏيندي..... اجايو هڪڙو بحث ڪڙو ٿي ويندو، هوءَ اڳيئي آهي شڪي مزاج عورت... الائي ڇا سوچيندي؟! ۽ هيڏانهن هي زاهد ٻه هڪڙي رن مٺل آهي.... جيڪي ٻاهر ٿيندو سو گهر ضرور ٻڌائيندو... "ڪو عشق وغيره ڪيو اٿئي يا اجان اڪيلا آهيو ياءَ!"

فاروق ڇرڪي ٿو پئي. علي شير هن سان ڳالهائي رهيو آهي. ڪوچ جو ماحول اجان ٻه ساڳيو آهي. سواري جي انگ مان اندازو ئي نه ٿو ٿئي ته ڪير لهي پيو يا نه..... فاروق سامت ۾ اچڻ جي ڪوشش ٿو ڪري.

"نه، اجان ته ڪجهه ڪونهي ٿيو الله ڪندو جلد ئي ڪجهه ٿي ويندو."

هو جملو ڌڪي ڪيئي ٿو، علي شير مُرڪي ٿو.

"ها .... اهو ٻه نيڪ آهي... اجان اڪيلا زال مڙس هجو ياءَ.... ڪجهه زندگي انجواءِ ڪيو ٻار ٿي ويا ته ساڳي مون جهڙي حالت ٿيندي ياءَ..... ياد ٿئي .... منور جي ٽنگ ڀڳي هئي ته ڪيئن نه تو ديوٽي سنڀالي هئي ۽ مون سندس علاج لاءِ ڊوڙ ڊڪ ڪئي هئي.... اهو سائين زمانو هو... هاڻي اهو دور ڪٿي؟.... هو لهجو جهيڻو ٿو ڪري ۽ هوءَ ٻه ته خدمت ڪندي هئي. توڪي ٻکيو ڪو نه رکندي هئي.... ها نه ..."

فاروق، علي شير جي ڳالهه تي هڪ دفعو وري زاهد ڏانهن نهاري ٿو جيڪو لاتعلق وينو آهي. فاروق نظرون چورائي ٿو وٺي.

"هونئن شادي ٿي چو ڪو نه؟.... مان سمجهان ٿو ته ٻيا سيئي ڪامياب ٿي ويا هوندا توهان چو ڪو نه ٿيا ياءَ؟...."

علي شير جو لهجو اڃا ٻه جهيڻو آهي، ڇڻ هو سمجهي ويو آهي ته ڪيس هاڻي اهي سڀ ڳالهيون زاهد کان لڪائي ڪرڻيون آهن فاروق جي منهن تي هيڊ مارجي ٿي وڃي.

"بس.... نه ٿي سگهي...."

"جڏهن تہ مون کي پڪ هئي تہ ڪنهن ٻئي جي جوڙي ئهي نہ ئهي، تنهنجي ضرور ٿهي ويندي...."

علي شير ڳالهہ جڻ پوري ٿو ڪري فاروق ڪجهہ بہ نہ ٿو ڪجي ڳالهہ لنوائڻ جي ڪوشش ٿو ڪري.

"تنهنجا ٻار ٻچا سڀ ٺيڪ آهن؟...."

"ها... الله جا شڪر آهن."

علي شير بہ مختصر جواب ڏئي ٿو.

فاورق وري دري کان ٻاهر ٿو نهاري.... ڪوچ الاَئي ڪيترا اسٽاپ ڪيا آهن... الائي ڪيترا مسافر لاٿا ۽ چاڙهيا اٿائين ڪيس ڪو بہ احساس ڪونهي.... هو بس دري کان ٻاهر نهاريندو ٿو رهي.

سوچي ٿو ڪهڙو نہ زمانو هو اهو.... زليخا سان عشق ڪندو هوس لوڪل فون تي. پٽس کي سرڪاري فون مليل هئي... ايڪسچينج مان نمبر ملندو هو... پوءِ هن کي علي شير.... نثار.... اقبال سيٺي سان ياري رکڻي پئي هئي انهن جون ڊيوٽيون بہ ڪندو هوس ۽ زليخا سان ڪچهري بہ هلندي هئي. تنهن زماني ۾ هي سڀ ڪيترا نہ ويجها هوندا هئا.... ڪيتريون نہ خدمتون ڪرائيندا هئا مون کان .... ڪڏهن ڪڙهائي ڪڏهن ٽڪا... روز پيا ناشتہ ٿيندا ها.... زليخا بہ تہ پنهنجي گهران ڪجهہ نہ ڪجهہ ٿاهي موڪليندي هئي. هي پيا نٽ ڪندا هئا....

مروان اهڙا جو ڪڏهن ڪڏهن ڄاڻي ٻجهي نمبر خراب ڪُري ڇڏيندا هئا ۽ پوءِ لائين مئن جو بهانو ڪري سئو سوا روڪڙو ڪڍي وٺندا هئا... لائين مئن بہ لاءِ هو، ڪيئن نہ سچي ڪئي هيائين تہ اهو علي شير پڻ نمبر بند ڪرائي ٿو تہ جيئن فاروق مان ڏوڪڙ نڪرن.... ڪهڙو نہ عجيب زمانو هو. اهو عشق بہ ڪهڙو نہ عجيب وقت پاس ٿو ڪرائي!.... ۽ اسين اهڙيون حرڪتون ڪري ٿا ويهون جو پوءِ اهو سڀ سوچي ڪل ايندي آهي... هي علي شير هئو ئي اهڙو حرامي... ڪٽي بہ واڙ نہ گسائيندو هو.. منڙو منڙو تي مون کان ڪيترا نہ پئسا ڪڍيائين قرض جي بهاني سان جيڪي ورتائين اهي ڪڏهن موٽائي نہ ڏنائين؟. هو تہ بليڪ ميلر آهي وڏو. رشتن جي حوالي سان وڏو تاڙو آهي... رڳو مون کائي ئي پئسا ٽورئي ڪڍندو هو.... ٻين جوڙن مان بہ ڪمائي ڪندو هو.... ان ايڪسچينج ۾ مان هڪڙو عاشق تہ نہ هئس.

هو علي شير ڏانهن نهاري ٿو جيڪو هن ڏانهن نهاري وري ڏند ٿو ڪڍي. "هتي ڪراچيءَ ۾ مون ساڻ ملڻ ڏاڍو سولو ٿئي ياءَ.... رڳو "ون سيون" ٻائل ڪري منهنجو نالو ڪٽجاءِ منٽن ۾ لائين تي اچي ويندس. پر گهٽو ڪري صبح جو. ٺيڪ آ نہ شام جو ياڻ گهر هوندا آهيون، ڪياماڙيءَ. هوئش تون ڪراچي ۾ ڪٿي ٿو رهين ياءَ؟...."

"گرومندر تي...."

فاروق هڪدم چئي تہ ڏٺي سوچي تہ هن کي صحيح ايڊريس ناهي ٻڌائي..." پوءِ هن مهل گلشن مان چڙهئين؟"

"هتي هڪ دوست سان ملڻ آيو هوس."

فاروق ڳالهہ ختم ڪري تہ گهري علي شير هن ڏانهن هڪ مخصوص نهار ڪري لاتعلق بڻجي ماٺ تہ ڪري فاروق جي اندر ۾ هڪ ٿڌي لهر اٿي ٿي. سوچي تہ هن جي اجان اها نهار ساڳي؟ بليڪ ميلنگ وارو نمونو اجان بہ ساڳيو اٿس شايد... اکين ۾ جڻ نظرن جي جاءِ تي ٻلو وينل هجيس....

فاروق کي ياد تہ اچي تہ ڪيئن نہ علي شير ٻين جوڙن جي ڳالهہ ٻولهہ رڪارڊ ڪندو هو ۽ پوءِ انهن مان ڏوڪڙ ڪڍڻ جي خيال سان ئي سندس اکيون چمڪنديون هيون.... سندس اکين ۾ بلڪل اهڙي چمڪ هوندي هئي جيڪا ڪجهہ گهڙيون پهريون اُيري هئي.... ٻلي جهڙي. ڪنهن جي نڙ گهٽ تي حملي ڪرڻ وارو خيال سانديي فاروق ايڪسچينج ۾ ويهي ڳالهائيندو هو ۽ علي شير رڪارڊ ڪري نہ سگهندو هو نہ تہ هوند هن سان بہ گهٽ نہ ڪري ها.... وري بہ گهٽايو تہ ڪو نہ هيائين. فاورق سوچي تہ هي هاڻي ڇا تہ ڪري سگهي مون کي؟ ڪهڙو آگوٺو پٽي ويندو اڳي تہ ان ڳالهہ کان ڊڄندو هوس تہ متان زليخان جي پيءُ تائين ڳالهہ وڃي ۽ ان ڊپ کان سندس پيٽ پريندو هوس... هاڻي ڪهڙو ڊپ؟... نہ پر هي زاهد سان تہ ڳالهہ ڪري سگهي ٿو. ڳالهائڻ جو ڪتو گهمائي ڦيرائي اهو موضوع شروع ڪري تہ سگهي...... ۽ جي اهو حال احوال مختصراً بہ زاهد جي ڪن تي پهچي ويو تہ تي سگهي تہ زليخا جي ڳالهہ نجمہ تائين وڃي پهچي... نجمہ کي بہ ٻي ڪنهن چوڪري جي پڪ ناهي هن کي زليخا سان منهنجي تعلق جو شڪ بہ آهي هي ذليل ماڻهو اڄ بہ ڪجهہ ڪري سگهي ٿو. "ڪي ڪي ماڻهو ڪيترا نہ ڪميڻا ٿيندا آهن..."

"ويچارو سرور بہ گذاري ويو..."

فاروق، علي شير جي جملي کي ڪن جي بلڪل ويجهو تہ محسوس ڪري هو علي شير ڏانهن نهاري ٿو.

"ڪڏهن؟...."

"ڪافي ٽائيم ٿيو ڇا.... توهان کي خبر ناهي ڇاءِ؟

"نہ ڪو ...."

"حالانڪہ توهان تہ اُتي ئي رهو ٿا اجان... مان تہ بدلي تي هليو آيس... پر خبر سڀ رکي اٿم...." علي شير مرڪي ٿو ۽ وري چهرو سخت تہ ڪري." اوچتو وياي ويئي گذاري ويو..."

"سنو ماڻهو هو سرور..." فاروق ڏک وچان ڳالهائي ٿو.

"هاڻو ياءِ.... ڪيڏن نہ هن واري ياتڙي تڏا شربت ناهي موڪليندي هئي...
الائي هاڻي ڇا حال هوندو ويچاريءَ جو! اهو فون جو عشق بہ آزاد ٿئي ياءِ..... ڪيڏن نہ
ڳالهيون ڪري جهوني ٿاسايائين.... اڄ آرامي آهي.... هن ڪي رولي ويو...."

هو جملي جو آخري حصو زاهد ڏانهن منهن ڪري ڳالهائي ٿو. فاروق جي اندر
۾ جڻ گهنڊيون وڃڻ شروع ٿي ٿيون ،جڻ اجهو شروع ٿيو رڪارڊ...."

اسين جتي گڏ هوندا هئا سين نہ...... اتي اسان جو هڪڙو دوست فون تي
انيئر هلائيندو هو... پوءِ ڦاسائي جهوني شادي بہ ڪيائين هاڻي سنت گذاري ويو... ان
جي ڳالهہ پئي ڪئيسين...."

علي شير زاهد سان ڳالهائي ٿو. فاروق سامهون نهاري ٿو سوچي ٿو هي رستا
بہ ڪيڏا نہ ڏکيا آهن... ڪٿن ٿي ڪو نہ ٿا..... الائي ڪٿي لهڻو آهي... هيڏانهن هن ہلي
جي اکين ۾ بہ چمڪ وڌندي ٿي وڃي.... ڪري نہ وڃهي ڪو گند.....

زاهد بہ هاڻي علي شير جي ڳالهين ۾ حصو ٿو وٺي.

"ادا فاروق بہ اوهان سان ڪم ڪندا هئا ڇا؟..."

علي شير فاروق ڏانهن نهاري ڀرپور مرڪ مرڪي ٿو.

"ها.... ڪندا هئا هڪ مخصوص ڪم... ها نہ ياءِ؟..."

هن جو هر اهو جملو جيڪو ياءِ لفظ تي ختم ٿيندو هو فاروق جي اندر ۾ ٽاندا
پري ڇڏيندو هو. ڪيس خبر آهي تہ اهو جملو هو "اوڳر" هٽ ڪرڻ لاءِ ڳالهائيندو هو.
فاروق ڪجهہ نہ ٿو ڪجي هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏي ٿو. ڪيس خيال ٿو اچي ڪڏهن ڪڏهن
هي ذليل ماڻهو آهستي آهستي ڳالهہ پوري ڪندو هو تہ جيئن بليڪ ميل ٿيندڙ وچ ۾ ٿي
ڪجهہ ڏئي وٺي..... هتي بہ شايد ائين ٿو ڪري.... پر مان هن بس ۾ ڪيس ڇا
ڏيان؟... ڪهڙي بهاني سان ڏيان ۽ ڇو ڏيان!.....!

"ڪهڙو مخصوص ڪم هو ادا!" زاهد ڪاٿس پڇي ٿو. علي شير مرڪي ٿو
"مان ٻڌايان ٿو......"

ان مهل ئي فاروق الائي ڪيڏن جملو اچلائي ٿو؛" ڇوري ڦاسائي هئي
هڪڙي...... ان سان ڪچهري ڪندو هوس مان.... بس علي شير ياءِ جي مهرباني
هئي جو چڪر هلائي ڏنو هئائين.... جيڪو As Usual ختم ٿي ويو..."

هو جملو چئي هڪ وڏو ساهہ ٿو کڻي زاهد جي مک تي مرڪ اچي ٿي. جڻ
هو پنهنجي پيٽيوي جي ڀرپور ماضي ۾ جهاتي پائي آيو هجي. فاروق، علي شير جي منهن
۾ نهاري ٿو. اتي جڻ سندس اکين ۾ ڪو ٻلو مري ويو هجي ۽ سندس نظرن تي هاڻي
جڻ بدبوءِ جي حڪمراني هجي.

# ڏ ا ل

هوءَ ڪنڌ ڪٽي متي نهاري ٿي. سامهون رنگن سان سٽيل عڪس هن جي نظرن ۾ هلڪو لرزو ٿو پيدا ڪري. سنها سنها ٽهڪ، آواز، ڪچهري، هڪ گڏيل سهڪاري ساٿ جو احساس جنهن هوا ۾ گهلي هن تائين پهچي پيو. هوءَ عينڪ جي ڍرڪيل آڪڙي کي پوئتي ٿي ڪري، اکين تي شيشن جو ڀرپور، مدار رکي غور سان نهاري ٿي، سندس پوٽيون ۽ نُهون آيل مهمان جي خاطر تواضع ڪري رهيون آهن. ڪاڏي پيتي جو سلسلو هلي پيو ٿو، ٽانو جا ٺڙڪا، ساسرن جي ٽڪرجڻ جو آواز، ڪچهريءَ جي آواز سان ميلاپ ٿو ڪري. پريان خوشين جي وهڪري جو هڪ نظر سان جائزو وٺي، هوءَ وري نظرون هيٺ ڪري تسبيح جي دانن تي آڱرين جو دٻاءُ وڌائي ٿي ڇڏي.

هوءَ عمر جي آخري سرحدن ۾ آهي. سندس سڄو متو اڇو آهي. بلڪ ڀرونئن ۾ به ڀُڇل اڇا اٿس. سندس جسم جي چمڙي ڍرڪيل آهي، هٿن پيرن جون رڳون ٻاهر نڪتل اٿس، يقيناً هن ڇهن ڏهاڪن کان متي بهارن ۽ خزائن سان راند رهي آهي. متي تي اڇو رئو، ڇيٽ جو چولو ۽ اڇي شلوار.... ڳچيءَ ۾ تعويذن جو هڪ ڍير... شايد ماڻهو عمر جي هتان ڪمزور ٿيندي تعويذن ۽ دعائن ۾ ئي سکه ڳوليندو آهي. اکين تي ڪارو فريم جنهن ۾ اڇا شيشا ڪجهه ڌنڌلا ٿا محسوس ٿين، الائي عينڪ صاف نه ڪئي اٿائين، الائي شيشا خراب ٿي ويا آهن. سبب ڪٿي ڪهڙو به هجي، بهرحال هيءُ سامهون آيل منظر وري به چٽو آهي.

هوءَ گهَرَ جي اڱڻ ۾، هڪ ڪنڊ کان ويٺي تسبيح پڙهي رهي آهي. سندس گهر بس گهر ئي آهي، ائين ئي جيئن لکين ڪروڙين ماڻهن جا گهر هوندا آهن، جيڪي پنهنجو پاڻ کي مڃي مانيءَ وارو سڏيندا آهن! ڪمرا، اڱڻ ۽ ورانڊو انهن گهرن جو اساس هوندو آهي. ڇت تي "سمر هائوس" نه ئاهڻ جي حيثيت رکندي، گهر واسي پاڻ کي "سمر هائوس" ۾ رهندي محسوس ڪندا آهن. پاڻ ڪاڏي پيتي تي ڪٿي ڪيترو به گوڙ ڪن، مهمان لاءِ ٽالهيون پري پري پيا سرها ٿيندا.

پريان ٻئي ڇيڙي تي، ٽي چار ڪٽون رکيل آهن، جن تي مهمان ۽ ميزبان ويٺل آهن. ڪٽن جي وچ تي هڪ ٽِپائي رکيل آهي. جنهن تي ڪاڏي پيتي جو سامان سٽيو پيو آهي. آيل مايون واتن مان پريور ڪم وٺي رهيون آهن، جيڪي گهڻو ڪجهه ڳُهي به رهيا آهن ۽ گهڻو ڪجهه ئي اوڳاڇي به رهيون آهن.

هوءَ وري ڪنڌ ڪٽي نهاري ٿي. ڪچهري اڃان به زور آهي. اوچتو ڪنهن جو جملو ڪيس چرڪائي ٿو وجهي:

"امان توهان چانهن پيئندؤ؟"

هوءَ هوش ٿي ڪري، پاسي کان سندس هڪ پوٽي هٿن ۾ چانهن جو ڪوپ ڪنيو بيٺي آهي. صفوران، ڪنڌ ڪٽي پوٽيءَ ڏي نهاري ٿي:

"نه ڙي... اها چانهن نه توکي خبر آهي نه ٻئي حڪيم ڪڏهن کن جهلي

چڙي آهي."
"يلا ٻي ڪا شئي کائيندؤ؟"
ڪراڙي ڪنڌ سان نهڪار ۾ ڪري. سندس پوٽي واپس مُڙي ٿي ته هوءَ ڪيس سڏ ٿي ڪري "شازيه.... ڪل گهٽيون جُٽيون آهن؟"
"چار امان.....!" شازيه ويندي ويندي ٻيهجي ٿي وڃي؛ "ماسي دائود پوٽي آهي ۽ ٻه ڏيٺر اٿس."
"۽ ڇوٽين؟"
"اها ڪا پاڙي جي اٿس... پر ڇو؟ .... اوهان سان مليون ڪونهن ڇا؟...."
صفوران جي ڇپن تي زهر ٻرڪجي ٿو وڃي. هوءَ پوٽيءَ ڏانهن نهاري مرڪي ٿي.
"ڏيءَ... مون سان ناصر ماءُ پاڻ ملي.... باقي ننڍيون نيٽيون هڪ ڪراڙيءَ سان ملي ڇا ڪنديون؟"
"هنن ته اوهان جو پڇيو پٽي امان ... اصل ۾ جيڏيءَ مهل گهر ۾ گهڙيون نه، ته ماسي دائود پوٽي پهرين گهڙي آئي، توهان ان مهل باٿ روم ڏانهن پيئي ويئون نه .... ٻيون ڇوڪريون اسان سان پٽي مليون، ان ڪري اوهان سان ملي نه سگهيون... وري اتي ئي ويهي رهياسين.... شايد ان ڪري...."
شازيه جملو اڌ ۾ ڇڏي ٿي ڏئي، صفوران ڏانهنس نهاري، ڪنڌ وري هيٺ ڪري ٿي ڇڏي، شازيه چانهن جو ڪوپ هٿ ۾ کنيو واپس هلي ٿي وڃي.
صفوران جو ذهن ڀَٽڪندو رهي ٿو، هوءَ ڪجهه پل اپٺن ئي سامهون نهاريندي ٿي رهي. سندس ذهن ۾ اچي ٿو "ڪهڙو نه زمانو اچي ويو آهي... اڄي مٽي جي ته ڇڻ ڪا حيثيت ئي نه هجي... اسان جي زماني ۾ ڪيئين نه وڏڙن جي حيثيت هوندي هئي.... گهر ۾ گهڙندي پهرين انهن جو سلام پربو هو ۽ نڪرندي به.... پر هاڻي ته ڇڻ واءُ ئي ٻيو پيو ٿو گهُلي.... وٽا ته ڇڻ پاڇولو هجن، روشني وجهه ته گمُ...."
هوءَ وري سامهون نهاري ٿي. سندس نُهون ۽ پوٽيون ڪِل مشڪريءَ ۾ رُڌل آهن. صفوران جي اندر ۾ الائي ڇا ڇا ٿو اُبري.... هوءَ ڪنڌ هيٺ ڪري تسبيح پڙهڻ ۾ مشغول ٿيڻ ٿي چاهي، پر الائي ڇو هن جو ذهن هڪ جاءِ تي ٽانيڪو نه ٿو ٿئي.
"ان ۾ سڄو نمونو هن دؤر جو به آهي. خُدا بخشي مون واري سس جڏهن به گهر ۾ هوندي هئي ته مان پاڻ مهمانن ڪي وٺي وڃي هن سان ملائيندي هئس. جهڙو نالو هئس حاڪمزادي، اهڙي ئي حاڪم زادي به هئي... اسان نهن جو ته جهڙو ساهَ مَٺ ۾ ڪندي هئي... راڻي هئي پوري... پر سندس اها سڄي لٺ به ته منهنجي ڪري ئي ته هلي پٽي. مان جي آئي وٺي ڪي وٽس نه وٺي وڃان ها ته هوند ڪير وٽس وڃي ها ڇا.... ڪراڙي هئي، ڳالهائيندي هئي ڏِوَ تي ... پوءِ ڪير وٽس ويهندو.... هڪ ڀيري وَلوءَ ماءُ ڪانه آئي هئي جو چاچيءَ ڏوراپو ڏنو هئس ته وهين نه ٿي مون وٽ.... ته هن چيس ته وقت ئي ڪو نه بچيو آهي... مائي هئي به ته جهڙي ڳِڪَ هئي ڳِڪَ... آيو ويو بيزار هوندو هئس.... مون سان سندس ڪٿي ڪيتري به گِلا ڪندا هئا ته به مان مُنهن مان لڪا ئي ڪا نه ڏيندي هئس.... چاچيءَ مان ماٺو ڪٿي ڪيترو به بيزار هئا، پر مان

ضرور ڪيس وٽس وٺي ويندي هئس.... جيڏو سندس خيال رکيم اوترو ڪو منهنجيون نهون منهنجو رکن ٿيون ڇا؟... ڇاچيءَ جي لئہ ڪرائيندي هئس لئہ .... باڙ ڦتاڪَ... هيءَ هُو... پر هاڻي؟..." هوءَ ڪنڌ کڻي مهمانن کي ڏسي، وري ڪنڌ هيٺ ڪري چڏي، "هاڻي تہ ڪجھ بہ ناهي بچيو... اهو سڄو ڏوهہ هن دؤر جو آ... منهنجي نُنهن جو آ... اهي ٿي اهميت نہ ٿيون ڏين تہ ٻين سان ڪهڙي ڳِلا!... جڏهن اسان جو وارو هو اسان پاڻ ملهايو... هاڻي هو نہ ملهائين تہ ڇا ڪبو؟"

اوچتو ڪيس محسوس ٿو ٿئي تہ ڪو ڏانهنس اچي رهيو آهي. ڪنڌ کڻي نهاري ٿي. سندس وڏي نُنهن حميده سندس ويجهو اچي وٺي آهي.

"امان.... توهان واندا ٿي وينو....؟"

صفوران ڏانهنس نهاري ٿي "ڇو؟"

"مهمانن پڇيو پئي! اوهان جو .... ڇانهن پيتي اٿن.... ڪجھ گهڙيون اوهان وٽ اچڻ لاءِ پيون چون" صفوران جي دل ۾ آيو چويس: "ڏاڍو جلدي خيال آيو اٿن... ۽ اهڙو ڪهڙو مان ڪوهن تي ويٺي آهيان، جو اچڻ لاءِ پيون چون..." پر هوءَ زهر ڳِڙڪائي وٺي.

"مون کي اچا، ڪجھ تسبيح پڙهڻي آهي.... توهين پلي پاڻ ۾ ڪچهري ڪيو."

سندس لهجي جو رکو انداز حميده بہ محسوس ٿي ڪري، سوچي ٿي "امان وري اڄ ناراض آهي، ڪيس وري اهو احساس ورائي ويو آهي تہ هوءَ Ignore پئي ٿئي... پر ڪجي تہ ڇا ڪجي؟" حميده ڪجھ نہ ٿي ڪُڇي، اتان وڃي ٿي تہ صفوران نُنهن ڏانهن نهاري پٺڪي ٿي.

"تون بہ جيڪا آهين ميدي... الائي ڪيئن منهنجي ڪرمن ۾ لڳين... اهو سعيد ذليل نہ هِرڪي ها تو پريءَ جي ٻچڙيءَ تي تہ ڪو هوند منهنجي مٿي ۾ لڳين ها... منڙيون منڙيون ڳالهيون ڪري چورو ڦاسايئي... باقي مان ٿي ڦاسان؟... ڇا ٿي سمجهين... مون کي جڻ ڪا خبر ڪانهي؟ ... تون منهنجي جاءِ والارڻ جي پوري ڪوشش پئي ڪرين... هر هنڌ قبضو ڪيو ٿئي.... ماڻهن کي بہ مون سان ملڻ نہ ٿي ڇڏين تہ متان ڪا مان تنهنجي ڳِلا نہ ڪري وجهان... هاڻي هلي آهي مون سان مهمان ملائڻ..... هونهن...."

ڪيس پنهنجو زمانو تو ياد اچي... هوءَ وڏي نُنهن هئي، پر سندس مجال نہ هوندي، جو سَسَ حاڪمزاديءَ جي حڪمن کان پاسو ڪري... جي ڪو گهر ايندو هو تہ جيترو وقت سندس سس جي مرضي هوندي هئي، مهمان وٽس ٿي ويهندا هئا. پوءِ ڪڏهن ڪڏهن ڪو ورلي اهڙو موقعو ملندو هو، جو اهي صفوران سان الڳ ويهن يا ڪچهري ڪن...

"ڪهڙو نہ زمانو هو اهو ... ڇاچيءَ وٽ رش لڳي پئي هوندي هئي... هُو آيو... هي آيو هر ڪنهن سان ناشا ماشا ڪري ڪيتري نہ وندريل هوندي هئي ۽ هڪڙي مان آهيان... ڇاچيءَ جيتري ڪراڙيءَ بہ ناهيان تہ بہ ڪو ويهي ٿي ڪو نہ ٿو... پوڙهن مان ڪئي ماڻهو بيزار هوندا آهن... عجب جهڙيون ڳالهيون جو ڪندا آهن. پر مان تہ زماني

مطابق ڳالهائيندي آهيان... مون وٽ چو نہ ٿا ويهن.... اڄ تائين مون کي تہ ڪنهن اهڙو احساس ناهي ڏياريو، جيئن چاچيءَ کي وَلوءَ ماءُ ڏياريو هو... ها مٺي حميده ۽ سندس ڏيٽر ٿي اهڙيون آهن، جو ڪنهن کي بہ مون وٽ نہ ٿيون سَهَن... هلَ ڪٿي داڻودپوٽيءَجون ڏيٽر مون وٽ نہ ويهڻ گهرن..... داڻودپوٽي پاڻ تہ مون سان ضرور ڪچهري ڪندي. ان کي بہ پڪ ٻَڌي ويهاريو هونداڻون... اڄڻ مون وٽ تہ ڪيئن نہ ٿي نڪُ چپ وڍيانِ.... چاچيءَ جي تہ عمر جو زوال هو... ڪڏهن ڪڏهن تہ چڱيءَ نموني ٻُڌي بہ ڪو نہ سگهندي هئي، اجايو مهمانن تي دڙڪو دَهمان بہ ڪندي هئي.... پر وري بہ عجب اهو آهي جو هن وٽ ماڻهو ويهندا هئا.. مون وٽ وري بہ نہ ٿا ويهن... اڄڻ اهي رنون ويجهو.... اهڙو سوڙهو ٿي ڪيانِ، جو ياد ڪنديون.... هونئن اها حميده سڀ ڪجهہ نہ ڪري تہ ٻئي ڪنهن جو ايترو مَنُ وڌي.... اجان منهنجي سج تي زوال ناهي آيو..."

ان مهل ٿي ڪٽن جي ريڙهڻ جي آواز تي هوءَ هوش ۾ ٿي اچي. ٻچاڙيواري ۽ سندس ڇوڪريون اتي بيٺيون آهن، هُو سڀ گڏجي سڌجي صفوران ڏانهن وڌن پيون..... صفوران ٺُنهن، پوٽين ۽ مهمانن کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي، کٽ تان اٿڻ جي ڪوشش ٿي ڪري. ان مهل ٿي داڻود پوٽي ڏانهنس تکڙي تکڙي اچي ٿي.

"وينا هجو... وينا هجو امان....." هو صفوران کي ڪُلهن کان جهَلي اٿڻ کان روڪي ٿي: "توهان تڪليف نہ ڪيو....."

صفوران جي منهن تي مُرڪ پکڙجي ٿي وڃي.

تڪليف ڪهڙي آهي بابل.... اٿي جو آدر ياءُ تہ ضروري آهي.... خوش آهين نہ..."

"دعا آهي اوهان جي...." داڻود پوٽي سندس پَر ۾ ويهي، بيٺل ڇوڪرين ڏانهن نهاري ٿي.

"امان هنن ٻنهين کي تہ سڃاڻين... ناهيد ۽ شاهينہ .... ۽ هيءَ منهنجي پاڙي جي ڇوڪري آهي زينب..."

ڇوڪريون کيس سلام ڪن ٿيون. صفوران سرڪي کٽ تي جاءِ ڪرڻ ٿي گهري.

"اچو.... ويهو نہ... خوش آهيو نہ امان...."

ڇوڪريون سندس ويجهو اچن ٿيون، هوءَ سندس مَٿن تي هٿَ ڦيري ٿي. هڪ هڪ تي هُو وٺانئس ڪنگهن ٿيون ۽ پاسي کان بيهي ٿيون رهن. صفوران حميده ڏانهن نهاري ٿي.

"حميده، ڪرسيون ڇڪرائي وٺ يا کٽون ريڙهہ... هنن جي ويهڻ لاءِ ڪجهہ ڪر نہ... اٿين يڪو ڪيئن بيٺيون هونديون؟..."

"نہ امان .... اسان هاڻي هلنديونسين. ڪافي وقت ٿي ويو آهي" پاڙي واري مُرڪندي ڳالهائي ٿي ۽ صفوران دل ۾ مرڪي ٿي "مون کي خبر آهي، مون وٽ ڪٿان ويهنديون... پاڻ ڪٿي داڻود پوٽي ويهي تہ ويهي ڇوڪريون ٿيون ويهن... خير .... وري بہ ٻچي تہ وٺانِ...."

"مون وٽ بہ ويهو نہ.... ڪجهہ حال احوال اوريون..."

"اسان توهان وٽ ئي ويهڻ آيا هئاسين امان... پر توهان تسبيح پئي ڪيي... وچ ۾ دخل مناسب نہ هو... ان ڪري ئي پريان ويهي رهياسين...." شاهينہ ڳالهايو تہ صفوران غور سان ڏانهنس نهاريو.

"هاڻي مون ڪراڙيءَ سان ايتري دير ڪا ڪچهري تورئي ٿئي ها." صفوران جو آواز ڇلولو آهي، "جيتري اوهان پاڻ ۾ ڪئي پئي..." سندس وات تي نہ چاهيندي بہ جڻ شڪايت اچي وئي هجي.

"اڙي نہ امان...." هاڻي ناهيد ڳالهايو "ايئن ڪو تورئي آهي... توهان نہ ڄاڻ خزانو آهيو... جيڪا ڪچهري اوهان سان ٿي سگهي ٿي، اها ڪا ٻئي سان ڀلا ڪا تورئي ٿيندي... وڏڙا تہ حاڪم هوندا آهن، جن جي رٽ ۾ حڪم ۽ ڄاڻ گڏوگڏ ٻوڙندا آهن... اسان اوهان وٽ ڇو نہ ويهنداسين..."

ان مهل ئي دائود پوٽي پنهنجي ڏيئن ڏي نهاري ٿي.

"بابا... هاڻي وقت ڪونهي. ڏاڏيءَ سان ڪنهن مناسب وقت تي ڪچهري ڪجي.... في الحال جلدي آهي.... اقبال صاحب جي گهر بہ هلڻو آهي..... دير ٿي ويندي، جي ويناسين تہ...." ڇوڪريون ويهنديون بيهجي ٿيون وڃن... صفوران جي اندر ۾ جڻ پٽ ڪرندي هجي... هوءَ ڇوڪرين جي ماءُ ۽ ڇوڪريءَ ڏانهن نهاري ٿي ۽ مرڪڻ جي ڪوشش ڪندي چئي ٿي... "وري ڪنهن ٻئي واري پٽ... مون وٽ تہ هونئن بہ جام وقت آهي... پوءِ ڪٿي ڪچهري ڪنداسين..."

جملو ڳالهائيندي ڪيس لڳي ٿو، جڻ هوءَ هڪدم پنهنجي سس جيتري ڪُراڙي ٿي وئي هجي. هاڻي هاڻي دَلوءَ ماءُ وٺائنس اُٿي هجي ۽ سج زوال جي وقت ڪي منهن پيو ڏئي.

# شناس

هُو بيزاريءَ وچان چئن ئي طرفن ڏي نهاري ٿو. هر ڪو مسافر پنهنجي ڌن ۾ مگن آهي. ڪي جهوٽا پيا کائين، ڪي تہ ماڳهين ستا پيا آهن. متي ٻُرڪيلَ، اکيون بند ڪيلَ، بس جي لوڏن ۾ اٿين ٿو لڳي جڻ ڪي پلاسٽڪ جا گڏا سيٽن تي رکيل هجن.

غلام علي، سامهون ڊرائيور جو سامهون لڳل شيشي ڏانهن نهاري ٿو، جنهن ۾ ڊرائيور جي پيشانيءَ جو هينيون اڌ ۽ اکيون نظر اچن ٿيون. اکين جو محور سامهون روڊ جي جُوءِ آهي. غلام عليءَ جي منهن ۾ سندس عڪس ڏسي خيال اچن ٿا. "ڪهڙو نہ ناهوڪو همراهہ آهي.... ننڍو نيڻو... ڊوتل پوتل... بس رڳو وات ۽ زبان جي جاءِ تي ڏنگُ ٿو رکي.... بريور ڪي اهڙو ٿيڻ نہ گهرجي... بريور تہ جهڙو سوارين جو ابو..... جي هن اٿين ڪيو تہ سيني تي ڪهڙي ميار؟.... چا نہ استاد نظام چوندو هو... چئي... ابا بريور جي اک نظر ڪان وڌيڪ شناس ۽ حياءَ رکندي آهي... اکر شيشيِ ۾ سڄو جهان پرجي ٿو... ماءُ... پيڻ... سيني لاءِ اک رکڻي آهي.... بريور ڪو ويلُ ٿورو ئي هوندو آهي، وڏُ گڙدو هوندو آهي... ۽ هڪڙو هيءُ آهي... سهڻو آهي تہ چا شيءِ.... سهڻا تہ ٿُوهَر بہ هوندا آهن، پوءِ اهي گدرو جون سُڪون لاهيندا چا؟..."

غلام علي سنهي هانيءَ ولرو هڪ ڪراڙو شخص آهي. سندس مٿو سڄو اڇو؟ اکين تي گول ڪاون واري عينڪ، ٻُچي ڏاڙهي، مٿي تي ڪٽان ڪٽان اُبڙيل ٽوپي ۽ ڪلهي تي پوتڙو اٿس. کيس ڪاڏيءَ جو وڳو پهريل آهي، جيڪو ڪٽان ڪٽان لهسجي ويو آهي. سندس هٿن پيرن ۾ ڦڙتي آهي. سامهون واري سيٽ جي پُٺِ هتان لڳل ڏنڊي ۾ سندس هٿ جي پَڪڙُ سندس توت ڪي ظاهر ڪري ٿي.

هي منجهند جو وقت آهي، ٻارنهن ڪان پوءِ جي ڪا مهل، جڏهن سج جا پاچا هڪ رُخي جنم وٺندا آهن. اولهہ ڏانهن ويندي ئي ڪابي رخ جي ۽ اوير ڏانهن ويندي ساڄي رخ جي دريءَ مان اُسَ ليٽا پائيندي آهي. هن مهل ڪابيِ پاسي وارا تاءُ محسوس ڪري رهيا آهن. غلام عليءَ جي پاسي ۾ دريءَ ڪان ويٺل سُوٽينڊ بُوٽينڊ نوجوان بہ جهُوٽا کائيندي، گرميءَ تي اکيون پَٽي ٿو. وري غلام عليءَ ڏانهن نهاري، پنهنجي پوزيشن ناهي، سيٽ ڪي ٽيڪ ڏئي اکيون پوري ڇڏي ٿو.

بس ۾ رڪاردنگ جو آواز جهيڻو آهي. بس جي رفتار جهڪي ٿئي ٿي تہ ڳائڻي جا سُر منجهي ٿا وڃن، جنهن مان لڳي ٿو تہ بس سراسر ڪمزوريءَ جو شڪار آهي. جنهن مهل لتا ٿي ڳائي تہ خبر ٿي پئي تہ جڻ مبارڪ بيگم جو آواز هجي.

غلام عليءَ پنهنجي پاسي ۾ ويٺل نوجوان ڏانهن نهاري پڇڪي ٿو:

"انهيءَ رِين رِين کان تہ چڱو آهي تہ بند ڪري ڇڏينس."

ڇوڪرو اکيون کولي نهاري ٿو. "هون..."

ڇوڪري جي پيشانيءَ تي پگهر جو زور آهي. هُو ٿوري جاءِ ناهي پنهنجي سُوٽَ جي پاسي واري کيسي مان رومال ڪڍي ٿو. سندس ڪوشش جي ڪري غلام

کي بہ تورو سرڪيو پوي ٿو. هو اندر ۾ جڪ کائي ٿو. "اجا پايو اهي لفافہ... اسان کي ڪيتري نہ ڏٻ چو نڪتي.... ڪٿي پاتوسين؟... ڪوئي پاتيسين لفافو نہ پاتوسين... پيٽيان اُتي ويهڻ لاءِ ماڻهو ڏڄي ۾...."

چوڪرو پگهر اگهي ٿو. غلام عليءَ جي پُٺڪ وري بہ رهي نہ ٿي ٿئي:

"چڱي گرمي آهي."

چوڪرو وري بہ پنهنجيءَ ڪرت ۾ محو آهي "هونهن..." هاڪاري ۾ ڪنڌ لوڏيندو پگهر اگهي، هو وري سيٽ تي ٽيڪ لڳائي اکيون پوري ٿو ڇڏي.

وري ماٺ ٿي وڃي ٿي. ڪجهہ دير لاءِ ٽٽپ بہ بند ٿي وئي آهي. غلام علي پاڻ کي هلڪو محسوس ٿو ڪري. پري وري آواز شروع ٿئي ٿو.. ڪشمت متائيندي ڊرائيور کي ڪجهہ دير لڳي هئي. غلام علي پر واري چوڪري ڏانهن هڪ نظر ڪري وري چپ ٿي ٿو وڃي. سوچي ٿو "اشٽوڊنٽ آهي... جي ڪٿي همٿ ڪري ها تہ اُن جهڙي چوري کي ماٺ نہ ڪرائي ها.... وات ڳاڙهو.... رڳو وات ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ پيو ٿي اٿس... ڪدڙو پيٽسان... نہ ڏاڙهي نہ مڇ... هليو آهي بس ڪنڊيڪٽري ڪرڻ..."

خيال اڃڻ ساڻ وري سندس نظر، سامهون اڳٽين در سان لڳل ڏنڊي تي وينل ڪنڊيڪٽر تي وڃي اٽڪي ٿي. چوڪرات آهي پندرنهن سورنهن سالن جو... ڪاري جينز... پيلي شرٽ....... اڃو رنگ، ڳاڙهو واتُ... سندس اکيون بند آهن ۽ هيو ڪمار سنوءَ جي آواز تي لرزش ۾ آهي.

غلام عليءَ جو اندر سڙي ٿو اکيون ٻوٽيون پيون آهن، هاڻي اسٽاپ جي خبر ڪيئن پوندس؟... ڪٿي واري سواري ڪٿي لاهڻي آهي، ڪٿي بس بيهارڻي آهي، چوري کي ڪا ڄاڻ پوندي؟.... بس سائين نوجوان زمانو آهي... ڊريور آهي نواجوان...نہ تجربو... نہ ڄاڻ...اهڙا چوڪر ڪنڊيڪٽر ٿي رکندو هيو نہ تہ.. چوري کي ڪپڙا پاتل آهن... لڳي ٿو ڪو ڪنڊيڪٽر؟... الائي ڇا ٿو لڳي... ۽ ڳالهائڻ تہ ـ جڻ ٽانڊا اُڇليندو هجي... ائين ڳالهائيبو آهي، سوارين سان؟.... رزق سان؟...

ڪيس ياد ٿو اچي تہ اجا ڪيئن نہ ڪجهہ گهڙيون ٻهرين، هُن هِن چوري سان مُنهن ماري ڪئي هئي. ڳالهہ ڪا وڏي بہ ڪا نہ هئي، پر ڳالهہ ڪا ننڍڙي بہ تہ نہ هئي.

هڪڙو تہ هن شروع ڪان ئي بيزار ڪيو هو جو بس پيو هلائي.... ڇي سوارين جو انتظار آهي. بس پرجي تہ هلون... ۽ جڏهن بس پرجي وئي تہ بہ بہ پيرا پيو ڪرايو وٺي... مون رڳو اهو چيومانس تہ يادگيري ڪو نہ ٿي پوئي ڇا تہ وڙهي پيو ۽ لڳو گهٽ وڌ ڳالهائڻ.... ڪونهي ڪو ماڻهن ۾ جذبو، نہ تہ ائين هوند ڪو ڪنڊيڪٽرڪنهن سواريءَ کي دڙي؟.... اسان جي وخت ۾ ائين مجال نہ هئي جو سُوارين سان ڪُهرو ڳالهايو؟.... جي مُنهن تي درُ بہ ايندو هو تہ ڊريور استاد نظام رڙ ڪندو هو... "اڙي غلامون هوش ڪر" ۽ هڪڙو هيءَ آهي... غلام علي اک کولي وري ڊرائيور ڏانهن نهاري ٿو، جو ڪجهہ سَمڪ ئي نہ ٿي پويس.

بس کي هڪ جهٽڪو ٿو اچي. شايد ڪو اسپيد بريڪر اچي ويو هو. اوچتو لوڏي تي سڀ سواريون چرڪي ٿيون پيون. پر ۾ وينل نوجوان پڇڪي ٿو:

"هي اسپيد بريڪر آهن يا گاڏي بريڪر؟"

غلام علي مرڪڻ جي ڪوشش ته ڪري.
"سائين روڊ وارن جي مهرباني آهي... ڪاٿي ويا آهن ملڪ ڪي!..."
ڇوڪرو غلام ڏانهن نهاري مرڪي ٿو: "ڪنهن ڇڏيو به آهي؟"
غلام وٽ هن ڳالهه جو شايد ڪو به جواب ناهي.هُو دريءَ کان ٻاهر ٿو نهاري، شهر شروع ٿي چڪو آهي. اجان ٻهريان علائقا شروع ٿيا آهن. ڊرائيور جهٽڪي سان گاڏي بيهاري ٿو. غلام علي سامهون ٿو نهاري. ڪجهه ماڻهو بيٺل هئا. ڪنڊيڪٽر دروازو کولي، ٻاهر لڙڪي ماڻهو کي اندر اچڻ لاءِ جاءِ ٿو ڏئي...
پرسان عورتن سان وينل هڪ همراهه پٽڪي ٿو:
"اوهيو... ڪڻ ... ٽُڪَ ٻُجي جيتري پنڌ لاءِ به ڪڻ سواريون... اهو ربيو ربيو به ڇو وجي؟"
غلام عليءَ جا ڪن به سَرلا آهن. هُو به ڳالهه کي مٽي ڪرڻ لاءِ ڳالهائي ٿو.
"موچڙو آهي گهٽ... ماني ٽن وَڏ... ڇورا آهن تَرُو... بس شل نه باندر کي ڍواڪي هٿ اچي."
سوارين جي چڙهڻ سان بس ۾ وچ واري جاءِ پرجي وئي آهي. بس هلڻ شروع ٿي ڪري ته ڪنڊيڪٽر ڇوڪرو به ماڻهن جي وچان پاڙو وننڊو پوئين طرف اچي پيو. غلام جي هٿن پيرن ۾ جڻ جاتل سجاتل خارش ٿيندي هجي. "استاد نظام ساڻ هوندو هو ته ڪيڏو نه دل ۾ رتُ هوندو هو... اها ته پڪ هوندي هئي ته هٿ جو ڪم نه ڪبو. دڙڪو دَهمانُ ٿي ڪم ڏئي ويندو... پر هن ڇوري کي شايد سيڪت ڏيٺي ٿي پوءِ استاد به ڪيٺن نه دَبَ ڏيندو هو... ڇَي غلام ارڏو آهي... واتُ ته هٺين... هلائي بس کي... ڏڪُ هڻ ته ڇوريان نه .... ۾ مان ڪِلي ڊبل ڪندو هئُس ته ڪيٺن نه شيشي مان نهاري، مرڪي گاڏي چڪيندو هو."
ڇوڪرو ڪرايو وٺي پوئين طرف پيو اچي، غلام وٽ پهچي ٿو ته غلام ڪانئس پڇي ٿو.
"ڪتنا عرصہ هُوا هي ڪنڊيڪٽر ڪو؟.."
ڇوڪري جو مُنهن بگڙجي وجي ٿو."ڇو؟.."
"ايي فضيلت نهين آئي." غلام گهوري ٿو نهاريس.
"تون سيڪاريندي ڇا؟"
ڇوڪري جو لهجو اُگرو آهي. غلام جُوهَ ٿو ڪريس.
"ڇورا ڳالهائڻ اچئي ٿو؟... وات ڦاٽا ... بَڪ ته ڪيٺن نه ٿو ڪرين... اڌ ڪلاڪ جو سفر ... ڏيڍ ڪلاڪ لاتو ٿئي... نِڪ نِڪ نِڪ... هٿَ پنڌَ بيهي بيهي لاهَ ڪڍيا اٿئي ۾ هلين ٿو متو هٺڻ.."
ڇوڪرو به ٻانهن مان ٿو جهليس.
"ڇو؟... ڪمايون نه ڇا؟... مسافر نه ڪٺنداسين ته ڪمائبو ڪٿان؟"
"اڙي پر اسان به ڪنڊيڪٽري ڪئي آهي... اٿين ڪو نه ڪيوسين."
"تون ڇا سونيون سواريون ويهاريندو هئين؟"
جيٺن ٿي پاسي ماڻهن ۾ چوُبول آهي. غلام جي پاسي وارو ڇوڪرو غلام کي

کنيي ٿو وجهي
"بس چاچا ... بس ..."
ٻيا ماڻهو چوڪري کي جهلي ٿا وٺن. غلام سو ڳاڙهو آهي. پريان شيشي مان ڊرائيور ڏسڻ جي ڪوشش ٿو ڪري. پر وچ تي بيٺل ماڻهو جي ڪري ڏسي نه ٿو سگهي. پڇا ٿو ڪري، "ڇاهي؟"
"اڙي ڏسو ته سهي... وات ڳاڙهو.. ٻَڪ ته ڪيتري ٿو ڪري... هٽ نِڪ... اسان ته ڪٿي ڏٺا آهيون، ڪجهه ڪو نه ٿا چئون... جي اتي اسان وارو استاد نظَامَ هجي ها ته پُٺَ سوارين سان ائين ڳالهائڻ تي ڏڻ ٻچو رلائي وجهني ها... ڪو نه ٺُڪريو توَ ڪو استاد... بس ميڻ جي ساوڪ تي گاڏي ملي ٿي... ڏسو ته سهي ظلم.... ڪجهه چئون ٿا ته وڙهڻ ٿا اچن..."
ڪنڊيڪٽر بس جي اسپيد گهٽ محسوس ڪندي رڙ ٿو ڪري، "ڇڪي رک استادَ... مان پاڻهي ٿو مُنهن ڏيان."
غلام کي جڻ ٽانڊا ٿا ورائين. "اڙي تون ڇا مُنهن ڏيندين چورا؟... ٽيڙ اٿئي؟..."
اتي سارين مان آواز اچي ٿو: "خيال سان ڳالهاءِ جهونا... ٻار ٻه ويٺل آهن."
"بس ڪر غلام، سوارين جو حياءَ ڪبو آهي... روزيءَ کي ائين گدلو ڪري ناهي کائبو."
اچا، غلام ڪجهه ڪُڇي ڪُڇي تيسين ڪجهه سنڌن پٺيءَ تي هٿ رکي اها ڳالهه چئي آهي. واهيءَ تباهي ڳالهائيندي، غلام کي بلڪل ٻه اهو احساس ڪونهي ته ڪير هن سان مخاطب آهي، جنهن سندس ٿالو ٻه ورتو هو.
"اڙي پر اهو ٿي ته مان ٻه چوان پيو... اسان جو استاد ٻه ائين ئي چئي ويو... ڪنڊيڪٽري ڪندي ڄمار گذري، هاڻي هن کي سمجهايون ٿا ته ٻڌن ئي ڪو نه ٿا..."
"اڙي پر تون ٻڌ ته سهي..." غلام جي پُٺِ تي رکيل هٿ جو ڇهاءُ سخت ٿي ويو آهي. هو ڪنڌ ورائي، سوارين وچان ڳالهائيندڙ کي ڏسڻ جو ڪوشش ٿو ڪري ڪيس اهو لهجو ڪجهه ڄاتل سڃاتل ٿو لڳي ۽ نيٺ اهو چهرو نظر اچي وڃينس ٿو. استاد نظام ماڻهن جي وچ ۾ موجود آهي. غلام جي مُنهن مرڪ جي دائري ۾ ٿو اچي. هو ماڻهن کي چيري، استاد جي پيرن تي هٿ رکڻ لاءِ جاءِ ناهڻ جي ڪوشس ٿو ڪري:
"استاد توهان!"
"هائو مان..."
"ڪٿان چڙهيوءِ؟"
"هن ئي اسٽاپ تان... پر توهي ڪهڙو بکيڙو شروع ڪيو آهي؟... ائين ڪبو آهي ڇا؟" استاد جي هٿ جا گهنجَ، پروڻئين جي سفيدي، عمر جي موهُ ظاهر ڪري ٿي. غلام لاڏ وچان، ماڻهن ۾ مانُ هٿ ڪرڻ لاءِ استاد سان ڳالهائي ٿو.
"استاد تون پاڻ ڏس نه... هاڻي اهو ڪو طريقو آهي؟ ... ائين ڪبو آهي؟..."
"پر ان ۾ تنهنجو ڇا ويو بابا؟... هيءُ هنن جو ملڪ آهي، جيئن وڻين تيئن

ڪن...“

”برو بر... پر چوري ڪي ڳالهائڻ جو افعال بہ ناهي.. سوارين سان ٿو وڙهي...“

”الا...!“ نظام جو مُنهن ڳهنجهجي ٿو وڃي... هو ڇوڪري ڏانهن نهاري ٿو. ”ڇورا اهو سچ آهي....؟“

استاد ہ وڏي ڏيا آهي. ڇوڪرو بہ ڇرڪي ويو آهي. هو بلڪل ماٺِ آهي. نظام گهڻو ڪجهہ سمجهي ٿو وڃي. پرسان ڊرائيور معاملي کي نہ سمجهندي، بس کي بريڪ هڻي ڇڏي آهي. نظام ڪنڊيڪٽر ڏي گهور ٿو ڪري.

”ڇورا... ائين برادريءَ کي لڄاءِ نہ... جتي نيائيون ۽ مائر گڏ هجن، اتي ائين ناهي ڳالهائبو... نظر ہ شناس رک... آئيندي واتُ ڦاڙڻ کان پهرين هيڏي هوڏي نهارَ ڪجان....“

ڇوڪرو هاڪار ہ ڪنڌ لوڏي ٿو. نظام، غلام ڏانهن نهاري ٿو.

”ءِ تون بہ هوش ڪر غلام... عمر ڪاٿي ڇڪو آهين... ائين ڏڻن ہ ڪيسين گذاريندي؟... هوش ڪر... هاڻي هيءَ تنهنجي مايا ناهي رهي... تو پنهنجو وقت گذاريو آهي... هاڻي ٻين کي گذارڻ ڏي.“

هُو ڪنڊيڪٽر ڏانهن نهاري ٿو، ”بابا... هلاءِ بس کي... ڏڪُ هڻ تہ گاڏي ڇُري...“

غلام جو بہ ڪنڌ جُهڪي وڃي ٿو. سندس ڪنن ہ استاد جي لهجي جي گونج پرجي ٿي. سندس اکيون ٽمٽار آهن. هو مرڪندو، ڇوڪري کان پهرين ٿي بس جي ڇتِ ہ ڏڪ ٿو هڻي.

”ڊبل آي استاد....“

نظام مرڪي ٿو غلام مائهن جي وچان منڊي ڪڍي ڏسي ٿو تہ ڊرائيور کهڙي ورندي ٿو ڏئي. هو بہ مرڪي ٿو... غلام کي ٻنهي جي مرڪ هڪجهڙي نظر اچي ٿي.

بس هلڻ شروع ٿي ڪري.....

# منهنجي مڙس جي عادت آهي مذاق ڪرڻ

"زهره تون ڪجھ ٻيو نہ پٽي ڪٿين؟"

هوءَ آواز تي ڇرڪي ٿي، ڪيس لڳي ٿو تہ هوءَ الائي ڪٿي هئي. هن جملي مَنَ ڪي هتي آندو آهي. ماڻهن جي وچ ۾.... گوڙ ۾.... پبلڪ ۾. هوءَ پاڻُ سنڀالي مرڪڻ جي ڪوشس ٿي ڪري.

"نہ پاپي، ٿئنڪ يُو.... مون ڪافي ڪجھ کاڌو آهي."

"هاڻي ڇڏ ڪٿين... ايترو بہ ڇا ڪاڌو هوندئي..." پاپي حميده بہ وٽس ٻيهي ٿي. ڳالهہ اجا ختم ڪا نہ ڪئي اٿائين. "هونئن پلا ڊائٽنگ پٽي ڪرين ڇا؟"

زهره نهڪار ۾ ڪنڌ لوڏي ٿي "نہ ڪو."

پاپي حميده، سندس سراپي کي تعريفي نگاهن سان نهاري ٿي.

"لڳي تہ اجا بہ سِلم پٽي آهين.... حق تي ادا حيات توتي اجا بہ اول گهول آهي..."

زهره جملي جي معنيٰ سمجهي، مرڪڻ جي اُڻ لکي ڪوشش ٿي ڪري.

حميده اجا بہ شايد ڳالهہ ناهي پوري ڪئي.

"هونئن شابس آهي توکي، پنهنجو پاڻ کي چڱو ميننٽين رکيو اٿئي."

"بس مڙئي." هوءَ اڌو ڳابرو ڳالهائي ٿي، سوچي ٿي "اهڙن جملن تي ڇاتو چئي سگهجي؟"

نازش ۽ ادا حيات الائي ڪٿي آهن؟"

"اتي ئي هوندا. شايد ڪاڏي ساڻ ڪچهري بہ زورن تي هوندي." زهره هاڻي مرڪندڙ مک ناهڻ جي ڪوشش ٿي ڪري... "حيات جي تہ خبر اٿوَ تہ هُو ڳالهين ٻولهين ۾ ڪيترو نہ هوشيار آهي... ڪچهري ڪندي تہ بلڪل بور ناهن ٿيندا."

"اها ئي ڳالهہ نازش ۾ بہ اٿئي زهره" حميده هن جي ويجهو اچي جهيٽي، آواز ۾ ڳالهائي ٿي" ۽ اهو سڀ ڪجھ ڪو چڱو عمل ناهي... هوءَ ماڻهن ۾ کُهلي ملي ٿي ۽ تون اٿين ٿي ڪنڌ پاسو وسائين ٿي... مرد ماڻهو پرجوش پارٽنر پسند ڪندو آهي."

حميده جا جملا، زهره جي اندر کي وِسائي تا ڇڏين، هوءَ وري بہ پنهنجو پاڻ کي سنڀالڻ جي ڪوشش ٿي ڪري.

"مان ڄاڻان ٿي پاپي، پر حيات وٽ تہ وراثتي آهي. پرجوش نمونو نازش وٽ آهي... خاموشيون مون وٽ آهن..."

"اهو ئي تہ مان نہ ٿي گهران تہ تون ڪو خاموش رهين.... ڳالهاءِ ٻولهاءِ... پنهنجي ذات جو احساس ڏيارِ..."

جملو پوري ڪرڻ کان اڳ ئي حميده پريان مڙس جي اشاري تي هلي وڃي ٿي.

زهره جي چپن تي زهر ڀرڪجي ٿو وڃي. "پنهنجي ذات جو احساس ڏياريان... هونهن... جي احساس ڏياري سگهان ها تہ اڄ رڳو اٿين "سينئر زال" هجان ها!... اڪيلي مالڪياڻي نہ هجان ها؟... اٿين نازش، حيات کي مون کان کسي وٺي ها؟... اٿين حيات ٻي شادي ڪري سگهي ها؟... اهو سڀ اٿين تڏهن ٿي ها جيڏهن ٿي ويو!!؟... جيڪي ڪجهہ بہ ٿيو، خوب ٿيو..."

هوءَ پنهنجي بدن تي نظر ڊوڙائي ٿي. سلڪ جي ناسي وڳي ۾ سندس بدن جو گلاب مهڪي رهيو آهي. پنهنجي وجود جي پيچ وخم تي نظر ڦيرائي هوءَ سامهون نهاري ٿي. پارٽي زورن تي آهي. اڇا ڪاڏي پيتي جو دؤر هلي پيو، ڪافي ماڻهو آهن. زهره پريان سائيڊ ٽيبل تي رکيل مئگزين مان هڪڙو ڪٽي ورق ورائڻ ٿي لڳي.

هڪڙي ورق تي هڪ مرد ماڊل، ٻن ڇوڪرين جي ڀاڪر ۾ آهي. ڪنهن شيونگ ڪريم جو اشتهار آهي. هوءَ ڪن پلَ لاءِ اشتهار تي نظرون ڄمائي ٿي ڇڏي. "هي بہ تہ منهنجي حياتيءَ جي ورقن جيان هڪ ورق آهي... هي حيات آهي، جنهن جي هڪ طرف نازش ۽ ٻئي طرف مان آهيان... الائي هنن ڇوڪرين ۾ سينئر ڪير آهي؟.. الائي مون وانگر ڪنهن جي ڳچيءَ ۾ اهو طوق پيو هوندو؟..."

هوءَ مئگزين بند ڪري ٿي ڇڏي. اڳيان ڏسڻ جو ڄڻ منجهس حوصلو نہ هجي. اکيون بند ڪري پنهنجي پاڻ کي صوفي تي رليڪس ڇڏي ڏئي ٿي.

ڪيس چڱيءَ طرح ياد آهي تہ جڏهن باغن ۾ انبن پچڻ شروع ڪيو هو، جڏهن گرمي پنهنجي چوٽ تي هئي ۽ جڏهن وڻن جا پاڇا، ماءُ جي هنج جيان ٿڌا محسوس ٿيندا هئا تہ هن جي پيءُ، فروٽ فارم جي هڪ ڪنڊ ڪان آباد، ننڍڙي گهر ۾ سندس ماءُ سان آيل رشتي بابت ڳالهايو هو. ڇوڪرو بہ هڪ مالهيءَ جو ئي پٽ هو پر شهر ۾ ڪٿي ڪلارڪ لڳل هو. اهو فيصلو اٿين ئي ٿي ويو هو جيئن اسان جي حياتيءَ جا الائي ڪيترا فيصلا، اسان کي خبر هئڻ بنا طئہ ٿي ويندا آهن. شاديءَ جي تڪڙ، زهره کي اهو احساس ڏياريو هو تہ هوءَ "پال پيل" انب نہ هئي بلڪہ "شاخ ٿيل" هئي، جنهن کي هڪدم وڪري لاءِ منڊيءَ پهچائڻ تمام ضروري هو.

حيات هڪ هوشيار انسان هو. سندس نظر پري مار ڪندڙ هئي. هن پهرئين ڏينهن کان ئي زهره کي پنهنجيءَ مٺ ۾ ڪري ورتو هو ۽ حياتيءَ جي مڙني فيصلن بابت سندس راءِ جو حق ڄڻ ڪانئس کسي ورتو هو. هن پاڻ سي ايس ايس ڪئي. زهره کي تعليم ڏيارائين ۽ ٽريننگ ختم ٿيڻ کان پوءِ موٽندي نازش کي پاڻ ساڻ وٺي آيو هو، جيڪا هاڻي ٻي زال جي روپ ۾ هن ساڻ هئي. حيات جو اهو فيصلو بہ زهره ماٺ ميٺ ۾ قبول ڪري ورتو هو. هوءَ هڪ مالهيءَ جي ڌيءَ هئي پر هن مهل هڪ وڏي آفيسر جي زال هئي، اهو سڀ ڇڏي ڪيئن موٽي ها! حياتيءَ جو بار پنهنجي ڪلهن تي ئي ڳرو پئي لڳس، ٻين جي ڪلهن تي ڪيئن وجهي ها.

هوءَ پنهنجي مڙس ۾ اڌ جي شريڪ آهي، ڇاڪاڻ تہ هن جو مڙس سو سارو هن جو ناهي، ماڻهن جي هجوم ۾ هو ٻنهي زالن کي ساڻ رکندو آهي. تمام خوش گفتاريءَ سان زهره کي سينئر ۽ نازش کي جونيئر سڏي تعارف ڪرائيندو آهي ۽ ماڻهن تي پنهنجي هڪجهڙي سلوڪ جي ڌاڪ ويهاريندو آهي.

"اوهه مسز حيات... اوهان ڇا سمهي پيا؟"

زهره آواز تي اکيون کولي ٿي. سامهون مسز شمس بيٺل آهي. اڄا ڪجهه ڏينهن پهرين ئي هن جي سرڪل ۾ شامل ٿي آهي.

"اڇو.... اڇو مسز شمس... بس ائين ئي رليڪس پئي ڪيم...."

هوءَ پنهنجو پاڻ کي سنڀالي ٿي، مسز شمس به ساڳئي ئي صوفي تي سائس گڏ ٿي ويهي.

"توهان جا هسبنڊ ڏاڍا جولي آهن مسز حيات... تمبولا شروع ٿيڻ وارو هو ته چوڻ لڳا.. سيٽي سينٽر کي سڏي ڏيو ته اسان به کيڏنداسين نه ته بس."

مسز شمس ٽهڪ ڏنو "توهان کي سينٽر سڏيندا آهن نه؟"

"جي" زهره ڦڪي ڪل ڪلي ٿي. "هن جي عادت آهي مذاق جي..."

"بس پوءِ حميده ٻڌاين ته توهان رليڪس پيا ڪيو ته شروع ڪيائون..."

"هونهن..." زهره ڌيان ڏيڻ نه ٿي گهري، ڳالهه ختم ڪرڻ ٿي گهري.

"ڏاڍا جولي آهن.... ريئلي.... ڏاڍا جولي آهن...."

مسز شمس ڪلندي رهي ٿي، زهره کي جڻ ڄڪَ چڙهن ٿا. هوءَ وري به پاڻ کي مڪمل رکڻ جي ڪوشش ٿي ڪري.

"توهان سڀ ڪيڏا نه سنا آهيو مسز حيات" مسز شمس جو لهجو هاڻي ڪجهه ٽڪل ٽو لڳي؛ "جيتوڻيڪ توهان به وائيفز آهيو هڪ هسبنڊ جون... پر اوهان کي هن جو مڪمل پيار ته حاصل آهي... ڪٿي ته هڪڙي جٺي به محبت لاءِ سڪي ٿي..." زهره وري به ماٺ آهي، هوءَ مسز شمس جي منهن ۾ غور سان ٿي نهاري. سوچي ٿي اهو وڏيڪ چڱو آهي ته مڙس جي محبت نه ملي.... ائين ورهائجي ملي ته نسورو عذاب آهي.

هوءَ واتان ڪجهه ڪُڇي نه ٿي سگهي، بس هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيندي رهي ٿي.

"هي مرد هوندا ئي اهڙا آهن مسز شمس، نيائين ته هزارن سان... نه ليکين ته هڪڙيءَ کي به ڪو نه ليکين..."

ڪيس سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته هُو ڪهڙي موضوع تي ڳالهائين پيون.... هوءَ پنهنجي ذهن کي وري به هن ڳالهه ٻولهه کان هٽائڻ ٿي گهري.

"حميده جو انتظار ڏاڍو سٺو هوندو آهي مسز شمس... گوڙ هڪڙي طرف هوندو آهي ته ماٺ بلڪل ٻئي طرف.... صفا Isolation هوندي آهي... مان ته حميده جي پارٽيءَ ۾ اکيون پوري ايندي آهيان..."

"ايگزيڪٽلي.... بلڪل اها ڳالهه ته مان به چوڻ واري هئس.... هاڻي ڏسو نه.... چاليهه کن مهمان آهن... پر هتي، هن بيڊ روم ۾ ڪيڏو نه سڪون آهي.... هُن پاسي تمبولا پيو کيڏجي ۽ هتي آواز به نٿو اچي... مان به رليڪس ڪرڻ لاءِ اوهان وٽ هلي آيس نه...." مسز شمس هاڻي ڪجهه آهليل نموني پڪڙيل آهي. سندس ساڙهيءَ جو فال خراب پيو ٿئي، لڳي پيو ٿو ته هاڻي هوءَ ٻئي ڪمري ۾ ڪو نه ويندي. زهره ڏانهس نهاريندي ٿي رهي. لڙڪيل جسم، ميڪ اپَ جا تَهَ... وارن جي سفيدي لڪائڻ لاءِ ڳاڙهي رنگ جو پريور استعمال ۽ اندران جهاتيون پائيندڙ ڪراڙپ. ان مهل ئي ڪمري ۾

حيات داخل ٿي ٿو. هٿ ۾ لائيم جوس جو گلاس جهلي، هُو تکو تکو زهره ڏانهن اچي ٿو.
"جان.... هلو نه....تمبولا ۾ بلڪل مزو نه پيو اچي... توهان به هلو نه مسز شمس.... شمس صاحب به اداس وينا آهن..."
"هو جيترا اداس آهن اوتري مون کي خبر آهي...." مسز شمس جي لهجو زهر آلود آهي." مان بهرحال ٿورو رليڪس ڪيان پوءِ اچان ٿي...."
"۽ توهان نه هلو نه جان" هُو زهره کي ٻانهن کان پڪڙي ٿو. سُيٽر... بلڪل مزو نه پيو اچي.... نازش به بس اٿين ئي فارمل پئي ٿئي، توهان کان سواءِ..." زهره آهستگيءَ سان ڪانشس ٻانهن ڇڏائي ٿي.
"توهان هلو حيات، مان مسز شمس سان گڏجي اچان ٿي."
"اوڪي .... ٺيڪ آهي.... بس جلدي اچي وڃو...."
هُو جنهن تيزيءَ سان آيو هو، اهڙي ئي تيزيءَ سان واپس روانو ٿي ويو. زهره هن جي وڃڻ واري رخ ۾ نهاريندي ٿي رهي. ڪجهه لمحن جي خاموشيءَ کان پوءِ مسز شمس ڳالهائي ٿي.
"توهان ٻنهين کي بيبيز آهن مسز حيات!"
"مون کي هڪ پُٽ آهي... نازش کي اجا ڪجهه ناهي ٿيو..."
"ڪمال آهي، توهان کي اولاد ٿيو هو پوءِ به حيات ٻي شادي ڪري ڇڏي."
هُو جملو اوچتي هڪدم چپ ٿي وڃي ٿي، زهره مرڪي ٿي.
"نازش حيات جي پسند آهي مسز شمس...."
"۽ توهان؟..."
"مان هن جي زال آهيان...."
"نه پر زال نه هوءَ به آهي...."
"مان سينئر آهيان" هوءَ کِلي ٿي، زخمي کِل. جڻ سندس چپ ڦاٽندا هجن.
"حيات الاهي جولي آهي نه مسز شمس... هن پيار ۾ مذاق وچان مون کي سينئر سڏڻ شروع ڪيو آهي. هر هنڌ انهيءَ نالي سان متعارف ڪرائيندو آهي. الائي ان ۾ پيار گهڻو آهي الائي مذاق..."
وري خاموشي ڇانئجي وڃي ٿي. مسز شمس هاڻي اڪيون ہوئيون آهن. زهره به ڪنڌ صوفي تي لاڙي ٿي ڇڏي. سندس مٿي ۾ ڄڻ ڌماڪا ٿين ٿا "اهو ڪيڏو نه وڏو عذاب آهي. هر واري هر نئين ملنڊڙ ساڻ مون کي اهي سڀ وضاحتون ڪرڻيون پونديون آهن... هي ڪهڙو ظلم ڪيو آهي مون سان قسمت... مان ماءُ پيءُ وٽ موٽي نه ٿي سگهان... هتي اجايو ڏند ڪڍي پاڻ کي مڙس جي حڪم موجب سينيئر ٿي سڏرايان..." هي سڀ ڇا هي؟ تماشو آهي... ذلت آهي... آئيندي مان چئي ڇڏيندس حيات کي نه مون کي بخش ڪر.... ائين ذليل نه ڪراءِ.... نازش کي پبلڪ پليسز تي وٺي وڃ... اهو ئي ڪوڙ آهي..."
"مسز حيات...."
اوچتو سڏ تي زهره جا خيال وري وکرن ٿا... مسز شمس آهستگيءَ سان

کيس سڏيو هو....
"جي..."
"توهان منهنجي سوال کي مائينڊ ته ڪو نه ڪيو؟"
"نه نه.... چو ڪنديس..." زهره لاپرواهي ڏيکارڻ جي ڪوشش ٿي ڪري.
"مان اوهان جي سرڪل ۾ اڃا نئين آئي آهيان نه.... مون لاءِ اهو عجيب تجربو هو ته ڪو مڙس هڪ ئي وقت پنهنجي ٻنهي زالن کي متعارف ڪرائي.... هن جو خيال رکي.... هن سان هڪجهڙو هَلي... ان ڪري ئي اوهان سان ڪجھ ڪلوز ٿي آهيان.... ايڪچوئلي مون اوهان سان ملڻ پئي گهريو.."
"اهو منهنجي لاءِ هڪ اعزاز آهي مسز شمس ته ڪير مون سان ملڻ گهري.... توهان جي وڏي مهرباني آهي."
"مون توهان کان ذاتي سوال ڪيو نه ته ڪجھ حوالا مان پنهنجا ذاتي ٻه ڏيڻ ٿي گهران.... شمس صاحب بس رڳو مون سان رشتو نڀائين پيا.... بس نالي جي زال آهيان نه ته هونئن منهنجي وٽن ڪا به حيثيت ناهي."
زهره پريشان ٿئي ٿي "هي چوڻ ڇا ٿي گهُري؟".... اڃا ٻه ٽي ملاقاتون مس ٿيون آهن... هيءَ ته الاهي ويجهو پئي اچي...."
بيگم شمس ڳالهائيندي ٿي رهي. "هن جي حياتيءَ ۾ هڪ ٻي عورت داخل ٿي هئي مسز حيات.... هن به ان کي شريڪ حيات بڻائي مون کي جڻ سينئر بڻائڻ پئي گهريو.... پر مان هڪ امير خاندان مان آئي آهيان... کيس ائين ڪرڻ نه ڏنم...." مسز شمس جا ڳِلَ آلا ٿيڻ لڳا آهن.... "توهان کي ڏنم ته خيال آيم... جي موڪل ڏيان ها ته منهنجو مرتبو ته سلامت رهي ها.... شمس، حيات صاحب وانگر ڪٿي جولي نه هجي ها.... پر ائين مُنهن ته نه ڦيري وڃن ها... اڄ هتي ئي ڏسو.... منهنجو مڙس مون ساڻ ناهي...."
هوءَ سڏڪندي رهي ٿي، زهره جي مُنهن تي جڻ اداسيءَ جو ميڪ اپ تهه ڄمائيندو هجي. هوءَ مسز شمس کي ياڪر ۾ ڀري ٿي. کيس پرچائڻ جي ڪوشش ٿي ڪري. جملا سندس واتان ترڪندي نڪرن ٿا.
"اسان جي شادي شده حياتيءَ ۾ رڳو نڪاح جا ٻه لفظ ئي اسان کي سينيئر بڻائيندا آهن مسز شمس.... مان مڃان ٿي اسان جا گهر وارا ٻي شادي ڪٿي بظاهر ڪندا آهن، پر هنن جي اندر ۾ ته هر روز اهڙي تقريب هوندي آهي.... هر لِفٽ ڏيندڙ عورت اسان لاءِ ڪنهن به مهل جونيئر بڻجي سگهجي ٿي. منهنجي مڙس جي طبيعت مذاق ڪندڙ آهي.... ان کان پهرين جو ڪو ٻيو سندس مذاق اُڏائي، هُو پاڻ ئي پنهنجو پاڻ تي کِلي وٺندو آهي.... شمس صاحب ۾ شايد اهو حوصلو نه هوندو.... ٽيڪ اٽ اِيزلي.... جي توهان جي ادا شمس وٽ ڪا عزت ڪانهي ته منهنجي وري ڪهڙي عزت آهي؟" هن کي محسوس ٿئي ٿو ته مسز شمس کي پرچائيندي هن جا پنهنجا ڳل ٻه آلا ٿي رهيا آهن.

# هر ماڻهوءَ جي ڏنل فلم

هُو مٿل اکين سان سامهون اسڪرين طرف نهاريندو رهي ٿو.
اسڪرين جي مٿان به پردا آهن. هڪڙو مچيءَ جي ڇلرن وانگر گولائي رکندڙ آهي ۽ مٿي ڪينل آهي، بيو پاسن کان ڪُلندڙ آهي پر هن مهل بند آهي. مچيءَ جي ڇلرن وانگر پردو اڇي رنگ جو آهي ۽ اسڪرين اڳيان ڏنل پردو ڳاڙهسرو آهي. اياز پردي تي نظرون کُپائي ڇڏي ٿو.
سوچي ٿو ڪيڏي نه عجيب آهي هي دنيا به ڪٿي ماڻهن لاءِ اوڇڻ نه ٿو لبي، ڪٿي اٿين بن بن پردن به ڪپڙو وڃايو ٿو وڃي. الائي ڪيترا تاڪيا ڪپڙو آيو هوندو؟ الائي ڪيترو خرچ ٿيو هوندو سلائيءَ تي؟ نه پر... هائي اٿين ته ٿيندو نه... لازماً ماڻهو سئنيما تي ايندا ٿي سامهون ڏسڻ آهن... سامهون واري حصي تي به خوب خرچ ڪبو نه. پر ماڻهو ڏسڻ ڇا ايندا آهن. اهو سڀ، جيڪو هنن جو چڱيءَ طرح ڏنل هوندو آهي. جنهن جي انجام کان هو گهڻي قدر واقف هوندا آهن. اچ الائي ڇا ٿيو آهي مون کي؟ الائي ڇا پيو ٿو سوچان؟ هائي اها به ڪا سوچڻ جي ڳالهه آهي؟ جيڪي ڪجهه ماڻهو ڏسڻ ايندا آهن، اهو مان به ته ڏسڻ آيو آهيان..
هُو ذهن کي جَهٽڪي ٿو ڇڏي. اکين جو فوڪس پردي تان هٽائي، ماڻهن ڏانهن ڪري ٿو. اندر سئنيما ۾ هائي رش ٿيڻ شروع ٿي آهي. خالي سيٽن تي ماڻهن جي وجودن وسيرو ڪرڻ شروع ڪيو آهي.
"اجا ته خلق ٿَٽندي وڏا..." پر ۾ ويٺل جمال ڳالهائيس ٿو. "وڏو مزو آ سائين... ڪجهه ڪو نه ٿا لڪائين.."
جملو پورو ڪري جمال پاسو ورائي ٿو ۽ اياز ڏانهن سندس پُٺ ٿي وڃي ٿي. اياز جي مُنهن تي آيل هٽرادو مرڪ، جيڪا هن جمال کي موٽ ڏيڻ لاءِ آندي هئي، هڪدم گُم ٿي وڃي ٿي. هُو گلي مان صرف آواز ڪڍي ٿو.
"هونهن...."
اهو هڪڙو آواز اها رسيد آهي ته هُو دوست جي ڳالهين سان سهمت آهي. جمال وري هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ ۾ پورو آهي. اياز ٿورو اڳتي ٿي پاڻ کي سيٽ تي ترو ڇڏي ٿو ڏئي.
سئنيما جي اندر جيتوڻيڪ اجا فلم شروع نه ٿي هئي ته به اوندهه هئي. ٻرندڙ بلب جو انگ تمام گهٽ هو. جيڪي اندر موجود هٿاسي چهرا سڃاڻڻ جي قابل هئا، پر جيڪي ٻاهران آيا پئي انهن مڙئي ڪٿي نه ڪٿي ٿابو ضرور پئي کاڌو. اندر ماڻهن جي آوازن مٿان پارٽي گانن جو آواز حاوي هو، جيڪي سيڪسي آواز ڪڍي ماحول کي مؤثر بنائڻ جي ڀرپور ڪوشش ۾ رذل هئا. انهن آوازن ۾ بوتلن وڪڻڻ وارن جو پيدا ڪيل رِدم به شامل هو، جيڪو هُو پنهنجين بوتلن کولڻ وارين چاٻين کي بوتلن تي هڻي پيدا

ڪري رهيا هئا. ڪتّان ڪتّان ڪو گهوڙيو، ڳچيءَ ۾ ٽالهه يا ٽري لڙڪايو لنگهي پيو وڃي ۽ ان جو آواز ۽ هو ڪو به ٿوري دير لاءِ ماحول جو جزو بڻجي پيو وڃي، جيئن گهرَ ٻاهران لنگهندڙ ٽريفڪ ۾ وڄندڙ گيتن جو آواز، اندر گهرن ۾ سماعتن جو حصو بڻجي گم ٿي ويندو آهي.

اياز الائي ڪيتري دير ائين آهليل هو. ايئن پٺي لڳو جڻ وقت اوچتو بريڪ هڻائي هجي ۽ هاڻي انهيءَ ڪي ٽيسٽ ڪندو هجي. ان ئي آهليل حالت ۾ هُو هڪ ڀيرو وري اکيون کولي سامهون نهاري ٿو، اسڪرين تي اڃا به پردو موجود آهي.

اياز کي جَڪ ڏاڍا ٿا اچن. ايڏي دير ٿي وئي آهي. هنن نوابن جو شايد اڃا موڊ ئي ڪو نه ٿو ٿهي.. ڪو ته ٿائيمر هوندو شو چالو ڪرڻ جو... ائين ڪيئن هيڏ متي ڪم ڪندا هوندا.... اڄ ته وقت به الاهي ڏکيو ٿي ويو آهي. اهو ته شڪر آهي ته اڃا ڪو به واقف ناهي ٽَڪرو، جي ڪنهن ڏسي ورتو ته چڱي خواري ٿي ويندي. خير! جي ڪو آيو به ته هُو به ته انهيءَ مقصد سان ئي ايندو نه جنهن سان اسان آيا آهيون. سڀ اگهاڙا هجن ته ڇا جو شرمائڻ...؟ اهڙي ڪهڙي ڳالهه ٿي ويندي جو مان اڃايو پريشان پيو ٿيان؟..

"ٽائيم گهڻو ٿيو آهي؟..."

جمال جو آواز ڪيس چرڪائي ٿو وجهي. گهڻي دير ان حالت ۾ رهڻ جي ڪري اياز کي پنهنجيءَ چيلهه ۾ سور محسوس ٿو ٿئي. هُو ٺيڪ ٿي ويهي ٿو ۽ واچ ڏسي ٿو.

"پوڻا چار ٿيا آهن.."

"دير ڪئي آ... هونئن ته هر واري ساڍي ٽين وڳي ئي گيت مالا شروع ڪندو آهي." انتظار جي ڪڙاڻ جمال جي لهجي کي به زهر آلود ڪري ڇڏيو آهي، "پئسي جا پُٽ آهن. ڏسن پيا ٿا نه ته خلق ٽُٽي ٿي جام... پوءِ نخرا به ته ڏيکاريندا نه..."

"نخرا ڪٿيا ته پوءِ وڌندا ته سهي نه...."

اياز کي پنهنجو جملو اڃايو ٿو لڳي. مگر اندر ۾ جڻ اهو احساس به ڪَر ٿو کڻي ته آخر جمال کي ڪجهه ته موڊ ۾ چوڻو آهي.

"ڪٿيا تا پون نه وڏا...." جمال وري يرو ٿي اياز وانگر آهلجي ٿو پوي ۽ پنهنجا پيرَ اڳئين سيٽ جي مٿان ٽوڪري. "وڏو مسئلو ٿي سيڪس به... هاڻي هتي ئي ڏسُ نه... ڪيترو عوام آهي... اهو سڀ ڇا ڏسڻ آيو آهي... اهو ڇا تون نه ٿو ڄاڻين يا مان کي خبر ناهي... پيو ته ڇڏ ڪٿي... اهو ڏس ته تون مان ڇو آيا آهيون...؟"

"مون کي ته تو آندو آهي.." اياز ورائي ٿو.

"بَلي... سائين توهان اڃا ٿڃ تي... زوريءَ آندو آهي مون... هان... وڏا، شونقڙو ته توهان به ڪيو آني..."

جملو پورو ڪري هُو هڪ وڏو ٽهڪ ڏئي ٿو. اڳيان ويٺل ڪجهه همراهه جمال ڏانهن نهاري وري هڪ ٻئي سان ڪچهريءَ ۾ لڳي ٿا وڃن. اياز ڪجهه ڪِڪو وکو ٿئي ٿو، پر وري هڪدم پاڻ سنڀالي ٿو وٺي.

"ٿيندو آ وڏا ... ائين به ٿيندو آ.." جمال ڪاهي اک هڻندي، اياز جي سٿر تي

ڏڪ ٿو هڻي "اوهيو... هي ماليڪيول به اڇي نڪتو ٿي...."
اياز، جمال جي اکين جي سِڌ ۾ نهاري ٿو. سامهون ٿي سندن هڪ هاسٽلر دوست، جنهن کي هڙئي ماليڪيول سڏيندا آهن، سئنيما جي هال ۾ داخل ٿيو آهي.
"سڏ ڪيونس...؟.." جمال پڇڪي ٿو...
"ڇڏ يار... ڇو ٿو مارائين... هڪڙي فلم ڏسڻ آيا آهيون، ٻي ٿا هلنداسين... فاتوڙو دهل آهي... هر هنڌ پيو وڄندو..."
"پاڻ به ته آيو آهي..." جمال وڏو ساهه ٿو کڻي.
"پاڻ ته ايندو رهندو آهي نه..."
اياز جو جواب جمال کي ڪجهه دير لاءِ خاموش ڪري ٿو ڇڏي. سندس دوست، اوندهه ۾ جاءِ ڳولڻ جي چڪر ۾ هيڏي هوڏي نهاري ٿو.
"جڳهه ته اجا به الاهي آهي پر هُو شايد پنهنجي من پسند جاءِ جي تاڙ ۾ آهي."
"ياڻِ... ڀوپان وجڻ جي چڪر ۾ آهي. هر ڪو هن طرف پڄندو آ. ڀوپان فلم هلندي ڪو ناهي ڏسندو نه. خبر ٿي ناهي پوندي ته ڇا پيو ٿئي. هونئن عام رواجي هرڪو اڳيان پيو پڄندو آ، پر هتي سيني جي ڀوپان لُوهه هوندي..."
ماليڪيول، ڪانئن چار پنج قطارون اڳيان هڪ سيٽ تي ويهي ٿو رهي ۽ ڪلهي تي ڪنيل بيگ پاسي کان رکي ڪتو ڇڏي.
"ڳوٺ ٿو وڃين ڇا؟"... اياز پڇڪي ٿو.
"نه وڏا..." جمال مڇ ٿو مروٽي، "وڏو ننڪار ٿي. بيگ کڻي آيو هوندو هاسٽل تان. يارن کي ڏيکارڻ لاءِ ته ڳوٺ ٿو وڃان، تُنو هتي اڇي..."
"تنهنجا اندازا ڏاڍا پُختا هوندا هن.." اياز جي نظرن ۾ جمال لاءِ تعريف پرجي ٿي...
"تجربو آ راڻا.. جتي گهڻا ماڻهو منهن لڪائين اتي ڪنڌ مٿي ڪري هلڻ ڪا مشڪري ناهي. هتي هر ڪنهن کي پڪڙجڻ جو ڊپ هوندو آ... پاڻ اهڙي شي پاليون ٿي ڪو نه..."
اياز دل ۾ سوچي ٿو ڪيڏو نه تجربيڪار آهي... مان ڪيڏا نه شڪر ٿو پيو ڪيان ته ماليڪيول ناهي ڏٺو... هن کي ته پرواهه ٿي ناهي ...
هُو وري سامهون نهاري ٿو. سندس نظر هڪ صاف منظر ڏسي ٿي. ماليڪيول هڪ ننڍڙي ڇوڪري کان مگيرن جي پُڙي وٺي ٿو. اياز جي وات مان رڙ نڪري ٿي.
"ايڏو ننڍڙو ٻارڙو هن ماحول ۾ ڇا ٿو ڪري؟"
"مگيرا ٿو وڪڻي" جمال، اياز جي جملي کي نه ٿو سمجهي، عام انداز ۾ ورائي ٿو. هن کي ته ماليڪيول تي ڄَڪ آهن.
"وڏو ڪاٺو ٿي ياء ... وات مڙئي پيو چِر چِر ڪندس..."
ان مهل ئي اسڪرين تان پردو هٽڻ ٿو شروع ٿئي. هال ۾ لڳل جهيڻا بلب وسامي وڃن ٿا ۽ اسڪرين تي اشتهار هلڻ شروع ٿي ٿا وڃن. آرام سان ويٺل هڙئي وجودَ هاڻي هوش حواس سنڀالين ٿا ۽ ٺيڪ ٿي ويهڻ جي ڪوشش ٿا ڪن.

"وڏي وقت تي آيو آهي.... اسان ويٺي ويٺي سُڪي وياسين... هيءَ آيو ۽ بتي بند ٿي.."

جمال ٺيڪ ٿي ويهندي جملو اوڳاڇي ٿو. اياز به هاڻ ويهڻ جي پوزيشن ٺيڪ ٿو ڪري ۽ مرڪي ٿو. سندس نظر وري به ماليڪيول تي آهي، جنهن ڇوڪري کي پئسا ڏيندي ڪجهه دير لاتي آهي. اياز جي واتان جملو نڪري ٿو.

"ڳنا پٽيندس ڇا؟..."

"ننڍڙو آهي، هر ڪنهن کي وڻندو هوندو. ماليڪيول به ڪچهري ڪندو هوندس..."

جمال جي جملي تي، اياز پنهنجي اندر ۾ سيءَ جي هڪ لهر محسوس ٿو ڪري. هُو اکيون ڇُنجهيون ڪري، غور سان ڇوڪري کي ڏسڻ جي ڪوشش ٿو ڪري. پتڪڙو پر صاف سترو آهي. مٿي تي تيل لڳل، پاسي کان ڦٽي نڪتل، مُنهن تي جڻ ڪنهن ماکي مَلي هجيس. اياز جي اندر ۾ سوچ جي چاقوءَ جي ڇهنب وڏيڪ چير ٿي ڪري.

"هيءَ عمر آهي هن جي.... ڪا نه ڪا مجبوري هوندس نه ته ائين هن غليظ ماحول ۾ موجود هجي... ڪيس ڪهڙي ڄاڻ هوندي ته ائين جسم جو ڪاروبار ڇا ٿيندو آهي؟ اگهاڙا ۽ اڌ اگهاڙا جسم ڪيئن سؤدا طئہ ڪندا آهن...؟"

ڇوڪرو، ماليڪيول کي مگيرا ڏئي هال مان نڪري ويو آهي. اندر هال تي اوندهه جو مڪمل قبضو آهي ۽ روشني صرف اسڪرين تي هلندڙ فلم مان نڪري محسوس ڪرائي ٿي ته هتي ڪجهه مُوذي روح موجود آهن. اشتهارن جي لانڍ ڏکهي ڪانهي. هڪ به اشتهار هلڻ کان پوءِ ٿي گيت مالا جو هڪ گانو شروع ٿي وڃي ٿو. هڪ اڌ (الف) مائي هيرو کي پنهنجي جسم جو نذرانو پيش ڪري رهي آهي. اياز جي نڙي خشڪ ٿئي ٿي. هوڏانهن جمال سيٽ تي پاسو ورائي جملو اڇلي ٿو.

"اُتي رکينس نه وڏا..."

اياز سامهون اسڪرين تي ٿيندڙ عمل تي نظر ڪپائي ٿو. سوچي ٿو "ڇاهي هي سڀ ڪجهه...؟.. اهو ئي ته آهي جنهن کي ڏسڻ لاءِ اسان سڀ هت گڏ ٿيا آهيون. دنيا جي ڪاروبار جو اهو هڪڙو اهم ترين سڪو ئي ته آهي جيڪو هن مهل خرچ ٿي رهيو آهي. هي ڪيڏو نه وڏو عذاب آهي. ماڻهو پڪڙجڻ جي خيال کان، هڪ ٻئي آڏو ڊي گريڊ ٿيڻ جو سوچ کان تنگ ٿيندي به اهو سڀ ڪجهه ڪري ٿو... هي سڀ وقت جي مُهرَ آهي. سوچ جي پڪيڙ آهي. اڳي ماڻهو سئنيما ۾ ٽوٽا ڏسڻ ڪو نه ويندا هئا ڇا؟ پر اهي ته ٽوٽا هوندا هئا. هاڻي ته مڪمل فلم ٿا ڏيکارين. ٻاهر ڪيڏا نه (الف) فوٽو لڳل هئا. هاصاف... ڇِٽا... اَڄ شب ڪو... ۽ سڀ ڪجهه ظاهر. ائين اڳي ٿيندو هو...؟ ڪجهه به ٿيندو هجي، ايئن اوپن ڪو نه ٿيندو هو. ايئن ڪو ٻارڙو سئنيما ۾ موجود هوندو هو ڇا؟ پر جي هوندو به هو ته شروعات ۾ ڪو ٽوٽا ٽوروئي هلائيندا هئا. وچ وچ ۾ ڪٿي ٻُلُ لڳي ته ڪم ٿي ويندو هو. ائين ڪُلئي عام ته ڪو نه سؤدو طئہ ٿيندو هو. ڇا سوچيندو هوندو اهو ٻارڙو..."

"هُو اسڪرين تي نظرون ڄمائڻ جي ڪوشش ٿو ڪري. الائي ڪيترا گانا

گذري چڪا آهن سامهون الائي ڪهڙو ڳانو پيو هلي، پر جيڪو ڪجهه به هلي پيو، هن مهل شرافت جي حدن ۾ آهي.

جمال پڇڪي ٿو.

"اڳئين پيري ته اهڙا ڳانا ڏيکاريا هيائين جو بَس ڪونهي. هن پيري وڏا! مڙئي ڪجهه ٺڏو آهي معاملو..."

"سينَ ڪو نه ڏيکاريندا ڇا؟"

اياز جي دل جي ڳالهه هڪدم وات تي اچي وجي ٿي. جمال مرڪي ٿو.

"اڙي سينن جي ڪهڙي ضرورت آ. فلم ئي سڄي سِين ٿي... ڏيکاريندا وري ڪيئن ڪو نه..." جمال جي مرڪ گهري ٿئي ٿي.

"توکي به مڙئي..."

هُو جملو اڌ ۾ ڇڏي ٺهڪ ڏئي ٿو. ان مهل ٽي بتيون ٻري وڃن ٿيون. رليڪس ليٽيل همراهه آرس موڙين ٿا ۽ هيڏانهن هوڏانهن ۽ اڳتي پوٺتي نهارين ٿا.

"منٽ ڪيا ٿن اڄ، چار ڳانا ڏئي انٽرويل.." جمال جي مکَ تي سوچ آ؟" فلم وڌا ڪا ناهوڪڙي آ؟... ڪلاڪ کان مٿي جي ٿي لڳي..." اياز سامهون نهاري ٿو. ماليڪيول سڌو وينو آهي. جمال به اوڏانهن نهاري ٿو.

"پيٽسان، ڪاني ٿيو وينو آهي. پٽر جو ٿي ويو آ ڇا؟ يا مگيرن ۾ ڪجهه مليل هو جو ماليڪيول ائين ٿي ويو آ..." جمال کلي ٿو. بتين ٻرڻ ساڻ ئي هال ۾ گوڙ وڌي ويو آهي. وري بوتلن جا آواز ۽ گهورڙين جا هوڪا پکڙجي ويا آهن. اياز جون اکيون مگيرن واري ڇوڪري کي ڳولين ٿيون، جمال ڪيس غور سان ٿو ڏسي.

"ڪجهه گهرجي ڇا؟"

"مگيرن واري ننڍڙي کي پيو ڳوليان..."

"اڙي اهو ننڍڙو نه هوندي... وڏو بَلهه زير هوندِي... توکان مون کان وڌيڪ چاڻ هوندس.... وڏو شوقين هوندو ٿوٽن جو..."

"هاڻي ائين به ڪونهي.." اياز جو لهجو بااعتماد آهي. پر ٿي سگهي ٿو مجبوريءَ جي ڪري هتي ايندو هجي..."

"اڙي مون ڳالهه ڪهڙي ڪئي ۽ تون ڇا پيو چوين... مان ڪڏهن چيو ته مجبور نه هوندو... منهنجو مقصد هو ته سڀ راز ڄاڻندو هوندو... ٻاهر نوٽو اکين لاءِ ئي ته هنيا ٿن نه..... هن کي اکيون ناهن ڇا..."

اياز جو اندر اچا به نه ٿو مڃي...

"مان مڃان ٿو... تنهنجا اندازا درست هوندا آهن، پر هن ننڍڙي ٻالڪ جي اندر ۾ ايتري ڪارنهن نه هوندي.. مگيرن وڪڻن وارو ڪم ڪري ضرور ٿو، پر گندگيءَ بابت ايتري ڄاڻ ڪا نه هوندس.. هن کي ڇا خبر ته سِين ڇا هي؟... ماڻهو ڇا ٿو ڏسي؟..."

ان مهل سامهون ئي اوچتو اهو ڇوڪرو ٿو اچي. جمال سڏ ٿو ڪريس. هو هٿ ۾ مگيرن جون پڙيون کنيو وٺن اچي ٿو.

"گهڻي آ؟..." جمال پڇي ٿو.

ان مهل ٿي اوندهہ ٿي وجي ٿي. اياز غور سان ننڍڙي کي نهاري ٿو. انٽرويل
کان پوءِ واري ميوزڪ شروع ٿي چڪي آهي.
"رُبٽي رُبٽي.."
جمال پنجين روپين جو نوٽ ڇوڪري ڏانهن وڌائي ٿو.
"ٻہ ڏي..."
ڇوڪرو ٻہ پڙيون ڏئي، ٻہ رپيا واپس ڪري ٿو. هڪ ربٽي لاءِ سڀ کيسا
تڪڙ تڪڙ ۾ ڏسي ٿو پر وٽس کُلئو ڪونهي، هُو لاچاريءَ وچان جمال ڏانهن نهاري ٿو.
"رپيو ڪونهي چاچا..."
"هيٺ وڃي تہ ڪنيو اچ...."
"هاڻي اچڻ نہ ٿيندو نہ..." ڇوڪرو جڻ ٻاڏائيندو هجي.
"ڇو؟..."
"سيٺ هلندو نہ چاچا..." ننڍڙي جي جملي تي جمال فاتحاڻي نموني اياز
ڏانهن نهاريو، جڻ چوندو هجي منهنجو اندازو ٺيڪ نڪتو نہ.... مون نہ چيو هئو ماڻ، تہ
سڀ سمجهي ٿو.
"بابا روڪيو آ تہ سِيٺ هلندي اندر نہ هججانءِ.... هاڻي سِيٺ هلندو تہ مان
مٿي تہ نہ ايندس نہ..."
اياز جي دل چوي ٿي تہ پڇيس تہ ٻاهر فوٽو جو لڳل آهن پُتڙا... انهن تي چا
نظر نہ وجهندين...؟... پر هن هڪڙي جملي ئي کيس سگهارو ڪري ڇڏيو آهي. هُو
جمال جي اکين ۾ اکيون وجهي، ٻُلُ ڏئي اُٿي وڃي ٿو ۽ ڇوڪري کان هڪ ٻي پُڙي
وٺي ٿو...
"مون کي ڏي.... شابس.... تون وڃ هاڻي.."
ڇوڪرڙو هليو وڃي ٿو.
"ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن ٻئي جا اندازا بہ ٺيڪ نڪرندا آهن وڏا..." اياز،
جمال جي نموني ڳالهائڻ جي ڪوشش ٿو ڪري.
هُو ٻئي هڪٻئي ڏي نهاريندا رهن ٿا. ٻنهين کي پَڪَ آهي تہ سندن خيال
درست آهي.

# باک پبليڪيشنس جا شايع ٿيل ڪتاب

١ـ سنڌ جا پُراسرار داستان ـ شيخ عزيز ـ ١٩٦٢
٢ـ مون لينن جو ڏيهہ ڏٺو ـ شيخ عزيز ـ ١٩٧٥
٣ـ عملي صحافت ـ شيخ عزيز ـ ١٩٧٦
۴ـ عملي صحافت (ٻيون ايڊيشن) ـ شيخ عزيز ـ ١٩٧٨
۵ـ سپنون ڪا ٻنور (اردو سفرنامو) نعميہ جمالي ـ ١٩٨٠
٦ـ سرها ساهہ پرين جا (ڪهاڻيون ۽ ڊائري) طارق عزيز شيخ ـ ١٩٩۴
٧ـ عملي صحافت (ٽيون ايڊيشن واڌاري سان) ـ شيخ عزيز ـ ١٩٩۵
٨ـ محمود مغل جون ڪهاڻيون ـ ١٩٩۵



ڪا ڪهاڻي پڙهڻ کان پوءِ جيڪڏهن ذهن تي گهاٽو تاثر رهجي وڃي ته يقين اها ڪهاڻي، حقيقت مان ڪهاڻيءَ جو روپ وٺي سرجيل هوندي. زندگيءَ جي مختلف روپن جا عڪس جڏهن چٽا ڏسڻ ۾ اچن، لفظن مان ساهه کڻندي محسوس ٿئي ۽ ڪردارن ۾ پنهنجو پاڻ ڪي ياٽنجي ته اهو ڪهاڻيڪار جو ڪمال ناهي بلڪ اهو سندس سچائين جو ثمر آهي، جنهن جو هُو اظهار ڪري ٿو.انهيءَ ڪري اهو چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ ڪونه ٿيندو ته محمود وٽ سچائيءَ جو اظهار لفظن ۾ ساهه پريو ڇڏي ۽ ڪهاڻي زنده ٿي ڇُرڻ پُرڻ لڳندي آهي.

پنهنجي اندر جا جذبا، شددت سان ڀرپور پيار، پرينءَ سان گڏ گهاريل سهڻا يادگار پل، خوبصورت خواب، رسڻ پرچڻ، پرينءَ ۾ اٽڪيل ساهه، وڇوڙو، وڇوڙي جو پيڙاءُ ۽ يادون--- فقط يادون--- ڪي بهار ۾ رنگين ٽڙيل گلن جهڙيون خوشبودار ته ڪي وري سرءُ ۾ لڪَ لڳل لگَ ساڙيندڙ اُس جهڙيون اُداس يادون...

اهي سمورا جذبا، عڪس ۽ ڪيفيتون محمود جي ڪهاڻين ۾ خاص اهميت ٿا رکن، جيڪي هن زندگيءَ جي مختلف موڙن تان ورتا آهن. محمود مغل جي ڪهاڻين ۾ اها ڳالهه آهي جا رات جو دير سان ٽيپ رڪارڊ تي وڄندڙ وائلن جي ڌُن ٻڌڻ مان ملندي آهي، جنهن مان جيترو رومانٽڪ ميوزڪ مزو ڏيندو آهي اوتروئي ٽريجڪ سُر پيڙائيندو آهي. سندس اسلوب ۽ منظر نگاريءَ جي انداز ۾ سموريون چاهنائون، پريت سان لبريز پل ۽ چنڊ جهڙي سونهن سمايل آهي. شدت سان ڀرپور محبت ڪي جيڪڏهن بيوفائيءَ جو نانگ ڏنگي ڇڏي ته وڇوڙي وارين پوڳنائن جو زهر عمر ڀر تيزاب ٻڻجي ساڙيندو رهندو آهي. اهي ئي پوڳنائون ۽ پيڙائون جذبن جي پيچ ڊاهه کي سميٽي محمود جون ڪهاڻيون ٺهيون آهن.سندس ڪهاڻيون پڙهندي ائين لڳندو اٿم ڄڻ منهنجن پنهنجن جذبن ۽ ڪيفيتن جو بيان ٿيندو هجي.

شاهه لطيف جي شاعري ۾ سمايل ڪائنات جي سونهن، نارائڻ شيام جي شاعريءَ واري سونهن ديوي ۽ شيخ اياز جي شاعريءَ ۾ سمنڊ جي زوردار ڇولين جهڙو شدت ڀريو پيار فقط محمود جي ڪهاڻين ۾ ئي ڏسڻ اچن ٿا. اها ئي محمود جي ڪهاڻين جي وصف آهي.

طارق عزيز شيخ
ڪراچي
۱۹ ڊسمبر ۱۹۹۵

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٿُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ پلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاڪ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا يارُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)